# انتساب

اسين هي ناچيز تحفو، سنڌ جي مايه ناز
هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر جناب محمد اسماعيل نامي
صاحب جي اسم گرامي ۾ ڏيئون، نهايت فخر
سان منسوب ڪريون ٿا. صاحب موصوف
پنهنجي سڄي زندگي هن
هوميوپيٿي جي ترقي ۽
ترويج لاءِ وقف ڪئي آهي.
سندس بي لوث خدمتن
۽ اڻ ٿڪ ڪوششن
سبب سرزمين سنڌ
اندر هوميوپيٿي
وڌي، ويجهي
۽ اوج تي
رسي آهي.

مولفين

# تعارف

از:- عاليجناب هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر محمد
اسماعيل نامي صاحب - حيدرآباد -
ميمبر هوميوپيٿڪ بورڊ - پاڪستان

اردو ۽ بنگالي زبانن ۾ هوميوپيٿڪ لٽريچر ڪافي منتقل ٿي چڪو آهي- پر پاڪستان جي قيام کان پوءِ سنڌي زبان ۾ ڪو به ڪتاب شايع نه ٿيو آهي. ١٩٣٨ع ۾ ڊاڪٽر گوبند بخش هوميوپيٿڪ علاج ۽ ميٽريا ميڊيڪا تي ٩٦ صفحن جو هڪ ڪتاب شايع ڪرايو هو. ان کان پوءِ ساڌو واسواڻي صاحب هوميوپيٿي تي هڪ پمفلٽ ڇپارايو هو ۽ اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي دوست به بايو ڪيمڪ تي هڪ سنڌي ڪتابڙو ڇپارايو هو.

ان زماني ۾ سنڌ اندر هوميوپيٿي جو ڪافي چرچو هو. ساڌو، سوامي ۽ مذهبي ماڻهو هن علاج ۾ ڪافي دلچسپي رکندا هئا ۽ هن علاج کي هو خدمت خلق سمجهي ڪندا هئا.

مان جڏهن سن ١٩٤٣ع ۾ حيدرآباد ۾ اچي مستقل طرح آباد ٿيس تڏهن سنڌ ۾ هوميوپيٿيءَ جو ڪاروبار

ڏنو. هندو هن علاج جا نهايت معتقد هئا ۽ هن علاج کي بزرگن جو ڪرشمو سمجھندا هئا.

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ منهنجي سخت خواهش هئي ته هوميوپيٿيءَ کي سنڌي زبان ۾ روشناس ڪرايان. ان خيال کان مون هوميوپيٿڪ علاج متعلق سنڌي اخبارن ۾ ڪافي مضمون شايع ڪرايا، پر افسوس ته پنهنجي منصوبي کي عملي جامو پهرائي نه سگهيس ۽ اها حسرت دل ئي دل ۾ رهجي وئي.

اتفاقاً هڪ ڏينهن هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر عثمان علي انصاري صاحب ايم. اي مولوي مطب ۾ آيو ۽ مون کي پنهنجي سنڌي ڪتاب جو مسودو ڏيکاريائين. ڪتاب ڏسي منهنجي خوشيءَ جي انتها نه رهي ڇو ته منهنجي ديرينه خواهش جي تڪميل ٿي رهي هئي.

مون هن باهمت نوجوان کي هر ممڪن مدد جو يقين ڏياريو ۽ کيس مشورو ڏنو ته ڪتاب جو ميٽريا ميڊيڪا وارو حصو ڊاڪٽر ايلن جي نوٽس تان ترجمو ڪري شايع ڪرايو ته جيئن سنڌيءَ ۾ هڪ جامع ڪتاب پيش ٿي وڃي. مسٽر انصاري منهنجي مشوري تي لبيڪ چئي ان ڪتاب جو ترجمو ڪيو جو هڪ وڏو ڪارنامو آهي.

آءٌ هن عظيم ڪارنامي تي مسٽر انصاري

کي هديہ تبريڪ پيش ڪريان ٿو ۽ اميد ٿو ڪريان
تہ هو صاحب سنڌي زبان ۾ مزيد هوميوپيٿڪ لٽريچر
پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو.

آءٌ سنڌ جي هوميوپيٿڪ ڊاڪٽرن ۽ تعليم
يافتہ عوام کي اپيل ٿو ڪريان تہ هو مسٽر انصاري
جي حوصلہ افزائي ڪرڻ فرمائين ۽ هن ڪتاب مان
پورو پورو فائدو حاصل ڪن، پنهنجي ۽ پنهنجن پيارن
جي علاج لاءِ هن ڪتاب کان مدد وٺن.



# پيش لفظ

تمام پاڪستان کان پوءِ سنڌيءَ کي هڪ علائقائي زبان تسليم ڪيو ويو آهي. مگر ادبي سرمائي جي لحاظ کان هيءَ سڀني علائقائي زبانن کان آسوده ۽ اولين حيثيت جي مالڪ آهي.

هن چوڻ ۾ مبالغو نه ٿيندو ته تقريباً هڪ ڪروڙ پاڪستاني سنڌي ٻولي پوريءَ طرح ڄاڻن ٿا. اگرچه سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ هر علم ۽ هر فن جا ڪتاب موجود آهن، تاهم هن وقت تائين علم هوميوپيٿيءَ تي ڪو به ڪتاب موجود ڪونهي. گويا سنڌي ادب ۾ اهو خال باقي هو جو پر ڪرڻو آهي.

هوميوپيٿڪ علاج نهايت سستو، زود اثر ۽ بي ضرر آهي. سندس عالمگير شهرت ۽ روز افزون مقبوليت کي تسليم ڪري، ڪافي سنڌي سپا جهڙا به هن ميدان ۾ پنهنجا قدم رکي چڪا آهن، جي اردوءَ ۾ لکيل هوميوپيٿڪ ڪتابن تان استفاده ڪن ٿا.

سو کين اردوءَ تي پوري دسترس نہ هئڻ سبب خاص لاڀ نہ ٿو ملي. جن لاءِ هوند سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتاب زياده ڪارگر ثابت ٿيندا، هونئن بہ قدرتي اصولن، جديد تعليمي طريقن ۽ تعليمي ماهرن جي راءِ مطابق مادري زبان ۾ تعليم پرائڻ هڪ بنيادي ۽ اهم حقيقت آهي. اها مادري زبان جا منڍ ڏي ماءُ لوليون ڏئي سيکاري، جا موت تائين دل ۾ جاگير رهي ٿي۔

مٿين حقيقتن ۽ هم پيشہ ڀائرن جي ضرورتن کي نظر ۾ رکي، هي حقير ٿورو پراڻن خواه نون سنڌي دان همپيشن جي خدمت ۾ پيش ڪريون ٿا.

اسان هن ڪتاب کي سليس، جامع ۽ مفيد بنائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي آهي. تنهن هوندي بہ اسين ڪتاب جي جامع هئڻ جي دعويٰ نہ ٿا ڪريون. سچ آهي تہ ڪتاب مختصر آهي مگر منجهس ايترو مواد موجود آهي جو معمولي پڙهيا لکيا بہ پڙهي، سولائيءَ سان پنهنجي گهر ٻار ۽ عيال جو علاج پاڻ ڪري سگهن ٿا. خصوصاً استاد صاحبن لاءِ هي ڪتاب فرصت جي لمحات ۾ ساٿي ۽ مفيد مشغلو ثابت ٿيندو.

اسان ڄاڻي آهي، ڪتاب ۾ ضرور ڪي اوڻايون هونديون. صاحب فن ۽ اهل عام حضرات کي عرض آهي ته ڪمين کي ڀلي خواه علمي خاميون نظر اچن ته اهي اسان کي گوشگذار ڪن جيئن اسان اهي ايندڙ ايڊيشن ۾ درست ڪريون، دوستن جي جائز تنقيد ۽ مفيد مشورن کي بصد خلوص دل تسليم ڪري سندن شڪر گذاري ڪئي ويندي.

هن ڏس ۾ اسين نامور هوميوپيٿي هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر جناب محمد اسماعيل نامي صاحب حيدرآبادي، هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر جناب پير بديع الدين شاهه راشدي آزاد جهنڊي وارو، جنهن نهايت تهدل شڪر گذار آهيون جن جي همت افزائي، پر خلوص رهنمائي ۽ مفيد مشورن اسان کي هن ڪتاب لکڻ تي آماده ۽ مستعد ڪيو.

آخر ۾ اسين اميد ٿا ڪريون ته سنڌي ادب جا سچا هوميوپيٿيءَ سان دلچسپي رکندڙ حضرات اسانجي هن ننڍڙي ڪوشش ۽ نرالي پيشڪش کي قدر جي نگاهه سان ڏسندا ۽ هوميوپيٿيءَ جي حسين باغ مان چونڊيل گلن جو هي خوشبودار تحفو قبول ڪندا.

گر قبول افتد زهي عز و شرف

خادمان - هوميوپيٿي

**عثمان علي انصاري**

**محمد بچل چچرو**

# ديباچو

## (ڇاپو ٻيو)

الله پاڪ جا لکين لائق ۽ اڻ ڳڻيا احسان، جو رحم فرمائيندي جو ٻيون ڇاپو نهايت مختصر مدت ۾ ختم ٿي ويو. حالانڪ هن معاملي ۾ اسانجي ناتجربيڪاريءَ ۽ پريس مالڪ جي عدم تعاون ۽ ڏوڪيباريءَ سبب، مذڪوره طباعت جون ڪافي ڪمزوريون ۽ غلطيون رهجي ويون هيون.

تاهم سنڌي سڄاڻن ۽ فني پارکن اسانجي بيحد همت افزائي ڪري، هڪ زنده قوم ۽ زنده دليءَ جو ثبوت پيش ڪيو.

اسين ان قدردانيءَ ۽ قربداريءَ سبب سندن تهدل شڪرگذار آهيون. موجوده ڇاپو، ٻئين ڇاپي جو هوبهو نقل آهي. مگر سندس خامين ڏانهن خاص توجهه ڏئي کيس ڪافي سڌاريو ۽ وڌايو ويو آهي. اميد ته هي ڇاپو، پنهنجي ظاهري سونهن ۽ باطني صحت سبب شائقين- فن ۽ ادب کي پسند ايندو.

اسين جناب ڊائريڪٽر آف ايجوڪيشن - حيدرآباد سنڌ جا نهايت احسانمند آهيون. صاحب- موصوف اسانجو ڪتاب، سنڌ جي جمله پرائمري، مڊل ۽

هاءِ اسڪولن لاءِ لائبرري ۽ انعامي بـوڪ طـور منظور فرمايو آهي.

اسين سنڌ زميندار پريس- سکر جي لائق مئنيجر، محترم حافظ خير محمد اوحدي صاحب جا به ٿورائتا آهيون، جنهن صاحب ڪتاب جي ترت طباعت ۽ پروف ريڊنگ ۾ اسانجي اعانت ڪئي.

جناب پروفيسر عبدالمجيد سنڌيءَ صاحب جـي نوازشن ۽ عنايتن کي بيان ڪرڻ کان عاجز آهيون. هن سلسلي ۾ هن صاحب جي مفيد مشورن اســانکي ڪتاب جي ڇپائيءَ ۽ ترتيب ۾ نهايت آســاني پيدا ڪئي.

جزاهم الله خيرا

قنبر – سنڌ.
٣١- مارچ ١٩٧٠ع

مصنفين



# فهرست

## حصو ٻيو - هوميوپيٿڪ دوا سازي -



## حصو ٽيون - هوميوپيٿڪ ميٽريا ميڊيڪا

| دوا | صفحه |
|---|---|

( ف )

## حصو چوٿون - بايو ڪيمڪ سائنس

## حصو پنجون - لاعلاج مرض

| صفحو | مرض |
|---|---|
| ٢٧٦ | دم |
| ٢٧٨ | ڏڪ ۽ زهر |
| ٢٧٩ | ڏڏر |
| ٢٧٩ | ڏب |
| ٢٨٠ | ڏندن جو سور |
| ٢٨١ | ڏند چمڪڻ |
| ٢٨٢ | ڏينهن لڳڻ |
| ٢٨٣ | ڏيابيطس |
| ٢٨٤ | رعشه |
| ٢٨٥ | ريح پيدا ٿيڻ |
| ٢٨٦ | زڪام ۽ نزلو |
| ٢٨٧ | زهريلي جانورن جو ڏنگڻ |
| ٢٨٩ | سرسام |
| ٢٨٩ | سنڌن جي سوڄ |
| ٢٩٠ | سلهه جا ڦوڙا |
| ٢٩٢ | ساهه ۾ ڏک |
| ٢٩٤ | سوري |
| ٢٩٥ | عام بدني ڪمزوري |
| ٢٩٦ | عصبي سور |
| ٢٩٨ | عصبي ڪمزوري |
| ٢٩٨ | عورتن جون بيماريون |
| ٢٩٩ | قرڙيون |
| ٣٠٠ | قڙا لڳڻ |
| ٣٠٢ | قبضي |

بسم الله الرحمان الرحيم

# هوميوپيٿي ڇا آهي

لفظ هوميوپيٿي ٻن لفظن جو مرڪب آهي "هوميوز" معنيٰ بالمثل يا مشابه ۽ پٿوز معنيٰ تڪليف يا علاج. هوميوپيٿي معنيٰ علاج بالمثل؛ مطلب ته هوميوپيٿي، علاج جي موجوده طريقن مان اهو طريقو آهي جنهن جي ڪري دوا صحت مند ماڻهوءَ کي گهڻي انداز ۾ کائڻ سان جيڪي تڪليفون يا علامتون پيدا ڪري، ساڳي دوا ٿوري انداز ۾ ساڳين حالتن واري مريض کي کارائڻ سان شفا بخشي.

مثال طور ايڪاڪ دوا ڪنهن تندرست ماڻهوءَ کي گهڻي انداز ۾ کارائبي ته ان کي قيءَ ڪرائيندي ۽ ساڳي دوا جو هوميوپيٿڪ نمبر ۳۰ کارائبو ته ان کي آرام ايندو.

# موجد هوميوپيٿي

هوميو پيٿي علاج جو ٻهريون ڳولي لهندڙ مشهور يوناني طبيب جناب بقراط هو. هو سنه ۴۶۰ ق م- قاس پيٽ ۾ ڄائو هو. شروعات ۾ هو به علاج بالضد جو قائل هو.

چئن خلطن يعني (خون، بلغم، صفرا ۽ سودا) ۽ چئن حالتن (گرمي، سردي، تري ۽ خشڪي) کي طب جو بنياد مڃي علاج ڪندو هو. پوءِ ان نظرئي کي ترڪ ڪري پنهن جي نئين تحقيق موجب علاج ڪرڻ لڳو. سندس نئين تحقيق هيءَ هئي ”طبيعت مدبر بدن آهي. اها هر مرض ۾ قدرتي معالج آهي“ مرض کان بچاءَ لاءِ طبيعت جي مناسب مدد ڪرڻ ئي صحيح اصول علاج آهي. جناب بقراط پنهن جي باقي عمر ان اصول موجب علاج ۾ گذاري.

# هانمن اعظم

در حقيقت موجوده هوميوپيٿي جو باني ڪرسچين فريڊرڪ هانمن هو- هو جرمنيءَ جي سڪسيني علائقي جي ميسن ڳوٺ ۾ ١٠ - اپريل ١٧٥٥ع ۾ ڄائو هو ۽ ٢- جولاءِ ١٨٤٣ع ۾ پيرس ۾ وفات ڪيائين. هيءَ علم طب جو مصلح اعظم هڪ چيني‌ءَ جي برتن ساز جو پٽ هو. هو ننڍپڻ کان ئي پنهن جي محنت ۽ ذهانت کان مشهور هو. پنهن جي ڳوٺ ۾ ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽري پڙهڻ لاءِ ليپزگ روانو ٿيو. اتان سنه ١٧٧٩ع ۾ فارغ التحصيل ٿي ڊاڪٽريءَ جي ڊگري ارليگن يونيورسٽيءَ مان حاصل ڪيائين.

ان کان پوءِ ڊاڪٽري پريڪٽس شروع ڪيائين. جنهن ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪيائين. ان عرصي ۾ سندس نياڻي بيمار ٿي پيئي. مشهور ڊاڪٽرن کان علاج ڪرايو ويو مگر سڀ بيڪار. ڇوڪري صحتياب نه ٿي. ان دلخراش واقعي کانپوءِ هوايلوپيٿي علاج کان بيزار ۽ دلشڪسته ٿي پيو. آخر پريڪٽس کي خيرباد ڇڏي طبي ڪتابن جي ترجمي ڏانهن توجه ڪيائين.

هڪ ڏينهن ڊاڪٽر ڪيلن جي ميٽريا ميڊيڪا جو ترجمو ڪندي سنڪونا جون خاصيتون پڙهيائين ته اها مليريا جي بخار لاءِ ناياب شيءِ آهي. دل ۾ خيال آيس ته ڇونه سنڪونا پاڻ کائي تجربو ڪجي، ان لاءِ سنڪونا جي ڪل (ڪونين) ڪافي مقدار ۾ کاڌائين ته ٿوري وقت کان پوءِ کيس ڏڪڻي، بخار ۽ پگهر (مليريا) شروع ٿيو. اهڙي طرح ٻه ٽي دفعا ڪونين کاڌائين ته کيس هر دفعي ساڳيون علامتون پيدا ٿيون. ان تجربي مان سندس دل ۾ ڪاميابيءَ جي لهر پيدا ٿي، ۽ هن نتيجي تي پهتو ته جا دوا زياده مقدار ۾ کائڻ ڪري تندرستيءَ جي حالت ۾ جيڪي علامتون پيدا ڪري ٿي، اها دوا ساڳين علامتن واري مريض کي ٿوري مقدار ۾ کارائڻ سان شفاياب ڪري ٿي.

ان آزمائش مان هوميوپيٿيءَ جو بنياد پيو. ان کان

ٿوءِ پين دوائن جي به آزمائش ڪئي وئي. مختلف تندرست ماڻهن تي تجربا ڪري ميٽريا ميڊيڪا جي صورت ۾ رڪارڊ ڪيا ويا. ان نئين طريقي علاج ايلوپيٿي ڊاڪٽرن ۾ تشويش پيدا ڪئي ۽ ايلوپيٿي دنيا ۾ محشر برپا ٿي ويو. سڀ ڊاڪٽر ۽ دوا فروش هانمن اعظم جي خلاف ٿي ويا. نيٺ تنگ ٿي ليپزنگ ڇڏڻو پيس. آخر انهالٽ ڪوئٿن جي ڊيوڪ کيس پنهنجو خانگي معالج مقرر ڪيو. اتي پوري آزاديءَ سان پنهنجي پريڪٽس ۽ دوائن جو استعمال ڪندو رهيو.

اسي سالن جي عمر ۾ پهرين زال جي وفات کان پنج سال پوءِ هڪ فرينچ دوشيزه سان شادي ڪيائين ۽ ١٨٣٥ع ۾ پيرس هليو ويو. اتي سندس شهرت ۽ فن کي چار چنڊ لڳي ويا. هن اٺ سال پيرس ۾ شان و شوڪت سان گذاريا. آخر هي آفتاب هوميوپيٿي ١٨٤٣ع ۾ اٺاسي ورهن عمر ۾ وفات ڪري ويو.

هي بلندپايه ڪيميادان هو. ان کان سواءِ جرمني، انگريزي، لاطيني، اطالوي ۽ عربي زبانن جو وڏو ماهر ۽ عالم هو.

## هانمن جون مکيه هوميوپيٿڪ تصنيفون

١- آرگينن:- (قانون هوميوپيٿي) هن ڪتاب ۾

هانمن، هوميوپيٿي جا اهي سڀ اصول بيان ڪيا آهن جن تي ان علاج جو بنياد رکيل آهي. هي ڪتاب هر وقت، هر هوميوپيٿ جي زير مطالع رهي ٿو.

٢- ميٽريا ميڊيڪا پيورا :- هن ڪتاب ۾ هانمن قريبا هڪسؤ مفرد دوائن کي، پاڻ تي ۽ پنهنجي شاگردن جي جسمن تي آزمائي، انهن جون علامتون رڪارڊ ڪيون آهن. پيورا معنيٰ خالص يعني هي انهن دوائن جون حقيقي علامتون آهن.

٣- ڪرانڪ ڊزيز ( پراڻا امراض ) هن ڪتاب ۾ هانمن اعظم ٻارنهن سال تجربو ڪري، هيٺ ڏنل ٽن بنيادي زهرن جو بيان ڪيو آهي، جي قوت حيات تي بيماري بنجي حملو ڪن ٿيون. ١- سورا ٢- سفلس يعني آتشڪي زهر ٣- سائڪو سس يعني سوزاڪ جي زهر - ان ڪتاب ۾ ٽنهي زهرن جو تفصيل علامتن سان گڏ درج آهي. ازانسواءِ انهن زهرن کان بچاءَ لاءِ ڪامياب دوائن جو ذڪر به ڏنو ويو آهي.

## هوميوپيٿي جا اهم جزا

١- قوت حيات :- هي هوميوپيٿي جو مکيه جزو ۽ انساني بدن جو حڪمران آهي. جسم هڪ بي جان شيءِ آهي جو قوت حيات کان سواءِ ڪوبه ڪم ازخود نٿو ڪري؛ اول قوت حيات بيمار ٿئي ٿي ۽ پوءِ جسم

۾ مادي تبديليون رونما ٿين ٿيون. جڏهن قوت حيات درست علاج يا بغير علاج تندرست ٿئي ٿي تڏهن جسم به صحت مند ٿئي ٿو. مطلب ته قوت حيات کان سواءِ جسم بيڪار آهي.

جڏهن ماڻهو مري ويندو آهي تڏهن انساني جسم عضون سميت مرڻ کان اڳ وانگر موجود هوندو آهي. مگر فرق صرف هي هوندو آهي ته جسم عضون سميت مصروف ڪار نه هوندو آهي، يعني قوت حيات ختم ٿي ويندي آهي. مطلب ته اها غير مادي طاقت جنهن جو انساني جسم تي مڪمل ڪنٽرول آهي. تنهن کي قوت حيات چئجي.

**٢-جسم انساني:-** هيءَ هڪ مادي شيءِ آهي.ان ۾ مادي دنيا جي سڀني شين جا ذرات موجود آهن جي غذا جي وسيلي بدن ۾ پهچن ٿا. مثلاً لوهه، لوڻ فاسفورس ۽ پاڻي وغيره. انهن مڙني شين تي قوت حيات ڪنٽرول ڪري ٿي. مطلب ته جسم انساني معمول ۽ قوت حيات عامل آهي.

**٣-مرض:-** مرض قوت حيات وانگر هڪ غيرمادي شي آهي ۽ انجو اثر رڳو قوت حيات تي ٿئي ٿو. وري قوت حيات جي بيمار ٿيڻ جو اثر مادي جسم تي ٿئي ٿو. جسم ۾ جنهن وقت تبديليون پيداءِ ٿين

ٿيون ته ان حالت کي مرض چئجي ٿو. مـــرض پيدا ٿيڻ کان اڳ جسم ۾ مختلف احساسات پيدا ٿين ٿــا جي قوت حيات جي مريض ٿيڻ جا اولين اطلاع آهن

## مرض جا قسم

مرض جا ٻه قسم آهن. ١ـ حاد امراض ٢ـ مزمن امراض.

**١ـ حاد امراض يا ذوان مرض :ـ** هنن جو عمل تيز ٿيندو آهي. هي قوت حيات جي غير طبعي حالتن ۽ بگاڙ کان ٿيندا آهن ۽ هنهنجو دور جلد ختم ڪندا آهن.

**٢ـ مزمن امراض يا پرا ڻا مرض:ـ** هي غير محسوس اسباب کان شروع ٿيندا آهن. هنهنجي مخصوص انداز ۾ ظاهر ٿين ٿا ۽ انساني جسمن کي بگاڙيندارهن ٿا.

هي۽ مذڪوره بالا ٽن زهرن ١ سورا ٢ سفلس ٣ـ سائڪوسس جي پيداوار آهن.

**٤ـ دوا :ـ** ڪا به اهڙي شي جا جسم جي عضون جي فعل يا بناوت کي بدلائي ان کي دوا چئجي. خالق ڪائنات اسان لاءِ تمام ضروري دوائون پيدا ڪيــون آهن، جي مفرد آهن، مثلا سنکيو، ڪچلو، آنيم ۽ پارو وغيره ۽ اهي اسانکي جمادات (سنکيو) نباتات (آنيم) ۽ حيوانات (ليڪسس) مان ملــن ٿيون.

جيستائين ڪنهن دوا جون خاصيتون تندرست انسان تي نه آزمايون وڃن تيستائين اها استعمال نه ڪرائجي. اها دوا غير مادي صورت ۾ هجي، جيئن غير مادي قوت حيات تي اثر انداز ٿي سگهي. ان لاءِ دوائي طاقتن (پوٽينسين) جو وجود قائم ٿيو.

## علامت ڇا آهي

تندرست جسم انساني ۾ ڪنهن دوا يا مرض سبب بدليل حالت کي علامت چئجي. علامات جا ٻه قسم آهن.

**١- داخلي يا احساساتي علامات:-** هي فقط مريض ئي محسوس ڪري ۽ ٻڌائي سگهي ٿو. مثلا درد وغيره.

**٢- خارجي علامات:-** هي ڊاڪٽر معائنو ڪري مريض جي پڇڻ کانسواءِ معلوم ڪري سگهي ٿو. مثلا ترڪ ۽ جگر جو وڌڻ ۽ جلدي امراض وغيره.

## علامت جا اهم جزا

١- مقام علامت معلوم ڪرڻ.

٢- معلوم ڪرڻ ته ان جاءِ تي ڪهڙي قسم جو احساس آهي.

٣- تڪليف جي وڌڻ ۽ گهٽ ٿيڻ جي حالت ۽

ڪيفيت. هـي ۽ حصو بلڪل اهم آهي. ڪنهن ڪيس جي ڪاميابي لاءِ علامت جي ڳولهـڻ جي جي ضرورت آهي.

## علامتن جو شديد ٿيڻ

جڏهن مريض کي ڪابه بالمثل دوا ڪارائـتي ته ڪجهه دير بعد مرض جون علامتون تيز معلوم ٿينديون آهن. ان جو مطلب آهي ته دوا درست تجويز ڪيل آهي. ان ڪانپوءِ وڌيڪ دوا ڏيڻ بند ڪجي. ڇو ته ان وقتي شدت ڪانپوءِ شفا حاصل ٿيندي.

## هوميوپيٿي جا اصول

١- هر مرض پنهنجو اظهار علامتن وسيلي ڪري ٿو.
٢- هر دوا جي اثر جو نتيجو تندرست انسان تـي تجربو ڪري حاصل ڪجي.
٣- هر دوا پنهنجي بالمثل مرض کي دور ڪـري ٿي. ان کي هوميوپيٿڪ اصولي شفا چئجي.
٤- تجويز ڪيل دوا مفرد استعمال ڪرڻ گهرجي.
٥- دوا ٿوري اندازي ۾ ڏجي. جنـهن مان شفا حاصل ٿئي.

### هوميوپيٿي ۽ خارجي علاج

اگرچه هوميوپيٿي خارجي علاج جي بلڪل خلاف

آهي. تاهم اتفاقي ڏکن ۽ ڇوٽن لڳڻ سبب پيدا ٿيل زخمن کي ڪيلنڊيولا لوشن سان ڌوئڻ ۽ انهن تي ساده پٽي ٻڌڻ جائز سمجهي ٿي. ان ڪانسواءِ اڌرنگ ۽ اعصابي تڪليفن ۾ مالش جي اجازت ڏئي ٿي پر ٻين قسمن قرڙين تي ملم لڳائڻ ناجائز تصور ڪري ٿي.

## هوميوپيٿي ۽ آپريشن

ايلوپيٿيءَ وارا جيڪي ڪيس آپريشن جي حوالي ڪن ٿا. سي هوميوپيٿيءَ دوائن ذريعي درست ڪري ٿي. هوميوپيٿي جسم جي ڪنهن به عضوي کي بيڪار نٿي سمجهي. هر عضوو ڪونه ڪو ڪم ڪري ٿو ۽ بدن جي فائدي لاءِ ضروري آهي. ان سبب ڪنهن به عضوي جي ڪپجڻ ڪري جسم انجي فائدي کان محروم ٿئي ٿو. هوميوپيٿي ڪو به ڪيس تڏهن سرجريءَ جي حوالي ڪندي آهي جڏهن دوا مان فائدو ناممڪن هوندو آهي.

## ميٽر يا ميڊيڪا ڇا آهي

هن کي خواص الادويه چئجي. هن ۾ دوائن جي علامتن جو رڪارڊ درج هوندو آهي. جو ضرورت وقت مرض جي علامتن سان ملائڻ جي ڪم ايندو آهي. هانمن اعظم جو ميٽر يا ميڊيڪا پيورا فن جو پهريون ڪتاب هو. ان ڪانپوءِ ڊاڪٽر هيئرنگ جو ميٽر يا

ميڊيڪا "گائيڊنگ سمٽمز" مشهور آهي جنهن جا ڏهه حصا آهن. هينئر ته قريبا هر زبان ۾ ڪيترا ننڍا وڏا ميٽريا ميڊيڪا موجود آهن.

## ريپرٽوري ڇا آهي

هن کي مخزن ادويه يا فرهنگ ادويه چئجي- هن ۾ هر مرض جي مختلف علامتن جون بالمثل دوائون درج هونديون آهن. هن جي مطالع سان ڊاڪٽر مناسب دوا بلڪل جلد تجويز ڪري سگهي ٿو. ڊاڪٽر ڪينٽ جي ريپرٽري بلڪل مشهور آهي. مطلب ته ميٽريا ميڊيڪا ۽ ريپرٽري هوميوپيٿڪ علاج ۾ بنيادي حيثيت رکن ٿا.

# هوميوپيٿڪ دوائن جي حفاظت ۽ استعمال لاءِ هدايتون

۱- دوائن ناهڻ ۾ صفائيءَ جو هر طرح خيال رکڻ گهرجي.

۲- دوائن کي دونهين، مٽي، تماڪ، روشنيءَ، تيز خوشبوءِ ۽ بدبوءِ کان بچائجي.

۳- شيشين، بوچن، ۽ ٻئي ڪم ايندڙ سامان جي صفائيءَ تي خاص ڌيان ڏجي.

۴- هڪ طاقت ۾ استعمال ڪيل شيشي، ٻيءَ طاقت ۾ ڪم نه آڻجي ٻر اها شيشي گرم پاڻيءَ سان ڌوئي صاف ڪري ساڳي طاقت ۾ پل ڪم آڻجي.

۵- دوائون سستيون نه مگر خالص وٺڻ گهرجن ۽ ڪنهن معتبر دواخاني کان گهرائجن.

۶- دوا کائڻ کان اڳ وات صاف ڪجي. دوا کائڻ کان اڌ، منو ڪلاڪ پوءِ يا اڳ کاڌو کائجي. وڏي طاقت واري دوا کائڻ کان ٻه ڪلاڪ پوءِ يا اڳ کاڌو کائجي. پاڻي پيئڻ ۾ ڪو هرج ڪونهي.

۷- پان، سگريٽ ۽ حقو وغيره دوا کائڻ کان اڌ، منو ڪلاڪ اڳ يا پوءِ واپرائجي.

۷- شيشين جا بوچ مضبوط، سناءِ صاف ڪم آڻجن.

۹- ڪيمفرو ۽ ماسڪس مدر ٽنڪچرز ٻين دوائن سان گڏ نہ رکجن. انهن جي تيز بوءِ ٻين دوائن جي اثر کي زائل ڪري ٿي.

۱۰- علاج جي عرصي ۾ دير هضم نہ ٿيندڙ کاڌو کائجي.

## هوميوپيٿڪ دوا تجويز ڪرڻ جا اصول

۱- دوا قانون بالمثل مطابق هجي.

۲- دوا ٿوري انداز ۾ ڏجي جا شفا لاءِ ضروري آهي.

۳- اها دوا ڏجي جنهن جون ضروري علامتون مريض جي بدايل ضروري علامتن سان ٺهڪن.

۴- جڏهن مريض کي فائدو ٿيڻ شروع ٿئي تڏهن دوا جو مدو وڌائجي يا دوا ڏيڻ بند ڪجي.

## هوميوپيٿڪ اصطلاحات

۱- شگر آف ملڪ :- هيءَ کير مان تيار ٿيل کنڊ آهي. اڇي رنگ جو مٺو پائوڊر آهي. ان ۾ دوا ملائي کارائبي آهي.

۲- رڪٽيفائيڊ اسپرٽ :- هن کي ڊائليوشن يا الڪوحل يا روح الخمر چئبو آهي. هيءَ شراب جي قسم جي پاڻياٺي دوا آهي. هن ۾ هوميوپيٿڪ مدر ٽنڪچرز ۽ پوٽينسيون ٺهنديون آهن. هن ۾ ٺهيل دوائون خراب نہ

تيار ٿيل آهن.

٣- مدر ٽنڪچر :- نباتاتي، حيواناتي ۽ جماداتي دوائون باريڪ ڪري الڪوحل ۾ ڪجهه وقت پيائي رکندا آهن. هفتي کن کان پوءِ دوائن جو اثر الڪوحل ۾ اچي ويندو آهي. پوءِ انکي ڇاڻي صاف ڪندا آهن. انکي مدر ٽنڪچر چئجي. ان مان ٻيون طاقتون ٺهنديون آهن. Q مدر ٽنڪچر جي نشاني آهي.

٤- پوٽينسي يا طاقت :- مدر ٽنڪچر مان وڌيڪ ٺهيل طاقتن کي پوٽينسيز چئجي. مثلا 1X، 6X ۽ ٣، ٦ ۽ ٣٠ وغيره.

٥- ٽريچوريشن يا سفوف :- اصلي دوا کي کرل ڪري سفوف بنايو ويندو آهي. عام طرح جماداتي ۽ حيواناتي دوائن کي سفوف جي شڪل ۾ آندو وڃي ٿو.

٥- گلوبلز يا گوريون :- هي ۽ شگر آف ملڪ يا کمنڊ جي کنڊ مان ٺهنديون آهن. گول، ننڍيون ۽ جاذب آهن. ڪابه دوا هنن ۾ جذب ڪري سگهجي ٿي.

٦- ٽيبليٽس يا ٽڪيون :- هي ۽ شگر آف ملڪ يا ولائتي کنڊ مان مشين سان ٺاهيندا آهن. هي ۽ هڪ، ٻن ۽ ٽن گورين جون تيار ٿيل آهن. هي به دوا جذب ڪنديون آهن.

٧- لوشن يا ڀوڙو :- هي بيروني علاج ۾ ڪم

ايندو آهي. اصل دوا جا ١٥-٢٠ ڦڙا هڪ آئونس
بسٽلڊ واٽر ۾ ملائي تيار ڪبو آهي.

# گورين ۾ دوا جذب ڪرڻ

# جو طريقو

ڪاٻ صاف ۽ خالي شيشي ڪڻي انکي گورين سان
ڀرجي جيئن ٽيون حصو شيشي، خالي رهي. جنهن بعد
طاقت جي دوا تيار ڪرڻي هجي ته ان دوا جا ڇهه
ڦڙا في ڊرام تي گورين ۾ وجهي ۽ شيشي کي ڏهه
پندرهن جهٽڪا ڏئي رکجي. چند ڪلاڪن بعد گورين
۾ دوا جذب ٿي ويندي. جيڪڏهن شيشيءَ ۾ ڪجهه
دوا باقي هجي ته اها هاري ڇڏجي- بس گهر بل دوا
تيار ٿيندي-

# هوميوپيٿڪ دوائن جو پاڻ ۾ تعلق

**١- معاون:-** جيڪڏهن هڪ دوا ڏيڻ سان اها
مرض جي ڪجهه شڪايت باقي هجي ته بي دوا ڏيڻ
سان رهيل تڪليف دور ٿي وڃي. ان بيءَ کي معاون
دوا چئجي. مثلا سلفر، ايڪونائيٽ جي معاون آهي.
**٢- مصلح يا ضد زهر:-** جيڪڏهن هڪ دوا ڏيڻ

سان تڪليف زيـــادہ ٿي پوي تہ ان دوا جي بـد اثرات روڪڻ لاءِ ٻي اصلاح ڪندڙ دوا ڏجي. ان کي مصلح دوا چئجي مثلا پلسٽلا ۽ ڪيموملا، اگنيشيا جون مصلح دوائون آهن.

٣ــ متضاد يا مخالف :ـ جيڪڏهن هـڪ دوا ڏيڻ بعد ٻي دوا ڏجي ۽ ان جي ڪارڻ سان تڪليف زيادہ ٿئي. تہ ان ٻي دوا کي پهرين دوا جي مخالف دوا چئجي مثلا نڪسواميڪا ۽ ڪافيا، اگنيشيا جـون مخالف دوائون آهن.

## دوائن جون نشانيون

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| گرين | = | GR | سينٽيميٽر اسڪيل | = | C |
| منم | = | M | هزار | = | M |
| ڊرام | = | Z | لک | = | C.M |
| آئونس | = | oZ | پنج لک | — | D.M |
| مدرٽنڪچر | = | Q | ڏهہ لک | = | M.M |

## هوميوپيٿڪ دوا استعمال ڪرڻ جا نمونا

١ـ عرق :ـ تازہ پاڻي، يا ڊسٽلڊ واٽر ۾ في خوراڪ هڪ، ٻہ ڦڙا وجهي دوا تيار ڪجي.

٢ـ سفوف :ـ پنج گرين شـڪرآف ملڪ ۾ هڪ، ٻہ ڦڙا دوا في خوراڪ وجهي دوا ٺاهجي.

٣- **گوريون :-** هي شگرآف ملڪ يا ڪمند جي کنڊ مان ٺهن ٿيون. ڏهين نمبر کان چاليهه نمبر تائين بازار ۾ ملنديون آهن. انهن ۾ دوا جذب ڪري استعمال ڪرائجي.

# هوميوپيٿڪ دوائون حاصل ڪرڻ جا وسيلا

هوميوپيٿڪ دوائون حيوانات، نباتات ۽ جمادات مان حاصل ڪيون وڃن ٿيون. مثلا ليڪسس نانگ جي زهر مان، اوپيم آفيم مان ۽ ڪلڪيريا ڪارب چوني مان.

# هوميوپيٿڪ دوائون ٺاهڻ جا طريقا

١- **ڏيسي مل يا + وارو طريقو** (١ × ٩ = ١٠) هن طريقي موجب اصلي ٽاٽپائي دوا جو هڪ حصو الڪوحل جا نو حصا ملائي خوب لوڏجي ۽ سفوف هجي ته هڪ حصو دوا ۽ نو حصا شگرآف ملڪ ملائي پندرهن منٽ کرل ڪجي ته ا IX طاقت تيار ٿي.

وري IX سيال دوا مان هڪ حصو ۽ الڪوحل نو حصا يا هڪ حصو سفوف دوا ۽ شگرآف ملڪ نو حصا

ملائي لوڏجي يا کرل ڪجي ته X ۲ طاقت ٺهندي
مٿين طرح X۳، X۴، X۵ ۽ ان کان بلند طاقتون
تيار ڪري سگهجن ٿيون -

۲ - سينٽيسيمل يا سؤ جو طريقو:- (I X۹۹ = ۱۰۰)
هن طريقي موجب اصلي ماٺياٺي دوا جو هڪ حصو ۽
الڪوهل نوانوي حصا ملائي خوب لوڏجي ۽ سفوف
هجي ته دوا هڪ حصو ۽ شگرآف ملڪ نوانوي حصا پندرهن
منٽ کرل ڪجي ته اها I طاقت دوا ٺهندي.

وري I طاقت دوا مان هڪ حصو ۽ الڪوهل
نوانوي حصا ملائي لوڏجي ۽ سفوف دوا هڪ حصو
۽ شگرآف ملڪ نوانوي حصا ملائي کرل ڪجي ته ۲
طاقت دوا تيار ٿيندي. مٿين طرح ۳، ۴، ۵ ۽ ۶،
طاقتون تيار ڪجن.

# دوائن جي طاقتن جو استعمال

هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر لاءِ دواجي طاقت، مقدار ۽
۽ مدو اهم مسئلا آهن. اهي سندس تجربي تي مدار
رکن ٿا.

۱، ۳ ۽ ۶ ننڍيون طاقتون آهن مگر ۳۰ کان مٿي
۲۰۰، ۱۰۰۰ ۽ لک وڏيون طاقتون سڏجن ٿيون. ۱۲ ۽
۳۰ درميانه طاقتون آهن.

ڪي ڊاڪٽر ننڍيون طاقتون استعمال ڪندا آهن
مگر ڪن کي وڏين طاقتن تي عبور هوندو آهي. هي ڳالهه ذاتي تجربي تي مدار رکي ٿي.
نون مرض ۾ ننڍيون طاقتون استعمال ڪجن
مگر پيچيده ۽ پراڻين بيمارين ۾ وڏيون طاقتون ڪم آڻجن.
۲- جڏهن مرض مزمن صورت اختيار ڪري تڏهن ۳۰ طاقت جي دوا ڏجي. فائدو نه ڪري ته طاقت گهٽائجي يا وڌائجي.
۳- جيڪڏهن ڪنهن مرض ۾ دوا جي زور سان مادي اثر پيدا ڪرڻ جو ارادو هجي مثلا پاخانه ڪرائڻ يا بلغم خارج ڪرڻو هجي ته مدر ٽنڪچر يا X ۳ ۾ دوا ڏجي.
۴- نو آموز ڊاڪٽر کي ۲۰۰ طاقت کان مٿي دوا استعمال ڪرائڻ نه گهرجي. ڇو ته دوا ٺيڪ تجويز ڪيل نه هوندي ته فائدي بجاءِ نقصان پوندو.

## دوا جو وزن

۱- کير پياڪ ٻار کي ۱۰ يا ۱۵ نمبر جون ٻگوريون ۽ ۲۰ نمبر جي هڪ گوري في خوراڪ ڏجي. يا هڪ ڦڙي دوا مان تي خوراڪون ٺاهي يا شگرآف ملڪ ۾ ٺاهي ڏجن.

٢- وڏن ٻارن لاءِ ١٠ يا ١٥ نمبر جون ٽي گوريون ٢٠ نمبر جون ٻه گوريون ۽ ٣٠ ، ٤٠ نمبرن جي هڪ گوري في خوراڪ ڏجي يا هڪ ڦڙي دوا مان ٻه خوراڪون پاڻيءَ يا شگرآف ملڪ ۾ تاهي ڏجن.

٣- جوان ۽ پوڙهي ماڻهن لاءِ ١٠، ١٥ نمبر جون چار پنج گوريون ۽ ٢٠ خواه ٣٠ نمبر جون ٽي گوريون ۽ ٤٠ نمبر جون ٻه گوريون في خوراڪ ڏجن يا هڪ، ٻه ڦڙا دوا جا پاڻيءَ يا شگرآف ملڪ ۾ ملائي ڏجن.

# دوا جو مدو

عام طرح هڪ ڏينهن ۾ ٽي خوراڪون ڏجن. پر جيڪڏهن رات جو تڪليف زيادة ٿئي ته رات جو وڌيڪ ٽي خوراڪون ڏئي سگهجن ٿيون. سخت تڪليف ۾ دوا هڪ يا ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ڏيڻ گهرجي پر مهڙڪ بيماريءَ (قولنج ۽ ــ الرا) ۾ دوا پنجن ڏهن ۽ پندرهن منٽن کان پوءِ به ڏئي سگهجي ٿي. آرام ٿيندو وڃي ته دوا جو مدو به وڌائجي.

٢٠٠ طاقت جي دوا هفتي ۾ هڪ يا ٻه دفعا ڏيڻ ڪافي آهي. ١٠٠٠ طاقت جي دوا اٺن يا پندرهن ڏينهن کان پوءِ هڪ خوراڪ ڏيڻ گهرجي. اهڙي طرح ١٠٠٠٠ طاقت جي دوا پندرهن ڏينهن کان پوءِ

هڪ خوراڪ، ٥٠٠٠٠ ۽ ١٠٠٠٠٠ (سي-ايم) طاقت جي هڪ خوراڪ مهيني ۾ هڪ يا ٻه دفعا ڏجي. وچين عرصي ۾ خالي گوريون ڏجن.

ته جيئن مريض جو دوا ۾ اعتماد رهي. وڏين طاقتن وارين دوائن جون خوراڪون جلد جلد به ڏئي سگهجن ٿيون. مگر اهو هر ڊاڪٽر جي ذاتي تجربي تي منحصر آهي. هوميوپيٿڪ اصول موجب ڪابه دوا ڏئي انجي نتيجي جو انتظار ڪجي. جيستائين اهـا پنهنجو نيڪ عمل جاري رکي تيستائين ٻي دوا نه ڏجي. پر نتيجـو سٺو نه نڪري ته پل مٽائي ٻي دوا ڏجي.

# ڊاڪٽري ماپا

| | |
|---|---|
| ٢٠ گرين = هڪ اسڪروپل. | ٦٠ ڦڙا = هڪ ڊرام. |
| ٦٠ گرين = هڪ ڊرام. | ٨ ڊرام = هڪ آئونس. |
| ٨ ڊرام = هڪ آئونس. | ٢٠ آئونس = هڪ پائنٽ. |
| ١٦ آئونس = هڪ پائونڊ. | ٨ پائنٽ = هڪ گيلن. |

# راٽياڏي شين جي ماپ

چاءِ جو چمچو = هڪ ڊرام = ٤ ماسا.
درمياني چمچو = ٻه ڊرام = ٨ ماسا.
وڏو چمچو = چار ڊرام = ڏيڍ تولو.
ننڍو گلاس = ٻه آئونس = هڪ آنو.
چاءِ جي پيالي = چار آئونس = ٻه آنا.

# تشخيصي اشارا

ڊاڪٽر کي مريض جي تڪليف، کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ هيٺين ڳالهين کي ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ ضروري آهي.

## ١- پيشاب

پيشاب جو رنگ ۽ انداز، مرض سڃاڻڻ ۽ دوا تجويز ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿو. تندرست انسان ٢٤

ڪلاڪن ۾ ۴۰ آئونس پيشاب خارج ڪري ٿو.

پيشاب جو رنگ ڳاڙهي جهڙو، خون جي موجودگي ڏيکاري ٿو. ڳاڙهي رنگ جي پيشاب ۾ تيزاب هوندو آهي. گهرو زرد پيشاب صفرا جي زيادتي ڏيکاري ٿو.

ڪارو يا ڀورو ڪارو پيشاب، خراب خون جي نشاني آهي. گدلي پيشاب ۾ رطوبتون يا پونءِ هوندي آهي. پيلو پيشاب يوريا ۽ شڪر ڏيکاري ٿو. بغير رنگ پيشاب هسٽريا جي نشاني آهي.

## ۲- نبض

پيٽ ۾ ٻار جي نبض ۱۵۰ ڀيرا في منٽ هلي ٿي.
ڄمڻ وقت ٻار جي نبض ۱۳۰-۱۴۰ ڀيرا " " "
پهرين سال ۾ ٻار جي نبض ۱۱۵-۱۳۰ ڀيرا في منٽ هلي ٿي
ٻئي سال ۾ ٻار جي نبض ۱۰۰-۱۱۵ " " " "
ٽئين سال ۾ ٻار جي نبض ۹۰-۱۰۰ " " " "
چوٿين سال ۾ ٻار جي نبض ۸۵-۹۵ " " " "
ستين سال ۾ ٻار جي نبض ۸۵-۹۰ " " " "
اڌ عمر ۾ نبض. ۷۰-۷۵ " " " "
ڪراڙپ ۾ نبض. ۵۰-۷۰ " " " "
عورتن جي نبض مردن کان ۱۰-۱۵ ڀيرا تيز " " " "

# ٽيمپريچر (گرميءَ جو درجو)

سڪرات ۾ گرميءَ جو درجو ١٠٨٫٦ درجا.

مهلڪ مرض ۾ " " ١٠٧ درجا.

تمام تيز بخار ۾ " ١٠٦ درجا.

بخار جي خطرناڪ حالت ۾ گرمي جو درجو ١٠٥ درجا.

تيز بخار ۾ " " ١٠٤ درجا.

معمولي بخار ۾ " " ١٠٢ درجا.

هلڪي بخار ۾ " " ١٠١ درجا.

تندرستيءَ جي حالت ۾ " " ٩٨٫٤ درجا.

تندرست حالت کان ڪجهه گهٽ " " ٩٨ درجا.

غشيءَ جي حالت ۾ " " ٩٦٫٦ درجا.

## ساهه کڻڻ

هڪ سال جي عمر تائين ٣٥ ڀيرا.

ٻن سالن جي عمر تائين ٢٥ ڀيرا.

پندرهن سالن جي عمر تائين ٢٠ ڀيرا.

پنجويهه سالن جي عمر تائين ٢٠ ڀيرا.

٣- زبان- زبان جي رنگت به مرض سڃاڻڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

١- عام بخارن ۾ زبان هشڪ، مگر وڏي بخار ۾ زبان جا ڪنارا ۽ چوٽي ڳاڙهي ۽ وچ ۾ هڪ ليک هوندي آهي.

٢- زبان هشڪ، ڏکندڙ ۽ ان تي ڪارو ته مدي جي بخار جي نشاني آهي.

٣- زبان تي اڇو گهاٽو ته معدي جي خرابيءَ جي علامت آهي.

٤- زبان تي زرد ته جگر جي خرابيءَ جي نشاني آهي.

٥- زبان جي چوٽيءَ ۽ ڪنارن جو صاف ٿيندو رهڻ صحت جي علامت آهي.

## هوميوپيٿڪ علاج جون خوبيون

١- هيءُ تمام سنو ۽ سستو علاج آهي.

٢- هوميوپيٿڪ دوائون وڻندڙ، مٺيون ۽ مزيدار آهن. جي ٻارن جوان ۽ پوڙها آسانيءَ ۽ خوشيءَ سان کائي سگهن ٿا.

٣- هي علاج زود اثر آهي ۽ مريض کي جلدي آرام ڏئي ٿو.

٤- هوميوپيٿڪ دوائون بي ضرر آهن ۽ خطرناڪ نه آهن.

۵- هن علاج ۾ آپريشن جي ضرورت ڪانهي. اڪثر مرض رڳو دوا کائڻ سان دور ٿي وڃن ٿا.

۶- علاج جي هن طريقن موجب گهٽ اندازمر ڏنل دوا جي تڪليف هوميوپيٿڪ دوا ڏيڻ سان ختم ٿي وڃي ٿي.

۷- پيچيده ۽ پراڻن مرضن ۾ جتي ٻيا علاج فيل ٿين اتي هوميوپيٿي ڪامياب ٿئي ٿي.

# هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر لاءِ هدايتون

۱- ڊاڪٽر کي مريض جون ڳالهيون غور سان ٻڌڻ گهرجن جيئن ان کي يقين ٿئي ته ڊاڪٽر منهنجو همدرد آهي.

۲- ڪيس مريض جي مائٽن کان مرض جو تفصيل پڇڻ گهرجي.

۳- ٿرماميٽر ڏئي مريض جي گرميءَ جو درجو معلوم ڪجي.

۴- اسٽيٿسڪوپ سان مريض جي ڇاتي ۽ ڦڦڙ چڪاسڻ گهرجن.

۵- مريض جي زبان، اک، پاخاني ۽ پيشاب کي چڪاسڻ گهرجن.

۶- مرض جو اصل سبب معلوم ڪرڻ لاءِ گذريل حالتون معلوم ڪرڻ گهرجن.

٧- نون مرضن ۾ ننڍيون طاقتون ٣ کان ٣٠ تائين تجويز ڪجن.

٨- پراڻن مرضن لاءِ ٣٠ يا ان کان بلند طاقتون تجويز ڪجن.

٩- حامله عورتن کي ڪيمفرس گوسي پيم ۽ ابڙس ميل دوائون استعمال نه ڪرائجن نه ته پار ڪرڻ جو انديشو ٿي پوندو.

١٠- دوا ڏيڻ کان اڳ دوا واري شيشي کي خوب جهٽڪا ڏئي لوڏجي.

# آرسينڪم البم (سنکيو سفيد)

## *ARSENICUM ALB:*

(۱) سخت بي چيني (دماغي ۽ جسماني) جيستائين جسم ۾ طاقت هوندي، مريض متواتر حرڪت ڪندو رهندو، جڏهن طاقت ڪمزور ٿيندي ته جسم مثل مرده جي هوندو مگر دماغي بيقراري قائم هوندي. (۲) شديد ڪمزوري قوت حيات ختم ٿيڻ واري معلوم ٿئي. (۳) سخت پياس بار بار فقط ڍڪ ڍڪ پاڻي پيئي ۽ سرد ٿڌو پاڻي تڪليف ڪي وڌائي ٿو (۴) ٿڌ ۽ ٿڌين شين سان تڪليف وڌي وڃي، گرمي ۽ گرم شين سان تڪليف گهٽجي وڃي. (۵) جلن ساري جسم ۾ باه لڳل، گرم ڪمري، گرم هوا، گرم ٽڪور سان آرام. (۶) آرسينڪ جو حملو اڌ رات جو هڪ کان ۳ بجي تائين ۽ ڏينهن جو ۱۲ کان ۲ بجي تائين. رات جو ۱۲ بجي کانپوء سمهي نه سگهي چاڪاڻ ته دم گهٽجي ٿو. (۷) خوف موت جو، اڪيلي رهڻ اونده ۽ چورن جو. (۸) سوزش وارا عضوا جلد ڳرڻ ۽ سڙڻ لڳن (۹) تمام اخراجات بدبودار ۽ تيزابي چليندڙ. (۱۰) آئس ڪريم- برف جو پاڻي، ميون، تماڪ ۽ شراب جا بڇڙا اثر (۱۱) سوڄ خاص طرح

پيرن تي (۱۲) دوري وارا مرض. (۱۳) ڪائڻ پيشڻ ڪانپوء ڦيء ۽ دست. پائخاني ڪانپوء ڪمزوري.

**خاص علامتون:** سخت بيقراري، شديد ڪمزوري بار بار پاڻيء جو ڍڪ پيئڻ، گرميء سان اڦاڻو ۽ سرديء سان زيادگي ۽ بدبودار اخراجات.

**زيادتي** - اڌ ڏينهن يا اڌ رات ڪانپوء. ٿڌ، ٿڌيون شيون پيئڻ. ٿڌي ڪاڌي ڪائڻ، ماڻڻ پاسي تي ۽ مٿي هيٺ ڪرڻ سان.

**ڪمي** - گرميء سان، سورڪي سيڪڻ يا ٽڪور سان.

**معاون** - رسٽاڪس، ڪاربو ويج، چائنا، فاسفورس.

**دصابح** - اوپيم - ڪاربو ويج - چائنا - هيپر سلفر، رڪس واميڪا.

**طاقت** - ٦-۳۰-۲۰۰-۱۰۰۰

# آرنيڪا مانٽ (جابلو تماڪ)

***ARNICA MONT.***

(۱) هن دوا جي پهرين ۽ آخري علامت دردن جو احساس آهي جيئن ڌڪ لڳڻ سان پيدا ٿئي. (۲) اهو درد جو احساس، ڪنهن ڌڪ يا بيماريء سبب پيدا ٿئي. (۳) درد جو احساس، هڪ اڌ عضوي يا ساري جسم ۾ هجي. (۴) ان درد سبب بيمار هڪ پاسي تي

آرام سان سمهي نه سگهي ۽ پاسا بدلائيندو رهي ۽ چوي ته بسترو سخت آهي حالانڪ بسترو نرم هجي. (٥) بدن-ايتري قدر درد محسوس ڪري، جو مريض ڪنهن جو هٿ لڳڻ به پسند نه ڪري. پاڻ ڏانهن ڪنهن کي ايندو ڏسي، ته پري کان پاڻ کي روڪي ته متان ان سان ٽڪرجي پوي (اهو درد جو احساس وائي سورن ۾) (٦) ڌڪ، ضرب ۽ انهن جا بد اثر (٧) ڌڪ تازو هواه سان جو پراڻو هجي. (٨) هر قسم جو ڌڪ- بدن جي ڪنهن به حصي ۽ عضوي تي. (٩) ويم به ڌڪ وانگر آهي ۽ آرنيڪا ويم کانپوءِ دردن لاءِ اول نمبر دوا آهي (١٠) بدبودار اخراجات- خاص طرح بخارن ۾- پاخانو، گندو آئن جهڙو بدبودار. (١١) بخارن ۾ بيهوشي، مريض جواب ڏيندي بيهوش تي وڃي. (١٢) بيهوشيءَ ۾ پيشاب ۽ پاخانو پاڻمرادو نڪري وڃي. (١٣) عام ڪمزوري (١٤) مٿو گرم، چهرو سياهي مائل سرخ ۽ جسم ٿڌو يعني دماغ ڏانهن رت جو دورو هجي. (١٥) انڪري سڪتي لاءِ بن مکيه دوائن مان هيءَ هڪ آهي ۽ ٻي اوپيم آهي. جنهن ۾ ڪرڪو هوندو آهي. (١٦) چمڙيءَ تي نيرا ۽ ڪارا داغ، ڌڪ سبب هجن يا بيماريءَ ڪان ٿين. (١٧) رت ڳتو ۽ سياهي مائل هوندو آهي.

(١٨) تازن ڏکن سبب رت نڪرڻ، چمڙيءَ هيٺان رت جمڻ. (١٩) ننڍيون ننڍيون ڦرڙيون، سخت درد واريون، ڦاٽڻ کان اڳ ۾ ئي ختم ٿي وڃن.

**خاص علامتون** - ڌڪن جا بد اثر، درد جو احساس، چمڙيءَ تي نيرا ۽ ڪارا داغ.

**زيادتي** - آرام ڪرڻ، ليٽڻ ۽ شراب سبب.

**ڪمي** - چورڻ سان، حرڪت سان.

**مصلح** - ڪيمفر، ايڪونائيٽ، آرسينڪم، چائنا، اپيڪاڪ، اگنيشيا.

**معاون** - ايڪونائيٽ، اپيڪاڪ، هاءِ پريڪم، رسٽاڪس، ويراٽرم.

**طاقت** - Q، ٣x — ٣٠ — ٢٠٠ — ١٠٠٠

## ١- ابراٽينم (ساٺوڻ رن وڻ ٻوٽو)

## *ABROTANUM.*

(١) ٻارن جي ڪنگي، جنهن ۾ ٻارن جون ٽنگون سڪي، ڪمزور ٿين ۽ بدن جو مٿيون حصو ٿلهو هجي. (٢) ڪنگيءَ سان گڏ ٻار کي بک گهڻي هجي. (٣) وائي سور ۽ دست واري واري سان ٿين. دست جاري ٿين ته سور غائب ۽ دست بند ته سور حاضر. (٤) انتقال مرض ۾ اول نمبر دوا آهي. مثلاً: سنڌن

جا سور، دل ڏانهن هليا وڃن. ڪڏهن دست ته ڪڏهن قبضي، دست بند ٿين ته وائي سور شروع ٿئي يا دماغي، جگر ۽ ٻڪين جون تڪليفون شروع ٿين. ڪنن جي ڳوڙهن جي سوڄ، هڏين ۾ هلي وڃي: بواسير ۽ وائي سور، واري واري سان ٿين.

مطلب ته ڪجهه مرض بدلجي، ڪا ٻي صورت پيدا ڪري ته هي دوا مرض کي پنهنجي اصلي حالت ۾ آڻيندي.

**تعلق-** وات ٻچڻ ۾ هيپر سلفر ڪانپوء ۽ ٻاسي جي سور ۾ ايڪونائيٽ ۽ برائي اونيا ڪانپوء هي دوا ڏجي.

**خاص علامتون-** ٻارن جي ڪنگي جا ننگن ڪان شروع ٿئي ۽ مرض هڪ جاء مٽائي، ٻي صورت پيدا ڪري.

**زيادتي-** سرد هوا ۾، رطوبتن جو وهڻ بند ٿيڻ سان.

**ڪمي-** حرڪت ڪرڻ سان.

**طاقت-** ۳-٦-۳۰

## اپيڪاڪ (شاهتزو)

***IPECAC***

(۱) هن دوا لاء فقط هڪ لفظ "اوڪارا" ياد رکڻ ڪافي آهي (۲) اهي اوڪارا قيء نه آهن پر قيء ڪلي ء طرح ڪرڻ بعد به جاري رهن ۽ ڪنهن وقت به بند نه ٿين.

(۳) هر تڪليف سان گڏ اوڪارا (۴) ڳهرڻ يا ڪنهن
۾ پيء جاء مان ڇمڪدار ڳاڙهو رت پنبي ڏئي نڪري
۽ ان گڏ اوڪارا (۵) مليريا بخار ۽ اوڪارا- ۾ ڪونين
جي عوض، بنا علامت استعمال ڪجي (۶) ڦڦڙن ۾
گهڻو بلغم گڏ ٿي ڪرڪو پيدا ڪري. ٻارن جي نمونيا،
وڏي ڪنگهه ۽ هوائي ناليء جي سوڄ لاء اڪسير آهي
(۷) دموي ڪنگهه، بلغمي دم ۽ دم جي وقتي حملن ۾
روزمره ڪم ايندڙ دوا آهي (۸) تشنجي ڪنگهه، وڏي ڪنگهه،
اوڪارا ۽ الٽي (۹) پاخانو گجيء وارو گاه جهڙو سائو
۽ اوڪارا ۽ پيٽ جو سور (۱۰) زبان صاف ۽ اوڪارا
(۱۱) اچ- بلڪل ڪانه- واته مان گهڻو پاڻي وهي ۽اوڪارا.

**خاص علامتون-** اوڪارا ۽ الٽي-

**زيادتي-** قيء- ڪنگهڻ- ڪونين کهڻي کائڻ، ثقيل
کاڌن کائڻ ۽ روشنيء سان-

**معاون -** آرنيڪا- اينٽم تارٽ - ڪيوپرم ميٽ -

**مصلح -** آرسينڪ البم -چائنا- آرينڪا-نڪس واميڪا

**مخالف -** چائنا، ارٽيم -

**طاقت -** ۳-۶-۳۰-۲۰۰

# ارٽيڪا يورنس (اٻٽڪنڊڙي)

## *URTICA URENE*

هيء دوا هيٺين تڪليفن ۾ استعمال ٿئي ٿي. ڪنهن

۾ مرض جون صاف علامتون نہ هجن تہ هي روزمره جي دوا طور ڏجي.

(١) ڏڏر (٢) ٽنگ جي ڪمي يا ٽنگ ڇڏائڻ بعدان ڪي بند ڪرڻ (٣) سنڌن جوسور، ڏڏر سان گڏ (٤) ننڍين سنڌن جي سور جو تازو ۽ سخت حملو (يورڪ ايسڊ جو مزاج) واري خارج ڪري ٿي (٥) ملٽيرِ يا بخار (٦) باهر چمڙي ۾ جو متاچروسڙڻ) (هنجولوشن استعمال ڪجي)

**خاص علامتون**- ڏڏر- جو قريباهر تڪليف سان گڏ هجي.

**زيادتي**- برفاني سرد ۽ گهميل هوا ۾. سرد پاڻي ۾.

**طاقت**- Q ۳x - ١٠ ١٥١ ڦڙا في خوراڪ.

# ارجنٽم نائٽريڪم (چاندي)

***ARGENT. NIT***

(١) چاندي سمجھ بوجھ تي اثر ڪري ٿي- مريض عصبي علامتن جو شڪار هوندو آهي جيئن تہ ماٺين جي ميڙ کان خوف، گهٽي جي موڙ کان ڊپ تہ متان ان سان ٽڪر ٿئي. بلند جاءِ تان ڪرڻ جو ڊپ. (٢) ڪنهن بہ انتظار وقت دست شروع ٿيڻ مثلاً ڪنهن دوست جي ملاقات يا گاڏيءَ اچڻ يا سينيما وغيره کان اڳي دست ٿين. (٣) مٺين شين کائڻ جي گهڻي هواهش (٤) ٽانڊ واريون اوڳرايون. (٥) دست ساوا ۽ ڦڙ

جي آواز سان، نڪرڻ وقت زرد، ڪجهه وقت ڪانچوء سبز ٿي وڃن. (٦) مٿي جو سور ۽ مٿو وڏو محسوس ٿئي. ٿڌي پاڻيءَ سان ڌوئڻ ۽ ڇڪي مٿي ٻڌڻ سان آرام ملي. (٧) مٿي کي ڦيري بلند جاين ڏسڻ سان- (٨) اکين جي ڏيرين ٻوڻ ۽ ٻراٽي سوزش لاءِ ٻهريون نمبر دوا آهي. (٩) ڏيرا پار سڪل، جن جي ڪل مرجهايل هجي

**خاص علامتون:-** دماغي خوف، منين شين جي زبردست خواهش ۽ گرم مزاج .

**زيادتي:-** ٿڌو ڪاڏو، کائڻ، ٿڌي هوا، ڪنڊ، ملائيءَ جي برف کائڻ ۽ گهڻي دماغي محنت.

**ڪمي-** کلي هوا- ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجڻ.

**مصلح-** نيٽرم ميوره

**طاقت.** ٦-٣٠-٢٠٠-۽ ١٠٠٠

# اسپائيجيليا (هڪ قسم جو وڻ)

## *SPIGELIA*

(١) هن دوا جو عمل بدن جي کاٻي طرف آهي - خصوصا دل ۽ ڪبي اک تي . (٢)کبي اک جو سور-جو مٿي جي ٻوئين حصي کان هلي؛ ڪبي اک جي مٿان اچي جمي رهي. سور سج ايرڻ سان شروع ٿي، سج لهڻ وقت ختم ٿئي، (٣) ڪبي اک مان سور سان ڳڏ

ٻاٽي وهي - سور سبب، اڪيون ڪٻي سڄي ڦيرائـي ۽ سگهڻ - مريض کي ، ڪنهن ٻه طرف ڏسڻ لاءِ سڄو بدن ڦيرائڻو پوي (۴) اک جو سور - ڳوڙهو ۽ لوڏي سان وڌي (۵) دل جو سخت ڌڙڪو - ڪپڙن مان صاف نظر اچي - سڄي ڇاتي ڌڙڪي سان ڏڪي ۽ دل جي ڌڙڪڻ جو آواز ڪجهه مفاصلي تان ٻڌڻ ۾ اچي. (۶) دل جي ڌڙڪي ۾، مريض پنهنجو مٿو تمام مٿي ڪري سمهي. مثلا ٻن وهاڻن تي - فقط سڄي طرف سمهي سگهي ۽ توري حرڪت سان ڌڙڪو تيز ٿئي (۷) چپ چاپ ۽ مـاٺ ۾ سمهڻ سان آرام (۸) مريض کي خشڪ هوا آرام ڏئي ٻه ڪيس سرد، گهميل ۽ برساتي مند ۾ تڪليف ٿئي.

**خاص علامتون** - ڪٻي اک جي مٿان سور، جو سج ايرڻ سان شروع ٿئي - دل جو سخت ڌڙڪو، جنهن ۾ مٿو تمام اوچو ڪري سمهڻو پوي.

**زيادتي** - ڇهڻ، لڏڻ، حرڪت ڪرڻ، ڏاڪڻ تي چڙهڻ ۽ اکيون موڙڻ سان.

**ڪمي** - سڄي طرف ليٽڻ مٿو اوچو ڪرڻ - ساه کڻڻ کهڻ - اتڻ ۽ مالش سان.

**معاون** - سپولجيا.

**مصلح** - پلسٽلا - ڪيمفر - ڪاڪولس.

**طاقت** - ۳ - ۳۰ - ۲۰۰.

# اسٽرامونيم (ڊاتورو)

## *STRAMONIUM*

(۱) هن دوا جو وڏو عمل دماغ تي آهي، بڪواس ۽ خوف سيني علامتن کان زياده نمايان هجي (۲) بيمار گهڻو ڳالهائو، دعائون گهري ۽ لڳاتار بڪندو رهي. سيني بڪواس وارين دوائن کان هن جو هذيان زياده هوندو آهي. (۳) منهن ڳاڙهو، اکيون چمڪندڙ، اک جون پتليون ڪشاديون، جدا جدا پاسن تي سوڙ ۽ پڄي وڃڻ جي تلاش ڪندو آهي. (۴) خوف، اڪيلو رهڻ کان، انڌڪاري ماڻهن جي درميان رهڻ پسند ڪندو آهي. اهڙو خوف انهي چهري مان معلوم ٿيندو آهي. پاڻيءَ، شيشي، روشنيءَ ۽ اونده کان ڊڄڻ (۵) اهي علامتون نئين چريائيءَ جي بخار ۾ ملن ٿيون ۽ پراڻي چريائي ۾ پڻ. (۶) گهڻو ڪري تمام علامات بنا درد جي هونديون آهن. اوپيم ۽ هيءَ دوا سيئنڙيا ميڊيڪا ۾ بيئي دوائون بنا دردواريون آهن. (۷) هڪ طرف فالج ٽه ٻئي طرف تشنج (۸) بخارن ۾ عموما پيشاب ۽ پائخانه بند. (۹) وات ۽ نڙي خشڪ (۱۰) بغير سور جي بدبودار اسهال (۱۱) هوش جي حالت ۾

تشنج (۱۲) هڪڙ ڳالهائڻ.
**خاص علامتون-** گهڻو ڳالهائڻ، بڪ، چريائي ۽ خوف- خصوصاً اونده ۽ پاڻيءَ جو خوف.
**زياد تي** - اونده ۾، اڪيلائيءَ ۾، چمڪدار شين ڏسڻ سان، ننڊ کانپوءِ، ڳهڻ وقت.
**ڪمي:-** چمڪدار روشنيءَ ۾، دوستن ۾، گرميءَ ۾.
**مصالح-** بيلاڊونا- ٽيڪم ۽ نڪس واميڪا.
**طاقت-** ۶-۳۰-۲۰۰

# اسٽيفسيگريا (هڪوڙ جو ٻج)

## *STAPHISAGRIA*

(۱) جيئن دبيل غم جي بد اثرن لاءِ اگنيشيا ۽ دبيل جنسي خواهشن لاءِ ڪونيم استعمال ٿئي ٿي. تيئن دبيل غصي جي بد اثرن لاءِ استيفيگريا استعمال ڪجي. مثلاً هڪ شخص جو ڪنهن سان تڪرار ٿي پيو ۽ ان کي سخت غصو آيو پر هو غصو پي ويو. ان دبيل غصي جي بد اثرن لاءِ هيءَ دوا ڏجي (۲) مريض ڪيموملا، نڪس واميڪا، سائنا ۽ ڪالو سنٿ جي بيمار وانگر چيڙاڪ طبع (غصي جي بد اثرن سبب چيڙاڪ طبع لاءِ ڪيمو ملا يا ڪالوسنٿ ڏيڻ غلط آهي) مريض- معمولي لفظن ۾ به ٻنهنجي بي عزتي سمجهي.

(٣) ٻار - سخت چيڙاڪ، بد اخلاق ، ڏيرا، پيٽ وڌيل -
اڪثر پيٽ جي سخت سور ۾ مبتلا - ۽ ٻار - ڪاڌي
سان پيٽ ڀريل هوندي ٻه، سخت ٻڪ محسوس ڪري
(٤) ٻارن جا ڏند- نڪرڻ ۾ ئي ڪارا ٿي ، ڳرڻ لڳن -
مهارون سڄيل ۽ ٻر درد - اڪثر ٻارن ۾ ٽي علامتون
گڏ ٿين ٿيون (١) پيٽ جو سخت سور (٢) اکيون اٿڻ
(٣) ڏند ڪارا ٿي پوندا رهن. (٥) مريض جو ڌيان -
هر وقت جنسي معاملن طرف هجي جا به خاص علامت
آهي. ڪثرت جماع، ڪثرت مشت زنيءَ جا بد نتيجا
۽ شديد حالتون يعني غمگيني، لاپرواهي ۽ حافظي جي
ڪمزوري وغيره پيدا ٿين ( اڪثر ڊاڪٽر غلطيءَ سبب
ايسڊ فاس ڏين ٿا) (٦) آنڊيون هر هر نڪرن (٧)
پيشاب - ڪرڻ وقت آرام - نه ڪرڻ سان پيشاب جي
ناليءَ ۾ ساڙو - (٨) احساس - ته معدو ۽ پيٽ هيٺ
لڙڪن ٿا (اپيڪاڪ وانگر) (٩) تماڪ ڇڪڻ جي سخت
خواهش - (١٠) چپاڙ جو سور - رات جو .. صبح جو
اٿڻ ڪان اڳ- جنسي خرابين جي زيادتيءَ بعد (١١) تيز
اوزار يا هٿيار جا زخم (١٢) خارش - جا کنگهڻ سان جاءِ
متائي (١٣) پنبڻين جي سوج لاءِ هيءَ گريفائٽس مفيد آهن.

**خاص علامتون** - ذهني دٻائڻ ۽ بي عزتيءَ جا
بد اثر - ڪثرت جماع ۽ مشت زنيءَ جا بد اثر، جڏهن
ڌيان هر وقت جماع ڏانهن رهي.

**زيادتي:-** غصو، غم، بي عزتي- ڪثرت جماع ۽ مشت زني ڪان.

**معاون:-** ڪاسٽيڪم- ڪالوسنٿ.

**مصلح:-** ڪيمفر.

**مخالف:-** ... ... رينن ڪيولس بلب.

**طاقت:-** ٣-٣٠-٢٠٠

# اگنس ڪاسٽس (سنڀالو)

***AGNUS CAST***

(١) هن دوا جو مرڪزي عمل اعضاء تناسل تي آهي. پر عورت کان وڌيڪ مردن جي عضو تناسل تي آهي. (٢) مرد ۾ جنسي ڪمزوري،گهٽي جماع ۽ سوزاڪ کانپوء پيدا ٿئي. (٣) مڪمل نامردي، عضو تناسل لڙڪيل ۽ ٿڌو يعني جماع جي خواهش ئي نه ٿئي. مريض وقت کان اڳي ڪراڙو معلوم ٿئي.

(٤) جيتري قوت مردمي ڪمزور هوندي، تيتري قوت حافظه ڪمزور هوندي.

**خاص علامتون:-** ڪثرت جماع ۽ پرميل سبب مڪمل نامردي.

**معاون:-** ڪيليڊيم- سلينيم.

**مصلح:-** ڪيمفر- نيٽرم ميور.

**طاقت:-** Q، 1X ۽ ٣٠ ۽ بلند.

# اگنيشيا (پپينڙ)

## *IGNATIA*

(۱) غم جي بد اثرن سبب، ڪوبہ مرض پيدا ٿئي. (۲) مريض لنبا ۽ ٿڌا ساه کڻي. هيءَ هن دوا جي خاص علامت آهي. (۳) هسٽيريا، جا ڪنهن مخفي غم جو نتيجو هجي. مريض جي طبيعت بدليل- ڪڏهن ٽوڪ ڏئي کلي، ڪڏهن روئي ۽ ڪڏهن غم سبب ٿڌا ساه پري. نڙيءَ ۾ بادگولو قاتل محسوس ڪري (۴) مريض جون حيرت انگيز علامتون- مثلاً مٿي جي سور ۾ مريض کي سور واري پاسي تي سمهڻ سبب آرام اچي- معدي خالي هئڻ جو احساس جو کاڌي کائڻ سان گهٽ نہ ٿئي- نڙيءَ جو سور سخت غذا کائڻ سان بهتر ٿئي. سرديءَ ۾ اڃ ۽ منهن ڳاڙهو، گرميءَ ۾ اڃ غائب- ڪنن ۾ ڪڙڪيدار آواز، جي راڳ، ٻڌڻ سان ٺيڪ ٿين، بواسير کي هلڻ سان آرام، ڪنگهہ- کنگهڻ سان وڌي، بيهڻ سان شروع ۽ هلڻ سان ٺيڪ- زودار ڪل- شهوت تيز مگر نامردي- سڄيل عضوي کي زورن ڏيڻ سان آرام- بد هاضمو، ثقيل ۽ غليظ غذائن کائڻ سان ٺيڪ ۽ نرم ۽ ولنڊڙ کاڌن سان وڌي. جن علامتن تي عجب اچي تہ اگنيشيا ڏيو (۵) تماڪ جي دونهين کان نفرت ۽ تڪليف وڌي. (۶) پراڻي مليريا ۾- سرديءَ جي درجي

۽ اڇ ۽ منهن ڳاڙهو (٧) ٻيو آسانيءَ سان ٻاهر نڪري ۽ هر هر پاخاني جي حاجت (٨) مٿي جي سور کي پيشاب اچڻ بعد آرام (٩) پاخاني بعــد مقعد ۾ مٿــي ويندڙ سخت سور.

**خاص علامتون:-** غم جا بد اثر- لنبا ۽ ٿڌا ساه کڻڻ- حيرت انگيز علامتون.

**معاون:-** ليٽرم ميور، سيپا، ايسڊ فاس، پلسٽلا.

**مصلح:-** پلسٽلا، ڪيموملا، ڪاڪولس، ڪيمفر، ڪافيا، آرنيڪا، نڪسواميڪا.

**مخالف:-** ڪافيا، نڪسواميڪا، ٽبيڪم.

**طاقت:-** ٣٠، ٢٠٠ ۽ بلند.

# ايپس ميلفيڪا

# (ماکيءَ جي مک جو زهر)

## *APISMELLFICA*

(١) ماکيءَ جي مک جي ڏنگ هڻڻ ڪري هميشه ھي علامتون پيدا ٿينديون آهن. هڪ سوڄ، ٻيو ڏنگ لڳڻ ۽ ساڙي وارا درد، اهي ٻيئي علامتون ڪنهن به مرض ۾ ملن ته ايپس ڏانهن ڌيان ڪجي. (٦) ســوڄ جون خاص جايون- اک جي هيٺين ٻنبٽي، گلو، هٿيا،

ڪاڪڙو، پيٽ ۽ عام ڪل هجن. ڏڌر جي صورت ۾ يا پيٽ ۾ پاڻي پوڻ سبب سوڄ ظاهر ٿئي. (۳) انهن سوڄن ۾ قطعا ڪوبه درد نه هوندو آهي يا جيڪڏهن هوندو ته ڏنگن لڳڻ جهڙو يا ساڙي دار درد هوندو (۴) جڏهن دماغ جي پردن ۾ سوڄ ٿي پوي ۽ ڏنگڻ جهڙا سور پيدا ٿين ته ٻار يڪدم رڙ ڪندو آهي. اها حالت سر سام، دماغي پردن ۾ پاڻي پوڻ، ۽ دماغي ٽائيفس ۾ ٿيندي آهي ۽ بيمار بيهوش هوندو آهي. (۵) ڏنگڻ وارا ۽ ساڙي وارا درد- ڦڙي، پواسير، گهڻ جي سوڄ ۽ ڪينسر ۾ هوندا آهن. (۶) اڃ بلڪل ڪانه (۷) گرمي ۽ گرم ڪمري ۾ تڪليفن جو وڌي وڃڻ، سردي ۽ ٿڌي ڪمري ۾ آرام. (۸) ڏڏر، ارڙي ۽ پين جلدي تڪليفن جي دٻجي وڃڻ جا بد اثر- (۹) هر قسم بخارن ۾ ٻڪهر ۽ هڪڪي منجهن پيا، دست بي اختيار نڪرن گويا مقعد کليل آهي. (۱۰) ڦڦڙن ۾ پاڻي پوڻ ۽ نوبتي بخارن ۾ ساه پوساڻجي. (۱۱) وار- ڇهڻ سان درد ڪن، خصوصا دماغي سوڄ ۾.

**خاص علامتون:-** سوڄ ۽ ڏنگڻ جهڙا درد، اڃ بلڪل ڪانه، گرمي ۾ تڪليف وڌي ۽ سرديءَ ۾ آرام.

**زيادتي:-** سمهڻ ڪانپوءِ (ليڪسس) پڇڻ سان

(رسٽاڪس) ۾ ماؤف حصي کي ڍڪڻ ۽ آلي ڪرڻ ۾ فائدو.

**ڪمي:-** کلي هوا ۾، ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجڻ ۾، سڌي ويهڻ سان ۽ سور ۾ ڪنگهڻ، هلڻ ۽ پاسي مٽائڻ سان.

**معاون:-** ليڊم ميور- برينا ڪارب.

**طاقت:-** ٣-٣٠-٢٠٠

# ايٿوزا (ولجاڻ ٻهاڙي)

## *AETHUSA*

(١) هيءَ دوا کير پيئندڙ ٻارن لاءِ مخصوص آهي. خاص طرح گرم موسم ۾ ٻار، کير هضم نه ڪري سگهي جنهن ڪري قيءَ ۽ دست شروع ٿي وڃن. (٦) ٻار کير پيئڻ بعد يڪدم قيءَ ڪري يا ڪجهه دير بعد- کير ڦٽل ۽ کٽي بوءِ وارو قيءَ ۾ نڪري. اهڙي علامت پوڻ ڪلڪيريا ڪارب ۾ پڻ آهي مگر ايٿوزا ۾ پاخانو کٽي بوءِ وارو نه هوندو آهي. (٣) ٻار گهڻي تڃ هي يڪدم يا ٿوري دير کانپوءِ قيءَ ڪندو آهي. پوءِ ڪمزور ٿي، بيهوشيءَ ۾ سمهي پوندو آهي. سجاڳ ٿيڻ تي وري تڃ هي قيءَ ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح اهو سلسلو جاري رهندو آهي، تانجو ٻار ڪمزور ٿي ختم ٿي ويندو آهي. ان قيءَ سان گڏ

پيلا پنتڙا، سبزي مائل لِسدار دسمه ٿين ٿا. (۴) اِڄ اصل ڪانه پر بيقراري ۽ ڪمزوري آرسينڪ البم وانگر ٿئي ٿي. (۵) گِدڙيون- جنهن ۾ اکيون هيٺ ڦري سگهن ۽ نڪ جي چوڌاري سفيد ليڪو ڏسڻ ۾ اچي. (۶) ڪير جو بد هاضمو ۽ دست زياده ٿي، ٻاراٽي- ڪالرا جي صورت وٺن ته به ايٿوزائي ٻار کي بچائي سگهندي.

**خاص علامتون:-** گرم موسم ۾ ڪير پيئندڙ ٻارن جي قيءَ ۽ ڪالرا- ڪمزوري ۽ بي آرامي زياده مگر اڄ بلڪل ڪانه.

**زيادتي :-** گرميءَ کان- گرم موسم ۾ شام جو ۳-۴ بجي.

**ڪمي:-** کلي هوا ۾- ماڻهن جي صحبت ۾.

**معاون:-** ڪلڪيريا ڪارب.

**مصلح:-** ترش نباتات.

**طاقت:-** ۳-۶-۳۰ ۽ ۲۰۰

## ايسافوٽيڊا (هنگ)

## ASAFOTIDA

(۱) سخت بدبوءَ سبب هن دوا کي انگريزيءَ ۾ شيطان جو کاڌو چوندا آهن (۲) هن دوا جا پڻ وڏا ڪم آهن. (۱) ريح پيدا ڪرڻ. (۲) حڏن تي اثر (۳) ريح گهڻو پيدا ٿئي ۽ سور مٿئين طرف وڃي- هيٺ

اصل ۾ - مٿي وڃڻ سبب ساهه پوسائڻجي ۽ ٿڙيءَ پرهو اچو گولو (معدي مان اٿي) اٽڪيل معلوم ٿئي. (۴) هيءَ دوا، رياح سبب پيدا ٿيل هسٽيريا لاءِ مفيد آهي - جڏهن ٿڙيءَ ۾ گولو ڦاٿل محسوس ٿئي (۵) هسٽيريا - جا ليڪوريا يا بيمن اخراجات بند ٿيڻ سبب پيدا ٿئي (٦) اوڇرايون بد بودار (۷) اخراجات بد بودار (۸) هڏن تي عمل - باد فرنگ سبب هڏا ڳرن سڙن ، هڏن تي زخم ٿين جي بلڪل پرهس هجن. اينتريقدر جو مٿي بلڪ ۽ هٿ لائڻ به برداشت ٿي نه سگهي - زخمن مان بد بودار گند وهي ۽ هڏن ۾ رات جو سخت سور پوي (۹) ٿنج بيمارينڊڙ عورتن جو کيس ، بنا سبب گهٽجي يا بند ٿي وڃي .

**خاص علامتون:-** بد بوداز رياح، معدي مان مٿي چڙهن - هڏن جا پرهس آتشڪي زخم .

**زيادتي :** رات جو چهڙ سان - کٻي پاسي تي آرام وقت - گرم ٽڪور سان .

**ڪمي-** کلي هوا - حرڪت ڪرڻ ۽ دٻاءُ سان .

**معاون:-** ڪاسٽيڪم - پلسٽلا .

**مصلح :-** چائنا - مرڪيورس سال - ڪيمفر - ڪاسٽيڪم - پلسٽلا

**طاقت-** ۳ - ۳۰ ۽ بلند .

# ايسڊ فاس (فاسفورڪ ايسڊ)

## *PHOSPHORIC ACID*

(۱) هن دوا جو عمل اعصابي نظام تي گهڻو آهي. (۲) ڇائنا جي ڪمزوري جسماني رطوبات جي ضايع ٿيڻ ڪري پيدا ٿيندي آهي. مگر فاسفورڪ ايسڊ جي ڪمزوري اعصاب ڪمزور ٿي وڃڻ سبب ٿيندي آهي. گويا سبب پنهي ۾ هڪ جهڙا آهن. مثلاً ڪثرت جماع، مشت زني وغيره. (۳) اعصابي ڪمزوريءَ سبب کير جي رنگ جهڙو گهڻو پيشاب رات ۽ ڏينهن ايندو رهندو آهي انڪري ذيابيطس ۾ پهريون نمبر دوا آهي. (۴) اعصابي ڪمزوريءَ ڪري دماغ ۽ جسم ڪمزور. (۵) حواس گم- مريض ماحول کان بي خبر- بيهوشي، گهڻو ڪري تپ محرقي ۾، ٿر جاڳائڻ سان هوش ۾ اچي وڃي. (۶) غم جا پراڻا اثر جڏهن اگنيشيا ڪارآمد ثابت نه ٿئي، بيمار غم ۾ غرق، زندگيءَ سان دلچسپي ڪانهي، وار سفيد ۽ ڪرڻ لڳن. (۷) دست سفيد بغير درد جي، تمام وڏا، پر عجب نه انهن سان ڪمزوري بلڪل نه ٿئي. بلڪ پار آرام محسوس ڪري. (۸) سٿينم والگر، ڇاتيءَ ۾ ڪمزوري محسوس ٿئي.

**خاص علامتون:-** گهڻي جماع ۽ مٺ هڻڻ جا بد

اثر- ڪير جهڙو گهٽو پيشاب، بيحد مايوسي ۽ دماغ-ي
بي حسي.

**زيادتي :-** دماغي جذبات، رطوبات زندگي ضايــع
ٿيڻ (خصوصا مني) مٺ هڻڻ، گهڻي جماع ۽ ڳالهائــڻ
سان سيني ۾ ڪمزوري ٿئي ٿي.

**معاون:-** چائنا.

**طاقت:-** Q، ١x، ٣x-٣٠-٢٠٠

# ايسڪيولس هپ(هڪ قسم جو وڻ)

***AESCULUS HIP***

(١) بواسيري مزاج جي دوا آهي (٢) بواسير- قبضي ۽
۽ هون اچڻ ڪانسواءِ- چيلهه ۽ چتڙن ۾ مستقــل درد،
بواسير ۽ چيلهه جو سور گڏ، هن دوا جي طلب ڪن ٿا.
(٣) چيلهــ جــو سور خــاص علامت آهــي جيتوڻيڪ
بواسير نه هجي ته به گهمڻ ڦرڻ وقت چيلهه ۽ چتــڙن
۾ درد ٿئي. مريض ليڪوريا (سيلان الرحم) يا رحم جي
ڦرڻ جــو شڪار هجــي . (٤) مقعد ۾ گرمي خشڪــي
محسوس ٿئي، جيئن ننڍيون ننڍيون ڪانيون پريل آهن.
(٥) ہر هون هئڻ يا ڀراءَ جو احساس مختلف عضون ۾
مثلا دل، ڦڦڙ، رڳن مقعد، معدہ، دماغ، جلد ۽ نهائين
۾ ڀراءَ سمجهيو وڃي. (٦) زڪام- آرسينڪ البم وانگر،
پترو، ساڙي وارو ہر ساہ کڻڻ ۾ ٿڌي هوا پيدا ٿئي.

**خاص علامتون:-** ننڍي چيلهه ۾ چتڙن ۾ هميشه درد، جو ڳوڙهيءَ ڦرڻ سان وڌي.

**زيادتي:-** حرڪت سان، ننڍي ۽ چيلهه، جو سور هلڻ ۽ جهٽڪڻ سان، ٿڌي هوا ۾ ساهه کڻڻ سان.

**مصالح:-** ائڪس واميڪا

**طاقت:-** Q، $X$۳–۶–۳۰

# ايڪلفا انڊيڪا (ڪوپي ٻوٽو)

## *ACALYPHA INDICA*

(۱) ابتدائي ساهه ۾ هيءَ دوا نهايت مفيد آهي. جڏهن کٽڪ ۽ تڪليف ڏيندڙ کنگهه هجي ۽ ان کانپوءِ مريض کي وات مان رت اچي ۽ کيس ڇاتيءَ ۾ لڳاتار سور هجي. (۲) رت سرخ چمڪدار هجي ۽ صبح جو گهڻو اچي پر ٻين پهرن کانپوءِ رت ڪارو ۽ جميل اچي. (۳) مريض کي بخار نه هجي (۴) مريض صبح جو ٻاڻ کي ڪمزور محسوس ڪري مگر ڏينهن جو ٺيڪ هجي. (۵) ڪمزوري روز بروز وڌندي وڃي. (۶) کنگهه ـ کٽڪ ۽ سخت هجي ۽ ان کانپوءِ رت اچي. صبح ۽ رات جو زيادہ ٿئي.

سيني ۾ لڳاتار سور رهي (۷) نڙيءَ، ڪاڻي جي ناليءَ ۽ معدي ۾ ساڙو ٿئي. (۸) دست ـ ٻڙ ٻڙ جي آواز سان اچن ۽ ريح، ٻاهرائي وقت زور سان نڪري.

(۹) ڪلڪيريا ڪارب، هن دوا جي اثر کي ختم ڪري ٿي.

**خاص علامتون:-** سلهه سبب ڦڦڙن مان رت اچي. رت صبح جو سرخ ۽ پن پهرن ڪالپوءِ ڪارو ۽ چميل گنگهه خشڪ.

**زيادتي:-** صبح جو.

**طاقت:-** Q- پنج ڦڙا، في خوراڪ يا ۳x يا ۶x-

# ايڪونائيٽ (ٻڇنانگ)

## *ACONITE*

(۱) هيءَ ٿلهن متارن گهٽي رت وارن ماڻهن جي، هر تازيءَ تڪليف جي دوا آهي پهرين ۲۴- ڪلاڪن اندر هيءَ دوا هر مرض ۾ ڏجي. (۲) سرد خشڪ هوا لڳڻ سبب ڪنهن به قسم جي تڪليف پيدا ٿئي. (۳) خوف يا ڏ ڇڻ سبب ڪا به تڪليف پيدا ٿئي (خصوصا ٻارن ۽ عورتن ۾) (۴) زڪام، هيض يا پگهر جي يڪدم بند ٿيڻ سبب جيڪي تڪليفون ٿين. (۵) هرهڪ بيماريءَ جو ابتدائي درجو. (۶) تڪليفون يڪدم ۽ نهايت شديد شروع ٿين- (۷) جملہ علامات شام ۽ رات جو وڌي وڃن. (۸) نبض پريل سخت ۽ تيز (۹) سخت گهبراهٽ ۽ موت جو خوف، بيمار سخت تڪليف سبب پنهنجي مرڻ جو ڏينهن ٻڌا

وقت پڌائي، سخت بيقراري جنهن ڪري ڄاڻسا پيو مٿائي. (١٠) مريض پنهنجي مٿان ڪپڙو نه وجهڻ گهري، لت هيٺ ڪپڙو ڪيرائي ڇڏي.

**خاص علامتون** - دماغي علامات، موت جو خوف شديد بيقراري اڪثر هر مرض ابتدا ۾ هن دوا جي طلب ڪريٿو. معمولي تڪليف - زڪام ۽ اک جي سوزش وغيره ۾ دماغي علامتون بلڪل گهٽ يا نه ٿينديون آهن.

**زيادتي:** شام ۽ رات جو، گرم جاءِ ۾، بستري تان اٿڻ وقت.

**ڪمي** - کلي هوا ۾.

**معاون** - آرنيڪا بيلا ڊونا ڪافيا ۽ سلفر بعد ۾ پڻ چار خوراڪون ڏجن.

**مصلح** - ايسيٽڪ ايسڊ - بيلا ڊونا.

**طاقت** - ٦-٣٠-٢٠٠

# ايليم سيپا (بصر)

## *ALLIUM CEPA*

(١) زڪام، نڪ مان تيزابي پاڻي ۽ اکين مان رواجي پاڻي. (٢) نڪ جو تيزابي پاڻي لڪ ۽ مٿين چپ کي ڇلي وجهي ٿو. (٣) زڪام ۾ سخت ڇڪون (٤) زڪام

شام جو ۽ گرم ڪمري ۾ زياده ٿئي ٿو کليل هوا ۾ آرام. (۵) جڏهن زڪام ڇڙيءَ ۾ ڪري ته سخت کنگهه پيدا ڪري ٿو.

**خاص علامتون:-** هڪ ئي وقت ۾ نڪ مان تيزابي پاڻي ۽ اکين مان رواجي پاڻي نڪري (عام طرح زڪام ۾).

**زيادتي:-** شام جي وقت.

**ڪمي:-** ٿڌي جاءِ ۽ کلي هوا ۾.

**مصلح:-** آرنيڪا، ڪيموميلا- ويراٽرم البم.

**معاون:-** فاسفورس- ٿوجا- پلسٽلا.

**طاقت:-** X۳-۳۰

# ايلوز (ايرڊو)

## ALOES

(۱) مقعد ۾ سخت ڪمزوري، جنهن ڪري مريض هر وقت پنهنجو توجهه مقعد تي ڏيندو آهي، مبادا پائخانو نڪري وڃي. (۲) اهڙي ڪمزوري دستن ۾ نمايان هوندي آهي. ريح خارج ڪرڻ وقت خبر نه پوي ته ريح خارج ٿيو يا پتڙو پائخانو. (۳) مريض پائخاني جي ضرورت لاءِ تڪڙو ڊوڙي، پيشاب ڪرڻ وقت ۽ ريح نڪرڻ وقت دست اچن. (۴) دست گهمڻ ڦرڻ، پيهڻ، کائڻ پيئڻ سان وڌي وڃن. (۵) پائخاني کان اڳ پيٽ

۽ ڪرڙاٽ، (٦) ايلوز، جي قبضي عجيب قسم جي هوندي آهي ڪاڪوس جا وڏا ٽڪرا بي خبريءَ ۾ نڪرن، ۽ زور لڳائڻ سان ڪجهه به نه نڪري. (٧) بواسير، انگورن جي ڇڳن وانگر نيلي رنگ جا، مقعد تي ٻار، ساڙو ۽ درد، ٿڌي پاڻيءَ سان ڌوئڻ ڪري سور ۾ آرام. (٨) ڪڏهن پاخاني کان جدا گهڻي انداز ۾ ليا (بلغم) نڪرندو آهي. (٩) سرديءَ ۾ پٽروليم وانگر خارش ۽ ڦرڙيون ظاهر ٿين.

**خاص علامتون:-** مقعد جي شديد ڪمزوري متان ڪاڪوس ستڻ ۾ ٽڪري وڃي.

**زيادتي:-** صبح جو سوير- گرم خشڪ موسم، کاڌي پيٽي ڪانپوءِ هلڻ يا ويهڻ سان، دٻائڻ سان.

**معاون:-** سلفر.

**مصلح:-** اوپيم- سلفر لائيڪوپوڊيم- نڪس واميڪا ۽ سرڪو.

**طاقت:-** Q، 1x، 3x، 6x سوريءَ ۾ 1x يا 3x اڪثر ڊاڪٽرن جو رايو 200.

## اينڪارڊيم (ٻيلاوا)

## *ANACARDIUM*

(١) معدي جو سور - بد هاضمو ۽ ٻيون تڪليفون خالي معدي ٿيڻ سان وڌن ۽ کاڌي کائڻ سان وقتي

طور ٺيڪ ٿين (٢) پاخاني جي هر هر حاجت ٿيو ته مقعد ۾ بوڇ لڳل هئڻ جو احساس- ڪوشش ڪرڻ سان پاخاني جي حاجت گھٽ. (٣) بدن جي مختلف حصن ۾ لتاڙ جو احساس. (٤) حافظو ڪمزور يا بلڪل ختم خصوصا ڪمزور ٿيڻ ۾. ڇوڪرن کي امتحان جو خوف (٥) گارين ڏيڻ ۽ قسمن کڻڻ جي سخت خواهش ۽ عادت (٦) هرهڪ ۾ شڪ ۽ گمان ڪري (٧) پنهنجي ضميرن جو خيال- هڪ ڪوبه حڪم ڏئي ۽ پيو ان کان منع ڪري.

**خاص علامتون:-** ڪاڏي ڪائڻ سان آرام - پنهنجن ضميرن جو تصور- گارين ۽ قسمن کڻڻ جي عادت.

**ذوت:-** هيءَ دوا، لائيڪوپوڊيم ۽ پلسٽلا کانپوءِ بهتر ڪم ڪري ٿي.

**مصلح :-** ڪافيا- رسٽاڪس- ڪروٽن ٽگ، ريفن ڪيولس بلب.

**طاقت:-** ٦-٣٠-٢٠٠

## اينٽي مونيم ٽارٽ (آڪسائيڊ سرمي کان ٺهي ٿي)

## ANTIMONIUM TART

(١) هيءَ دوا ان وقت مدد ڪري ٿي. جڏهن بيماريءَ سبب ٻار ۽ پيدا ٿيڻو بلحاظ عمر جلد ڪمزور ٿي وڃن. (٢) کنگهه ۽ بخار، نمونيا جي بيماريءَ واري درجي ۾. وڏي کنگهه، دم ۾، ڦڦڙن ۾ گهڙو

باغم گڏ تي خرخراهٽ جو آواز پيدا ٿئي ۽ بلغم نه نڪري گويا ڦڦڙن جو فالج ٿي ويو آهي. (٣) اهڙي حالت ۾ ناسون ڪشاديون ٿين ٿيون چهرو زرد يا نيلو ٿئي ٿو. (٤) ماتا وانگر مٽر جيڏا داڻا جن ۾ گند پريل هجي. (٥) ڪارا ڪمزوريءَ سان، جنهن ۾ ٻڪيڙيون نه هون (٦) خرخراهٽ واري کنگهه. اپيڪاڪ مرض جي ابتدا ۾ ڪم اچي ٿو ۽ بيمار مضبوط هوندو آهي. هي اينٽي مونيم ٽارٽ ان وقت ڪم اچي ٿو جڏهن بيمار ڪمزور ۽ مرض جي انتها هوندي آهي.
(٧) غنودگي خاص علامت آهي.

**خاص علامتون-** ضعيف ۽ ڪمزور بيمار جن جي ڦڦڙن ۾ خرخراهٽ هميشه هجي.

**تعلق-** مشابه لائيڪوپوڊيم سان- هي ناسون ڦڪڙجي پکي وانگر هلن. مشابه ويراٽرم سان- هي ڏينهن جو دست پيٽ ۾ سور، قيءِ، ٿڌ ۽ ڪناڻ جي خواهش هجي. مشابه اپيڪاڪ سان- هي ساهه کڻڻ جي تڪليف سان گڏ بي هوشي هجي ۽ قيءِ ڪرڻ.

**زيادتي-** گهميل ٿڌي موسم ۾، رات جو ليٽڻ وقت کاڌوءِ آتون گهٽ ٿين.

**ڪمي-** ٿڌي کلي هوا ۾، سڌو ٿي ويهڻ سان، بلغم ڪيڻ سان.

معاون - اپيڪاڪ، فاسفورس - برائيٽا ڪارب.
مصالح - پلسٽلا - سيپيا.
مخالف - ڪالي سلف.
طاقت - ۳-۶-۳۰ (نيش) ۲۰۰ ڪان C.M

# اينٽي مونيم ڪروڊ
# (ڪاري سرمي ۽ گندرف ملبل)
## *ANTICRUD*

(۱) هن دوا جي ٻهرين ۽ آخري علامت سفيد زبان آهي، جا گهڻو ڪري هرهڪ مرض ۾ ملي ٿي (۲) زبان تي گهاٽو ملائيءَ جهڙو تهه (۳) معدي جي خرابي، گهڻي کائڻ ۽ سڙيل غذائن کائڻ ڪري اوڪارا ۽ قي، کاڌل غذا جو ذائقو وات ۾ محسوس ٿئي. (۴) ڪنهن شيءِ جا بد اثر (۵) ڪڏهن قبضي ته ڪڏهن دست، واري واري سان ۽ سفيد زبان خصوصا ٻنهين ۾ (۶) ٻارن جون ناسون ۽ واڇون ڦاٽل يا چيريل (۷) ٻار چيڙاڪ، هٿ لائڻ يا ڏسڻ پسند نه ڪن. گهڻو ڪري بخارن ۾، سفيد زبان (۸) وهنجڻ کان نفرت. وهنجڻ کانپوءِ خراب اثر، درياءَ ۾ وهنجڻ سان مٿي ۾ سور. (۹) گرميءَ ۾ ڪمزوري ٿئي، سج جي گرمي برداشت نه ٿئي.

(١٠) مقعد مان زرد رطوبت ۽ بلغم خارج ٿئي، بلغمي بواسير (١١) ننهن خراب ۽ بيقاعدي ڇمن، پيرن جي ترين ۾ دردناڪ ڪڪڙا ڏڪرن جنهن ڪري گهمي نه سگهي.

**خاص علامتون:-** سفيد زبان (سيني دوائن کان زياده سفيد)

**زيادتي:-** ڪاڏي ڪائڻ ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۾ وهنجڻ ڪانپوءِ ڪٿين شين يا شرابن کان، اس ۽ باه جي ويجهو وهڻ ڪانپوءِ سخت گرمي ۽ سرديءَ کان.

**ڪمي:-** کلي هوا ۾- آرام وقت، گرم غسل ڪانپوءِ

**معاون:-** سلفر-

**دشمن:-** هيپر سلفر- ڪاڪيريا ڪارب، مرڪسال

**طاقت:-** ٣x -٦x -١٢x -٣٠ ۽ بلند.

# بپٽيشيا (جهنگلي نيٺر)

## *BAPTISIA*

(١) هيءَ وڏي تپ (مدرقي) جي چوٽيءَ واري دوا آهي. هي مرض يڪدم ٿئي ٿو ۽ عام طرح آهستي آهستي سخت ٿيندو ويندو آهي. پر بپٽيشيا جي تپ مدرقي ۾ بس چئن ڏينهن اندر يڪدم شديد علامات پيدا ٿي ونديون. (٢) ساري بدن ۾ سور

جنهن کري مريض کنهن به پاسي تي آرام نه کندو آهي. (۳) خيال پريشان، بيهوشي جهڙو بيمار شراب پيتو آهي. (۴) بيمار سوال جي جواب ڏيڻ کان اڳي يا جواب ڏيڻ وقت بيهوشي ۾ اچي ويندو آهي. (۵) بيمار ائين سمجهندو آهي ته منهنجي بدن جا عضوا جدا جدا ٿي پيا آهن، انهن جي گڏيڻ جي ڪوشش ۾ لڳل هوندو آهي ۽ بکواس کندو آهي. (۶) منهن سياهي مائل ۽ اکيون شرابين جهڙيون (۷) وات ۾ ڦوڪڻا ۽ بد بوءِ الڪري سخت غذا نه کائي سگهندو آهي پر پاڻي جهڙيون شيون ئي سگهندو. (۸) تمام اخراجات مثلا دست، پيشاب، پگهر وغيره سخت بدبودار.

**خاص علامتون:-** خاص دماغي بيهوشي، بکواس ۽ بدبودار اخراجات.

**مصلح :-** سينڪونيريا - فائسوسٽگما.

**طاقت :-** Q، 1x، 2x، 3x ۽ ۳۰ (نيش) ۽ بلند.

# براڪي اونيا (فاشرا پوڙو)

## *BRYONIA*

(۱) حرڪت سان هر تڪليف وڌي مگر بنا حرڪت ۽ چپ چاپ سمهڻ سان آرام اچي. (۲) بيمار درد واري پاسي تي سمهي ته جئن ساه کڻڻ سان تڪليف

نہ وڌي. (۳) سنڌن جا سور چوڻ ۽ ٿوري چرپر سان
وڌن. (۴) ڇاتي ۾ درد ۽ خشڪ کنگهہ، کنگهڻ وقت
بيمار ڇاتيءَ تي هٿ رکي (۵) پسنان پٺر جهڙا سخت ۽
پر درد- حرڪت سان سور زيادہ- انڪري مريض هٿن
سان جهلي گهمي تہ متان سور جي سوٽ ايري. (٦) اتي
ويهڻ تي اوڪارا ۽ ڪمزوري. (۷) خشڪي- وات کان
مقعد تائين- وات ۽ معدي جي خشڪيءَ سبب، مريض
کي اچ گهڻي- هر ڪلاڪ ڏيڍ کان پوءِ، گلاس پر پاڻي
پيئي- خشڪيءَ سبب پاخانو خشڪ، سخت ۽ سياهي
مائل ڪوئلي مثل (۹) زبان سفيد ۽ خشڪ. (۱۰) دماغي
پردن، ٿڦڙ جي پاهرين جهليءَ ۽ پيٽ جي پردي ۾
رطوبت پوڻ ۽ سوزش (۱۱) سٿي جي چيڙ جهڙا درد.

**خاص علامتون:-** چرڻ پرڻ سان زيادتي، آرام ۽ دباءَ
سان فائدو خاص پياس ۽ سيني چيڙ جهڙا درد.

**زيادتي:-** حرڪت، محنت ۽ چوڻ سان. اتي
ويهي نہ سگهجي. گرميءَ سان، گرم ڪپڙن پائڻ
۽ ڪنهن رطوبت ديڻ سان.

**ڪمي:-** درد واري پاسي تي سمهڻ سان، دباءُ،
سان آرام ۽ ٿڌين شين کائڻ سان.

**معاون:-** رسٽاڪس- ايلومينا.

**مصلح :-** ايڪونائيٽ- ڪيمو ميلا - نڪس واميڪا.
**طاقت :** ٦-٣٠-٢٠٠
**مخالف :-** ڪليڪيريا ڪارب.

# بربرس ولـگيرس (رسول)

***BERBERIS VUL***

(١) هن دوا جو پيشاب جي نظام تي خاص عمل آهي. سندس خاص نشاني، چيلهه ۽ بڪين جي جاء تي درد جو مستقل قائم رهڻ آهي. (٢) مُستقل چيلهه جي سور جي مشابهت رستاڪس وانگر، مگر پيشاب جون علامتون رستاڪس ۾ نه هونديون آهن. (٣) بڪين ۾ چهندڙ درد، چڪ ۽ ٻيهڪي، جو صبح جو بستري ۾- ڏاڪڻ کان لهڻ، موٽر ڪـان هيٺ تپي ڏيڻ سان زيادة ٿئي. (٤) بڪين جي جاء تي ٻڙڪن اٿڻ جـو احساس. (٥) ڪيڏ ۽ بڪيءَ جو سخت درد. (٦) سور مثاني ۽ عضو تناسل تائين وڃي. (٧) پيشاب ڪـرڻ بعد شديد درد. (٨) وائي سور، پيشاب جي تڪليف گڏ. (١١) نواسير ۽ انجي آپريشن کـانپوء تڪليفون.
(١٠) سور هڪ مرڪز کان چئني طرفن ٻکڙجن.
**خاص علامتون-** بڪين جي جاء تي ٻکڙندڙ درد.
**زيادتي-** حرڪت ڪرڻ، هلڻ، گـاڏي جي سواري

ڪرڻ ۽ لوڏڻ سان.
معاون - لائيڪوپوڊيم.
مصلح - ... ڪيمفر- بيلا ڊونا.
طاقت - Q، ۲x- ۳۰- ۲۰۰

## بريٽا ڪارب (بيريم ڪاربونيٽ)

**BARYTACARB**

(۱) ٻارن ۽ ٻڍن جي دوا آهي (۲) ٻارن جي دماغي ۽ جسماني ڪمزوري، دماغ ۽ جسم واڌارو نه ڪري. (۳) ٻڍن جي دماغي طاقت ختم، حافظو ڪمزور، هارڻ وقت ڏڪن. (۴) ٻارن ۾- بار بار ٿڌ لڳڻ سبب ڪليون سڄي پون، ان ڪري ڏينهن ۾ سور ڇڏي وڃي مگر وري ٿڌ لڳڻ تي ساڳي حالت ٿئي - اهڙيءَ طرح هميشه ڪليون پيئون وڌن. (۵) هن دوا جا مريض سرديءَ کان گهڻو متاثر ٿين ٿا. (۶) جسم جا غدود به سڄي پون ٿا، هيءَ خنازيري دوائن مان هڪ دوا آهي. (۷) پيرن ۾ بد بودار پگهر، سليشيا وانگر، جنهن ڪري پيرن جون ترين سور ڪن. (۸) پيرن جي پگهر، دٻجي وڃڻ ڪري ڪليون سڄي پون. (۹) پراڻي ڪنگهه ۽ ڪليون وڌيل.

**خاص علامتون** - ٻارن، ٻڍن جي دماغي ۽ جسماني

ڪمزوري، ڪليون وڏي وڃن.

**تعلق -** هيءَ دوا اڪثر، سورينم، سلفر ۽ ٽيوبرڪيوليئم کان اڳ، يا پوءِ ڏيڻ مفيد آهي. هن ڪانپوءِ سورينم ڏيڻ نڌيءَ جي غدودن پچڻ کي ٺيڪ ڪريٿو.

**زيادتي -** مرض متعلق سوچڻ، سور واري پاسي تي سمهڻ، ڪاڏي ڪانپوءِ بيمار حصي کي ڌوئڻ سان.

**طاقت -** 1x - 3x - ٣٠ - ٢٠٠

# بلاٽا اورينٽيلس (ڏنڊڻ)

## *BLATTA ORIENTALIS*

هيءَ دوا هند و پاڪستان ۾ دم (ايساهي) لاءِ ڪثرت سان استعمال ڪئي وڃي ٿي ۽ مجرب شمار ٿئي ٿي. (٢) خصوصاً مريض ٿلهو متارو هجي. (٣) سخت ڪنگهه جنهن سان ساهه پوسا ٿجي.

**خاص علامتون :-** ايساهي - خصوصاً مضبوط مريض ۾.

**طاقت :-** شديد مرض ۾ دوا جي Q جا ٻه ڦڙا، اڌ آني پاڻي ۾ وجهي هرهڪ يا ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ پيارجن. دوري ختم ٿيڻ ڪانپوءِ دوا جون ٽي چار خوراڪون روزانو ڏجن. وقفي جي حالت ۾ 6x يا ٣٠ طاقت جون هڪ يا ٻه خوراڪون روز ڏجن.

# بوريڪس (سهاڳو)

## *BORAX*

(۱) هيٺ حرڪت ڪرڻ سان تڪليف جو وڌڻ. (۲) اهي علامتون ٻارن ۾ گهڻو ڪري ڏسڻ ۾ اينديون آهن، مثلا ٻار کي هيٺ کٽ تي سمهاربو ته، گهڻيون رڙيون ڪندو ۽ خوف سبب ماءُ يا دائيءَ کي چنبڙڻ جي ڪوشش ڪندو. (۳) ڏاڪڻ تان هيٺ اهڻ - هوائي جهاز تان هيٺ لهڻ، پيڙيءَ جو مٿي اٿي هيٺ اچڻ - لفٽ تان هيٺ لهڻ - پهاڙ تان هيٺ لهڻ وغيره انهن حالتن ۾ بوريڪس جو مريض (ننڍو خواه وڏو) سخت تڪليف محسوس ڪندو. (۴) يڪدم آوازن ڪان ڏچڻ مثلا کنگهه، ڇڪ، ڇيڪ ۽ ماچيس جي تيليءَ ٻارڻ وقت آواز. (۵) وات ۾ قوڪڙا، خصوصا ٻارن ۾، ان گڏ سائي رنگ جا دست ڏينهن رات، وات گهڻو ڪوسو، جو کير پيارڻ وقت محسوس ٿيندو آهي. (٦) ٻنبڻين جو گڏجي اندر مڙڻ ۽ اکين ۾ وار ڇمڻ. (۷) ليڪوريا، سفيد، گرم ۽ هيٺ حرڪت ڪرڻ سان خوف. (۸) ڇاتيءَ ۾ سڄي طرف درد ۽ کنگهه، بد بودار ذائقو.

**خاص علامتون** - هيٺ حرڪت ڪرڻ سان تڪليف

جو وڌڻ ۽ يڪدم آواز سان ٻچڻ.

**زيادتي.** - هيٺ هرڪت ڪرڻ سان، تماڪ ڇڪڻ، گهميل ٿڌي موسم ۾ ۽ پيشاب ڪان اڳ.

**ڪمي** - دٻائڻ سان ۽ درد واري طرف کي هٿ سان پڪڙڻ سان.

**مصلح** - ڪيموميلا - ڪافيا.

**مخالف** - ايسي ٽڪ ايسڊ - سرڪو - شراب.

**طاقت.** ٦-٣٠-٢٠٠

# ٻووسٽا (کنڀي)

## *BOVISTA*

(١) حيض جو گهٽو اچڻ - اڪثر رات جو سمهڻ وقت يا ڪڏهن صبح جي وقت ٻه گهٽو ايندو آهي. ڏينهن جو گهمڻ ڦرڻ سان گهٽ يا اصل نه ايندو، اها علامت نهايت قابل اعتماد آهي، انڪري گهٽا نوان ۽ پراڻا ڪيس اهڙي علامت ۾ ٺيڪ ٿيندا آهن. (٢) ڪڏهن امبراگريسيا وانگر ٻن ماهوارين جي وچ ۾ ٿوري محنت سان خون ايندو آهي (امبرا ۾ اڪثر اعصابي ۽ باؤگولي جهون علامتون ملنديون آهن). (٣) ليڪوريا (سيلان الرحم) پڻ نمبر ٢ وانگر ٻن ماهوارين جي وچ ۾ ايندو يا ختم ٿيڻ بعد. (٤) ماهواري اچڻ

ڪان لڳي، يا درميان- خون جي اچڻ ۾ دست. (٥)عام بدن سڄيل، انگري ڦينگهي يا چاقوءَ جي استعمال سان آڱرين ۾ نيشان ٿي پوندا آهن. (٦) مريض ڇيلهه جي چوڏاري (ايڪس وانگر) سوڙهي پوشاڪ نه پڪي سگهي. (٧) پراڻو ڏڏر ۽ چمڙيءَ جون تلڪيفون، رسٽاڪس جون علامتون هجن ۽ اها ڪم نه ڪري ته پوروسٽا ڏيڻ گهرجي. ڏڏر سان گڏ دست اچن- (٨) چلڪي دار ايگزيما، خارش گرميءَ ۾ وڌيءَ ڪنهڻ سان افاقو نه ٿئي. جيڪڏهن ايگزيما جسم تي گهڻي هجي ته هميشه پوروسٽا ڏانهن خيال ڪجي. هٿن جي پٺيءَ تي ايگزيما. (٩) دمچيءَ جي مٿان شديد خارش (١٠) بغل ڪان بصر جي بوءِ اچڻ. (١١) مريض جي هٿن مان بي اختيار شين جو ڪرڻ. (ايپس ۽ ايگريڪس وانگر. (١٢) مريض جي زبان، هٿن وانگر بي قابو جنهن ڪري لفظ غلط سلط ڳالهائي ويندو اهڙي طرح دماغ پڻ، لکڻ وقت غلط لفظ لکي ويندو. (١٣) هن دوا جو قولنج ڪالوسنٿ مثال آهي. مگر ماني کائڻ سان آرام، پيشاب ڳاڙهو ۽ تورو (ڪالوسنٿ ۾ غذا کائڻ سان پيٽ جو سور وڌندو آهي، ۽ پيشاب ڳاڙهو نه هوندو آهي) (١٤) بلغم گهڻو گهاٽو ليسدار (ڪالي بائيڪروم وانگر) (١٥) ڪوئلي جي گيس جا برا اثر

(ايونيا ڪارب) (١٦) نڪهير خاص طرح صبح جي وقت.
**خاص علامتون** - ماهواري خون جو گهٽو اچڻ، صرف راتيو.

**مصلح** - ڪيمفر

**مخالف** - ڪافيا.

**طاقت** - ٦ ۽ ٣٠

# بيسي لينم (سلھ جو زهر)

## *BACILLINUM*

(١) هيءَ دوا سلھ ۾ ڪم اچي ٿي - گويا ڦڦڙن لاءِ ٽانڪ آهي (٢) بلغمي کنگهه ۽ نزلي وارن ٻڍڙن مرضن لاءِ بہ مفيد آهي (٣)، ڦڦڙن ۾ رت جو دورو ڪمزور، بار ۽ مونجهہ (۴) مريض - سردي جلد قبول ڪري يعني کيس سردي جلد لڳي (٥) هن جي استعمال سبب، سلھ ۾ تڪ جو انداز ۽ بلغم جو اخراج گهٽ ٿي ويندو. (٦) رت جو دورو ڪمزور- رات جو ٿڌي گهنڊيندڙ کنگهہ (٧) ڪوڙيءَ جي سور لاءِ مفيد آهي. (٨) پيريءَ ۾- ٻڍاپي نزلي جي شڪايت ۽ بلغم جو گهڻو اخراج. (٩) ڏندن تان ميراڻ لاهڻ لاءِ تمام مفيد آهي. (١٠) بلغمي دم.

**خاص علامتون:-** سلهه ۽ پراڻو نزلو، رت جو دورو، ڪمزور.

**زيادتي -** رات ۽ صبح جو- ٿڌي هوا ۾.

**معاون -** ڪلڪيريا فاس - ڪالي ڪارب -

**طاقت:-** ٣٠-٢٠٠ ۽ بلند- هن دوا جون خوراڪون، جلد جلد نه ڏجن، نڪي ڏهن ٣ ڪان گهٽ ڏجن.

# بيلا ڊونا (جهنگلي مڪو)

## *BELLA DONNA*

(١) هيءَ روزانه استعمال جي دوا آهي، انڪري هنجي تصوير کي هر وقت خيال ۾ رکڻ گهرجي. (٢) هيءَ گهڻي رت وارن، مضبوط ٻارن ۽ وڏن جي دوا آهي. (٣) هن جون علامتون يڪدم ۽ سخت ظاهر ٿين ٿيون. (٤) ٻارن ۾ عموما ٻه نيشانيون ١- مٿو گرم ٢- پير ٿڌا ۽ ننڊ ۾ ڇرڪ ۽ ڇرڪ ڀري اٿڻ (عام طرح بيلا ڊونا جو مريض، ايڪونائيٽ جي ابتڙ ۽ برائي اونيا وانگر مات ۾ سهيل هوندو آهي. (٥) بيلا ڊونا جي خاص علامت، دماغ ڏي رت جو جمع ٿيڻ آهي. جنهن ڪري اکيون ۽ چهرو ڳاڙهو، مٿو گرم ۽ پير ٿڌا هوندا آهن. جيڪڏهن خون گهڻو گڏ ٿيندو ته وڏن ۾ جابول ۽ ٻارن ۾ تشنج (ڳڀ ڙيون) پيدا ٿيندا يون.

(٦) درد يڪدم ظاهر ٿين ۽ ٿوري دير ڪانپوءِ غائب. (٧) ٽي بجي منجهند جو علامات زيادہ ٿين. (٨) ڪپڙن پڪڙڻ سان آرام ۽ لاهڻ سان تڪليف. (٩) چهڻ سان. (١٠) هر قسم جي ابتدائي سوزش. جنهن ۾ ڳاڙهاڻ، گرمي، سوڄ ۽ تيز درد هجن. ان مقامي اجتماع خون کي ضرور روڪيندي. استعمال ڪريو.

**خاص علامتون-** مٿي ڏانهن خون جو اجتماع جنهن ڪري مٿو گرم، اکيون ڳاڙهيون ۽ پير ٿڌا ٿيندا آهن.

**زيادتي-** ڇهڻ، حرڪت ڪرڻ، گوڙ، هوا جي جهوٽي ۽ چمڪدار شين ڏسڻ سان (هائيڊرو فوبيئم استراموٽيم) ٽي بجي منجهند بعد، رات جو اڌ رات جو پيٺڻ، مٿي اگهاڙي ڪرڻ ۽ سمهڻ وقت.

**ڪمي-** آرام- بيهڻ ۽ سڌي ويهڻ سان- گرم جاءِ ۾

**معاون-** بوريڪس- هيپر سلفر- موڪ سال- نيٽرم ميور- ڪاڪيريا ڪارب. (هي ٽ بيلا ڊونا ڪانپوءِ ڏجي).

**مصلح-** ڪيمفر- ڪافيا- اوپيم- ايڪو نائيٽ- پلسٽلا- هائيو سائيمس.

**مخالف-** ايسيٽڪ ايسڊ- ڊلڪامارا- سرڪو.

**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# پائيرو جينم (بدبودار ڳائي گوشت مان ٺهيل دوا)

### *PYROGENIUM*

(۱) رت جي بدبودار ۽ زهريلو ٿيڻ لاءِ، هيءَ اول نمبر دوا آهي. (۲) پرسوتي بخار، مثل ٻار جي پيٽ ۾ هئڻ يا ٻار ڄڻڻ جي سبب زهريلي ۽ سخت بدبودار علامتون ٿين. (۳) گندين نالين يا ڳريل لاشن جي زهريلي گيسن جا بد اثر- آپريشن جو زهر، ٽائيفائيڊ، تپ دق، هناق، پراڻي مليريا ۽ ٻار ڄڻڻ جا بد اثر (۴) سڄي بدن ۾ سور بسترو سخت معلوم ٿئي ۽ مريض سخت بي آراميءَ سبب پاسا بدلائي. (۵) زبان ٻاهه وانگر سرخ ۽ ڦاٽل (۶) دائمي بدبودار قيءِ. (۷) پاخانو سخت بدبودار (۸) زهر جي اثر سبب دل جو ڌڙڪو، جو سمهڻ نه ڏئي (۹) بخار ۾ بدبودار پگهر- نبض ۽ ٽمپريچر ۾ فرق (۱۰) پراڻا ڪيس، جن ۾ رت جي زهريلي هئڻ جي هسٽري ملي.

**خاص علامتون-** رت جو بدبودار ۽ زهريلو ٿيڻ. خصوصا ويم جي بخار ۾ بدبودار اخراجات ۽ زهريلي حالات.

**ڪمي-** حرڪت سان آرام.

**معاون-** پرائي اونيا.

**طاقت-** ٦، ۳۰ ۽ بلند- خوراڪ جلد جلد نه ڏجي.

# پٽروليم (پيٽرول مان ٺهل تيل)
## *PETROLEUM*

(١) چمڙيءَ جون علامتون ظاهر ۽ هڪ خاص ڳالهه
هن ۾ هيءَ آهي ته چمڙيءَ جون تڪليفون (داڳا) گرميءَ
۾ پاڻمرادو ٺيڪ ٿي وڃن ۽ سرديءَ ۾ ٻاهر نڪرن.
(٢) چمڙيءَ جا داڳا خصوصا ايگزيما مٿي تي، ڪن جي
پويان، خصين، مقعد، هٿن پيرن ۽ ٽنگن تي ظاهر ٿي پون
آڱرين جون چوٽيون ڦاٽي پون ۽ انهن مان رت وهي.
(٣) معمولي ڌڪن ۾ پونءِ پڪجي وڃي. (٤) دست،
صرف رات جو ۽ ڏينهن جو درست. (٥) مٿي جي
پوئين حصي ۾ درد ۽ بار گويا سيهو پيل آهي. (٦)
سامونڊي بيماري، حرڪت سان اوڪارا ۽ قيءَ جو
پيدا ٿيڻ، ٻيڙي، موٽر يا گاڏيءَ ۾. (٧) ٻن جسمن جو
خيال، مثلا جنهن عورت هڪ ٻار ڄڻيو آهي، خيال
ڪري ته ٻه ٻار ڄڻيا اٿم، پوءِ پريشان ٿئي ته ٻن ٻارن
جي پالنا ڪيئن ڪندي؟.

**خاص علامتون-** چمڙيءَ جون تڪليفون، سرديءَ
۾ ظاهر ٿين، سمنڊ جي بيماري ۽ ڏينهن جو دست.

**زيادتي-** گاڏيءَ ۾ چڙهڻ سان، طوفان ۽ سياري
جي مند ۾.

**ڪمي-** گرم هوا ۾.

**مصلح—** نڪس واميڪا- ڪاڪولس.

**معاون—** سيپيا.

**طاقت—** Q، ٣x-٣٠-٢٠٠

# پلسٽلا (گل لالہ)

## *PULSATILLA*

جيڪڏهن نڪس واميڪا کي مردن جي دوا چيو وڃي تو ته پلسٽلا کي عورتن جي دوا چوڻو هوندو. ڇاڪاڻ ته هي دوا جون عورتون زياده بيمار ٿين ٿيون. (٢) مريض جو مزاج نهايت نرم ۽ نازڪ ڳالهه ڳالهه تي روئي (٣) مريض ٿلهي (٤) هي دوا جون ملامتون عورتن جي مزاج وانگر مٽجن ٿيون. مثلا درد جايون مٽائن ٿا. ماهواري هڪ ڏينهن ڪڏهن جاري ڪڏهن بند. پر دست هڪ رنگ جهڙا نه ايندا- مريض ڪڏهن خوش ته ڪڏهن روئي. يعني گهڙيءَ ۾ ماسو ته گهڙيءَ ۾ تولو. (٥) اڃ اصل ڪانه، مگر واتخشڪ. (٦) گرميءَ، گرم ڪمري ۽ گرم شين سان تڪليفون وڌي وڃن. سردي، سرد شين ۽ ٿڌي هوا سان تمام تڪليفون گهٽجن ٿيون. (٧) دردن سان سردي لڳي مگر باوجود سرديءَ جي کليل هوا ۾ آرام (٨) هر وقت مريض تازي کليل هوا ۾ رهڻ پسندڪري ٿو. (٩) شام جي وقت تمام تڪليفون وڌن. (١٠) سڻڀين شين، ڪائڻ خصوصا ڪيڪ، پيسٽريءَ سان معدي جون تڪليفون وڌي وڃن (١١) وات جو ذائقو خاص طرح صبح جو خراب. (١٢) جسم جون

رطوبتون مثلا ڪن جي پونءِ، بلغم، پرميل جو مواد گهاٽو ٿڪو يا زردي مائل سبز، جو غير تيزابي هوندو آهي (١٣) رطوبات جي ڏيکڻ جا برا اثر مثلا ماهواري بند، ڪن جي پونءِ ۽ ڪير وغيره. (١٤) وهندڙ يا پسڻ سبب حيض بند ٿي وڃي (١٥) حيض سياهي مائل، دير سان ۽ ٿورڙو، بلوغت وقت اچي. (١٦) دوران حمل ۽ بلوغت جا عارضا اڪثر پلسٽلا جي طلب ڪن ٿا. (١٧) آهستي آهستي گهمڻ ڦرڻ سان سيني تڪليفن ۾ آرام (١٨) فولاد استعمال ڪرڻ جا بد اثر (١٩) ارڙيءَ جا بد اثر (٢٠) سمهڻ مهل بار بار پيشاب (٢١) پر ميل جو مادو خصوصن ۾ لهي پوي (٢٢) جنتي پلسٽلا جون نشانيون ملن ۽ ڪم نه ڪري تہ ان بعد سليشيا ۽ ڪالي سلف ڪم آڻجن.

**خاص علامتون:-** روئڻ وارو مزاج، گرميءَ ۾ زيادہ، سرديءَ ۾ گهٽ. پياس ڪانہ مگر وات خشڪ، زرد رطوبات. تبديل ٿيندڙ علامتون ۽ شام جو وقت هن جون بنيادي نشانيون آهن.

**زيادتي:-** گرم تنگ جاءِ ۾، شام جو سج لهڻ مهل، سڌيءَ ۽ چرٻ ڪاڌن کائڻ سان.

**ڪمي:-** کلي هوا ۾، درد واري پاسي تي ليٽڻ سان (برائي اونيا) ٿڌي جاءِ ۾، ٿڌين شين کائڻ ۽ پيئڻ سان ٿڌين شين لڳائڻ سان (ڪالي ميور)

**معاون:—** ڪالي ميور - لائيڪوپوڊيم - ايسڊ سلف.
**مصلح :-** ڪافيا - ڪيموميلا - نڪس وا ميڪا اگنيشيا
**طاقت :-** ٦ - ٣٠ - ٢٠٠ - ١٠٠٠

# پوڊوفائلم (مي ايپل وڻ)

## *PODOPHYLLUM*

(١) دستن لاءِ چوٽيءَ جي دوا آهي (٢) ٻارن ۾ ڏندن نڪرڻ وقت ۽ گرم موسم ۾ دست. (٣) آنڊن ۾ گڙ گڙاهٽ گهڻي، وڏو ۽ سخت بدبودار دست زور سان ٻاهر نڪري ۴) بغير درد جي دست. (٥) دستن کانپوءِ ڪمزوري ڇاڪاڻ ته وڏي مقدار ۾ دست ۽ رطوبت ضايع ٿيڻ ڪري بدن ڏٻرو ٿي ويندو. (٦) دستن جو رنگ زرد يا سبز پاڻيءَ جهڙو. (٧) ٻار انهن هلاڪ ڪندڙ حالتن ۾ مٿي کي هيڏي هوڏي ڦيرائي، ڪنجهي، اکيون اڌ کليل رهن، ننڊ ۾ ڏند ڪرٽي ۽ اوباسيون ڏئي. مطلب ته موت جا ابتدائي اثر ڏسڻ ۾ ايندا (٨) ڏندن نڪرڻ وقت ٻار ٻهارن کي دٻائيندو آهي. (٩) صبح جو دست گهڻا ۽ شام جو سخت پاخانو (١٠) پاخاني ڪرڻ وقت مقعد ٻاهر نڪري پوي ۽ عورتن ۾ ڳهڻ ٻاهر نڪري پوي (١١) بخار ۾ مريض گهڻيون ڳالهيون ڪري. يرقان ۽ بخار (١٢) مريض جگر کي هٿ

سان لاڳيتو موٽيندو رهي.

**خاص علامتون** - گهٽي مقدار ۾ شديد بدبودار پاڻيءَ جهڙا دست، جو بار کي ڪمزور ڪري ڇڏين

**زيادتي** - صبح جو سوير (ايلوز، نڪس واميڪا، سلفر) اونهاري ۾ ڏندن ڄمڻ وقت.

**معاون** - سلفر

**طاقت** - ٣-٦-٣٠-٢٠٠-١٠٠٠

# ٿوجا (چنڊرس)

## *THUJA*

(١) سوزاڪ جي پراڻي زهر دفع ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهريون نمبر دوا آهي. اهو پراڻو زهر ممڪن آهي ته والدين کان ورثي ۾ مليو هجي. (٢) گوبيءَ جي گل جهڙا ڦڙا يا مسا (جلدي نباتات) هميشه ٿو جاچي طلب ڪن ٿا - اهي ڦڙا پراڻي سوزاڪ جي زهر کان پيدا ٿين ٿا. (٣) سوزاڪ جي غلط علاج يا دٻجي وڃڻ ڪري بد اثر خواه کهڙي به صورت ۾ ظاهر ٿين. (٤) تازي پرميل ۾ جڏهن ڪيٽابس استائيوا فائدو نه ڪري ۽ پيشاب جي ڌار پن ياڳن ۾ نڪري (٥) ماتا جي ٽڪن جا بد اثر خواه تازا هجن يا پراڻا، بلاشڪ ٿوجا تن جي دوا آهي. (٦) ماتا ڪانبوءِ بد اثر. (٧) چاءِ جا بد اثر

(٨) مقعد ۾ نرم گومڙ (ڳوڙهي) خاص عضوي تي ڦٽا. (٩) ڪڇي اولڙيءَ ۾ سور، چڻ ڪوئي ڪلي ٺوڪي رهيو آهي. (١٠) جنهن جاء تي ڪپڙو ڍڪيل، اتي ڪل خشڪ ۽ جتي ڪپڙو نه هجي، اتي پگهر (١١) گهميل ٿڌي موسم ۾ سيني علامتن ۾ زيادتي- (١٢) مٿان ڪان هيٺ ڪرڻ جا لاڳيتو خواب) (١٣) عجب جهڙا احساس مثلا بدن شيشي جو ٺهيل آهي ۽ ڌڪ لڳڻ سان ڀڄي پوندو. يا پيٽ ۾ ڪو جيئرو جانور آهي يا چنگهون ڪاٺي ء جون ٺهيل آهن .(١۴)ماتا جي ڪامياب دوا آهي (١٥) نانگ جي ڏنگ جا پراڻا اثر.

**خاص دلامتون :-** تازي يا پراڻي سوزاڪ جا بد اثر، ماتا جي ٽڪن جا بد اثر.

**زيادتي-** رات جو، بستري جي گرميءَ کان- ٣ بجي صبح ۽ ٣ بجي شام جو- ٿڌي گهميل هوا ۽ مصالحن کان

**معاون -** ميڊورينم، سباڊلا، سليشيا، آرسينڪم البم ۽ نيٽرم سلف.

**مصلح -** مرڪيورس، ڪيمفر، سائنا

**طاقت -** Q، ٣٠ - ٢٠٠

## ٽرنٽولاهسپانيه (اسپين جو ڪوريئڙو)

*TARANTULA HISP*

(١) هن دوا جي تمام علامتن مان هستريا نظراچي ٿي

(٢) سبب کان وڏي علامت نهايت بيقراري ۽ بي آرامي آهي. جنهن سبب مريض هر وقت حرڪت ڪندو رهي ٿو. هٿ ۽ پير هروقت حرڪت ۾ رهنا (٣) مريض هر وقت ڪونہ ڪو ڪم ڪندو رهي ٿو، نہ جيئن حرڪت ۾ رهي پر انهن سڀن حرڪتن مان ان کي تڪليف ٿئي ٿي (٤) بي آراميءَ جو مثال آرسينڪم البم مان ملي ٿي مگر آرسينڪم البم ڪم نہ ڪندي (٥) پيرن کي حرڪت ۾ رکڻ جو مثال زنڪم ميٽ ۾ ملي ٿي مگر هن دوا ۾ هٿ بہ حرڪت ۾ هروقت رهن ٿا (٦) جيئن رعشہ ۾- سمهيل حالت ۾ سڄي ڪپڙي ڏڪندا رهن (٧) عورتن ۾ شهوت جو جنون ۽ خاص عضوا پرحس (٨) راڳ- مريض تي خاص اثر ڪري ٿو. علامتون وڌن يا گهٽ ٿين تيون. (٩) مريض لوڙيءَ وانگر چالاڪ ۽ بي رحم.

**خاص علامتون** - هٿن پيرن جي لڳاتار حرڪت ۽ بي آرامي.

**زيادتي**- حرڪت ڪرڻ، ڇهڻ- گوڙ ۽ موسم جي تبديل سان.

**ڪمي** - کلي هوا ۾ - ڪائڻ سان.

**معاون** - آرسينڪم البم.

**مصلح**-ايڪس-بوُسٽا-ڪاربوويج - چيليڊوينم- جيليسوم

**طاقت** - ٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# ٽيوبرڪيولينم (دق ۽ سلهه جي جراثيم مان تيار ڪيل دوا)

## *TUBERCULINUM*

١(١) سلهه ۽ دق وارين حالتن ۾ نهايت ضروري دوا آهي ۽ سوچ ۽ سمجهه سان استعمال ڪرڻ لازمي آهي. (٢) جن خاندانن ۾ سلهه ۽ دق ورثي ۾ هليو اچي يا جن گهرن ۾ گهڻا ماڻهون بيمار ٿيا هجن، ٻچيل افراد جي بچاءَ لاءِ نهايت ضروري دوا آهي. (٣) سلهه ۽ دق وارن خاندانن ۾ ڪهڙي به تڪليف هجي ۽ منتخب ڪيل دوا فائدو نه ڪري يا ٿوري وقت کان پوءِ اثر غائب ٿي وڃي ته اتي ٽيوبرڪيولينم استعمال ڪجي. (٤) ان جو مريض ڏٻرو، ڇاتي سوڙهي، دماغ تيز ۽ جسم ڪمزور، چپ اينترا ڳاڙها جڻ رت ٿو ٽڪري، هڪ جاءِ تي نه ٽڪي سگهي- هر وقت مسافريءَ ۾ رهڻ پسند ڪري، سٺي غذا کائڻ هوندي به ڳرندو ڪنڍا ٿيندو وڃي. (٥) علامتون پيون مٽجن، ڪڏهن ڪهڙو عضوو بيمار ته ڪڏهن ڪهڙو. سنڌن جا سور پيا بدلجن. (٦) کليل هوا جي گهڻي خواهش. مريض در ۽ دريون کليل رکڻ چاهيندو مگر ٿوري ٿڌي هوا ۾ نئون زڪام ٿي پوندس يعني زڪام مٿان زڪام ۽ چوندو ته ٿڌي هوا ۾ ساهه کڻڻ سبب نئون زڪام ٿي ويو آهي.

(٧) ٿڌو کير گهڻو پسند ڪندو آهي. (٨) ڪڇي ڏڦڙ جي مٿان سور، جيڪو پٺيءَ تاءِ ويندو آهي ۽ ان جاءِ تي سڀ کان پهريون سلي مواد گڏ ٿيڻ شروع ٿئي ٿو. (٩) نوجوان ڇوڪرين ۾ حيض ديري وچي ۽ پلستلا به ڪولي نه سگهي.

**خاص علامتون** - ساهه ۽ دق جي خانداني هسٽري ۽ ٿڌي هوا کان بار بار زڪام.

**زيادتي:** ڪنن جي پويان، وارن ۾ ۽ چمڙيءَ جي تهن ۾ ڪرنڊ. ڪاهي بخار ۽ دم ۾ هيءَ دوا سوريئم بعد بهتر ڪم ڪريٿي. دق جي تڪليفن ۾ بيلا ڊونا نون حالتن ۾ آرام ڏئي ٿو.

**معاون** - ڪلڪيريا ڪارب، چائنا، برائي اونيا، سلفر، ڪالي سالف، سيپيا،

**طاقت** - ٣٠ - ٢٠٠ ۽ اعليٰ طاقتون.

## جيلسيميم (زرد چنبيلي)

## *GELSEMIUM*

(١) هن دوا ۾ تمام علامتون اعصابي ڪمزوريءَ متعلق ملن ٿيون (٢) اهڙي ڪمزوريءَ سبب هٿ، مٿي ڪرڻ سان ڏڪڻ لڳن ۽ گهمڻ سان ٽنگون ڏڪن زبان باهر ڪيڻ ۾ ڏڪي، اکيون ڪمزوريءَ سبب گهڻو وقت کولن ڏکيون ٿين. دماغ ڪمزور ۽ بي حس،

نشي جهڙي حالت، مريض ڪجهه سمجهي نه سگهي. مطلب ته مٿي ڪان پيرن تائين ڪمزوري، ڍلائپ - بي بسي - سستي، اڌ رنگ واري حالت ۽ مريض حرڪت ڪرڻ پسند نه ڪري. (۳) اهڙي ڪمزوريءَ جي تصوير جنهن به مرض ۾ ملي ته جيلسيميم ڏيڻ گهرجي. عموما انفلوئينزا، وڏي تپ (محرقه) ٻارن جي بخار، مشت زني ۾ اهي حالتون ملنديون آهن. (۴) اينتري قدر ڪمزوريءَ جو لازمي نتيجو اڌ رنگ آهي ۽ هيءَ گهڻو ڪري هر قسم اڌ رنگ ۾ خصوصا ٻارن جي اڌ رنگ ۾ ڪم اچي ٿي. (۵) يڪدم جذبات پيدا ٿيڻ ڪري اعصاب تي بچڙو اثر پوي ٿو، جنهن ڪري جذبات ڪان دست شروع ٿي وڃن ٿا. مثلا ڪنهن دوست جي ملڻ لاءِ انتظار ۾ ويٺل جهيڙي ۾، ڪنهن خوفائتي واقعي پيش اچڻ ۾ دست اچن. (٦) مٿي جي پوئين حصي ۾ درد گهڻي پيشاب اچڻ ڪانپوءِ آرام ٿئي. (۷) چڪر ۽ ڏکندڙ نظر. (۸) عصبي لرزو يعني بغير سرديءَ جي ڏڪڻ. (۹) خوف، ته جيڪڏهن حرڪت نه ڪندس ته دل بند ٿي ويندي. (۱۰) پياس اصل نه (۱۱) ٻارن جو مسلسل بخار.

**خاص علامتون-** اعصابي ڪمزوري، ڏڪڻ ۽ اڌرنگ بيهوشي ۽ پياس اصل ڪانه.

**زياڌتي-** گهميل موسم ۾، گاج ڪان اڳ-.- ٻ-ري خبـر ساں دماغي جذبي، يا تحريڪ ڪانپوءِ. تماڪ ڇڪڻ سان. جڏهن ٻنهنجن تڪليفن تـي سوچـي . جڏهن انجي نقصان متعلق ڳالهه ڪجي.

**معاون-** ٻپٽيشيا، اپيڪاڪ، ارجنٽم نائٽريڪم، سيپيا.

**مصلح-** چائنا، ڪافيا، ڊيجيٽيلس.

**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ ١٠٠٠

# چائنا (سنڪونا)

## *CHINA*

(١) جسماني رطوبتون گهڻي انداز ۾ خارج ٿي وڃڻ سبب ڪمزوري ۽ جيڪي تڪليفون پيدا ٿين، تن لاءِ روزانه استعمال جـي مجرب دوا آهـي. (٢) جسمانـي رطوبتون، ڏڪ لڳڻ، حيض گهڻي اچڻ، نڪسير، يڪدم گهڻي خون نڪرڻ يا آهستي آهستي گهڻي، خون نڪرڻ ٿيڃ پيارڻ (ٻن ٻارن کي)، گهڻن ٿڙن هوڻ، جريان، ليڪوريا ۽ گهڻو وقت دستن اچڻ سبب ڪمزوري ۽ تڪليفون. (٣) گهڻي خون نڪرڻ سبب ڪنن ۾ گهنٽيون وڄڻ، اکين اڳيان اونده اچڻ، ڪمزوري ۽ بيهوشـي، چهـرو زرد، اکين جو اندر ٻيهي وڃڻ ۽ انهن جي چوگرد نيرا گول داغ، بدن ٿڌو ۽ ڪمزوريءَ جا ڳگهر. (٤) گهڻي خون خارج ٿيڻ ڪري جلندر ٿئي. (٥) گهڻي رت برباد

ٿيڻ کري ڪمزوري، بار بار استعمال ڪرائجي، تانجو رد عمل پيدا ٿئي تنهن ڪانپوءِ وقفو ڏيئي وري ڪم آڻجي (٦) سڄو پيٽ ريح سان ڀريل، نه اوڳراين سان آرام ۽ نه ريح خارج ٿيڻ سان فرحت. (٧) غذا کائڻ بعد ريح وڌي وڃي ٿي بک گهٽجي مگر يڪدم پيٽ ڀرجي وڃي. (٨) کائڻ ڪانپوءِ فورا پاخانو اچي. (٩) چانئنا جا پاخانا عموما رات جو ايندا آهن يا ماني کائڻ ڪانپوءِ يڪدم اچن. (١٠) دست پاڻيءَ جهڙا ڦڪا، بنا درد جي ۽ غير هضم ٿيل غذا جا ايندا آهن. (١١) دست بغير درد جي ايندا مگر انهن سان ريح گهڻو خارج ٿيندو. (١٢) دوري وارن مرضن لاءِ ڀوريون نمبر دوا آهي، عموما مرض جو دورو هڪ ڏينهن ڇڏي ٻئي ڏينهن ايندو آهي. (١٣) مليريا بخار ۾ پياس، سرديءَ کان اڳ ۽ پوءِ ۽ پگهر واري درجي ۾ ٿيندي آهي، سردي ۽ گرميءَ وارن درجن ۾ پياس نه ٿيندي آهي. ٽيئي درجا مڪمل هوندا آهن. (١٤) رات جو پگهر. (١٥) ٿورڙي حرڪت سان ڪمزوريءَ جو پگهر. (١٦) حس تيز خاص طرح ٿوري ڇهڻ سان مگر سخت دٻائڻ سان آرام. (١٧) رت هميشه ڪارو ۽ ڳوڙهن سان ايندو آهي.

**خاص علامتون:-** جسماني رطوبات جو زياده ضايع ٿيڻ، ڪنن ۾ آواز، ساري پيٽ ۾ رياح ۽ دوري

وارا مرض.

**گهٽ:-** زور سان دٻائڻ ۽ اڳتي جهڪڻ سان.

**ڏهاون :-** فيرم ميٽليڪم- ڪلڪيريا فاس، ڪاربوويج، ڪالي ڪارب، آرسينڪم.

**مطابق :-** آرنيڪا، نڪس واميڪا، آرسينڪم البم، اپيڪاڪ.

**مخالف :-** ڊيجيٽيلس، سليشيا، ڪريازوٽ (چائنا بعد).

**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ اعليٰ طاقتون.

## چيليڊونيم (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *CHELIDONIUM*

(١) هن دوا جو مرڪز جگر آهي، هر قسم جون تڪليفون ۽ ان گڏ جيري جون خاص علامتون ضرور ملنديون. (٢) سڀ کان وڏي علامت سڄي ڄڀي جي هيٺين پاسي ۾ مستقل تيز درد يا سورو. اهو درد گهڻو ڪري سڄي تڪليف ۾ ملندو آهي، جا جيري جي خرابي جي علامت آهي. (٣) اکيون زرد، چهرو زرد، جلد ۽ هٿ زرد، مڪمل يرقان، پاخانو زرد سون جي رنگ جهڙو يا مٽيءَ جهڙو ۽ پيشاب زرد. (٤) زبان تي گهاٽو ۽ ڦڪو تهه ۽ پاسا ڳاڙها. (٥) ماني کائڻ سان معدي جي سور ۾ آرام.

(٦) سخت گرم شين پيئڻ سان معدي جي تڪليفن کي آرام ۽ گرم شين پيئڻ جي خواهش . (٧) لائيڪو پوڊيم جي مددگار آهي ۽ لائيڪو پوڊيم هن جو مددگار آهي - هڪ ٻئي جي اڳيان ٻنيان ڪم ڪن ٿيون . جيئن ته ٻنهي جون گهڻو ڪري علامتون هڪ جهڙيون آهن . مثلا ٻيئي دوائون سڄي طرف جون آهن ، ٻنهي ۾ ناسون حرڪت ڪنديون آهن ۽ هڪ ٻير گرم پيو ڏنو ، ٻنهي جو اثر خاص طرح جيري تي آهي (٨) سڄي طرف جون تڪليفون مثلا سڄي پرو مٿان درد، جيري جي جاء تي درد سڄي ڦڦڙ جي نمونيا، سڄي چنڊ ۾ درد ، سڄو ٻير برف جهڙو ٿڌو. (٩) ٻارن جي ڪنگهه، نمونيا ۾ جڏهن يرقان جون علامتون موجود هجن . اڪثر استعمال ڪئي وڃي ٿي .

**خاص علامتون :-** سڄي ڦڦڙيءَ جي هڏيءَ ۾ هيٺين پاسي مستقل درد ، سڄي پاسي جون علامتون - صفرا جون علامتون، گرم شين پيئڻ جي خواهش ۽ انهن سان آرام .

**معاون :-** لائيڪو پوڊيم ، برائي اونيا، مرڪيورس ڊلسس .

**مصلح :-** ڪيمو ميلا - ايڪونائيٽ، ڪيمفر، ڪافيا.

**طاقت :-** Q، ٣-٦-٣٠-٢٠٠

# ڊائسڪوريا (جهنگلي پڏاڙو)

## *DIOSCOREA*

(۱) ڊائسڪوريا، ڪالوسنٿ وانگر قولنجي دردن لاءِ مفيد آهي (۲) درد دن جي جاءِ کان شروع ٿي ساري جسم ۾ ڦهلجي وڃن، هٿن پيرن جي آڱرين جي چوٽين تائين وڃن (پلمبم وانگر مگر پلمبم ۾ پيٽ اندر لڳل هوندو آهي) اهي درد اڪثر لڳاتار هوندا مگر ٿوري دير بعد شديد ٿي وڃن ٿا. (۳) دردکي اٿي بيهڻ، گهمڻ ڦرڻ، خصوصا پوئتي مڙڻ سان آرام ايندو آهي. اهي علامتون ڪالوسنٿ جي ابتڙ آهن. ڪالوسنٿ ۾ اڳتي جهڪڻ سان آرام ايندو آهي پر دٻاءَ سان پڻ هي ۾ فائدو ٿئي ٿو. ڊائسڪوريا جو قولنج اڳتي جهڪڻ ۽ سمهڻ ۾ وڌي ويندو آهي - مريض سخت سور سبب ويهي نه سگهندو ۽ گهمڻ ڦرڻ لاءِ مجبور ٿيندو. (۴) درد، ۾ دٻاءَ سان آرام ڪالوسنٿ ۽ ميگنيشيا فاس وانگر، پر انهيءَ هڪ مشابهت ڪانسواءِ ٻيون علامتون هرڪنهن دوا جون جدا جدا آهن. (۵) هي درد، خاص طرح ڪالرا، بندش حيض، درد واري حيض، خصيتة الرحم جو درد- نهائينءَ جا عارضا، ريحي قولنج، بواسير، وائي سور، بدهضمي، اعصابي قولنج، پٿي، جيري

۽ گردي جي سور، چاءِ پيشندڙ جي شديد قولنج ۾ مليل،
مطلب ته ڪنهن به قسم جو قولنجي درد پيٽ ۾ پيدا
ٿئي . خصوصا ٻوٽڻي مڙڻ سان آرام ملي ته ٻائسڪوريا
دوا ڏيندي . (٦) نئون جي نثورن پيڙ ۾ بطور مجرب
استعمال ڪجي، خصوصا شروعاتي سوزش ، يا بار بار
سوزش ۾ بهترڪارائتي آهي . (٧) رات جو گهڻن تڙن
ٻوڙ ۾، سڄي رات عورتن جا خواب، پٺي ڏينهن گوڏا
گهڻو ڪمزور ، مردانه عضوو ٿڏو ، لڙڪيل ۽ دماغ
مايوس . (٨) جيري ڪان درد سڄي ٻي ڏانهن ٽڪو
وڃي، پٺي جو درد، سيني، چيلهه ۽ ٻانهن تائين ويندو.
آهي . صفراوي قولنج ۾ ٢٠ کان ٤٠ قڙا، مدر تنڪيڙ
جا اڌ پاءِ پاڻي ۾ وجهي، هڪ هڪ چمچو اڌ يا ٻن
ڪلاڪن بعد ڏيڻ ڪن ڊاڪٽرن جي چوڻ موجب
مجرب آهي . (٩) معدي ۾ ٻڏڻ جو احساس .

**خاص علامتون** - قولنجي درد، ٻوٽڻي جهڪڻ سان
آرام، نثورن پيڙ ۽ صفراوي قولنج لاءِ مجرب.

**زيادتي** - ليٽڻ ، ويهڻ ۽ اڳتي جهڪڻ سان .

**ڪمي** - حرڪت سان، ٽڪ هوندي به هلڻ لاءِ مجبور.

**مصلح** - ڪيمفر - ڪيموميلا .

**طاقت** - ٦-٣٠

# ڊروسرا (هڪ گاهه جهڙو ٻوٽو)

## *DROSERA*

(۱) هانيمن اعظم وٽ، وڏي کنگهه لاء مجرب دوا آهي. انجي حڪم بموجب جيڪڏهن هن دوا جون علامتون ملن ته ۳۰ طاقت جي فقط هڪ خوراڪ ڏيئي، ست- اٺ ڏينهن انتظار ڪجي. عموما هڪ خوراڪ سان ئي ڪافي فائدو ٿي ويندو. (۲) وڏي کنگهه ۾، سخت دورا، جلد جلد پيدا ٿين. اڌ رات کانپوء دورا، سمهڻ سبب تيز کنگهه ٿئي ۽ ويهڻ ۾ آرام. بيمارکنگهڻ وقت ٻيٺي هٿ سيني تي رکندو آهي. کنگهه آخر تشنج ۾ ختم ٿئي ٿي ۽ شديد حالت ۾ نڪ يا وات مان رت وهي ٿي- قيء اچي ٿي، ڪاڙو پيتو ۽ بلغم نڪري ويندا آهن. (۳) کنگهه سان گڏ نڙي ويهجي وڃي ٿي. (۴) ارڙي جي سلهه ۽ کنگهه. (۵) ارڙي کان پوء کنگهه. (٦) وڏي کنگهه ۾- مرض کان بچاء طور اڳيم استعمال ڪرڻ گهرجي. (۷) هر قسم جي کنگهه- جنهنکي ڊروسرا ٺيڪ ڪري ٿي. کنگهه ختم ٿيڻ کانپوء گهڻو بلغم نڪرندو آهي ۽ وڏي کنگهه ۾ قيء ٿيندي آهي.

**خاص علامتون-** وڏي کنگهه، سمهڻ يا اڌ رات

ڪانپوءِ دورا وٺن.
**معاون** - ڪاربوويج، نڪس واميڪا - سلفر.
**مصلح** - ڪيمفر.
**طاقت** - ٦-٣٠-٢٠٠

# ڊلڪامارا (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *DULCAMARA*

(١) هن دوا جون علامتون ٿڌي گهميل موسم ۾ يا يڪدم گرميءَ کان سردي ٿيڻ ۾ زيادہ ٿين ٿيون - (٢) سردي اچڻ ۾ تڪليف جڏهن موسم يڪدم گرم هئڻ کان سرد ٿي ٿئي (٣) ڏينهن گرم ۽ راتيون ٿڌيون جهڙيءَ طرح اونهاري جي پڇاڙيءَ ۾ ٿيندو آهي. (٤) برف جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪرڻ وارن جون تڪليفون ڇاڪاڻ تہ ٻاهر گرميءَ ۾ گرم ٿي يڪدم برف خاني ۾ اچن ٿا اهڙيءَ طرح گرم سرد ٿين ٿا. (٥) گرم سرد ٿيڻ ۾ قولنج. (٦) گرم سرد ٿيڻ ۾ ڦڪا ياڻيءَ جهڙا دست ۽ هر دست اچڻ کان اڳ ۾ سخت ڪڇينڊو درد ۽ سوري. (٧) يڪدم گرم موسم سرديءَ ۾ تبديل ٿئي. هر قسم جا ورم ۽ سور مثلا ڪنڌ جو سور، چيله جو سور، ڪليون ٻوڙڻ، زبان ۽ چاڙيءَ جا درد ۽ غدودن جو سڄڻ. (٨) سرد گهميل هوا لڳڻ سبب نزلاوي

تڪليفون جنهن ۾ ڦڪي رنگ جو بلغم گهڻو پيدا ٿئي ۽ نڪري. (٩) سرديءَ کان پگهر بند ٿي وڃڻ ڪري سوڄ يا فالج. (١٠) ٿڌ لڳڻ سبب اپار دٻجي وڃن ۽ تن جا بد اثر. (١١) حرڪت سان آرام ۽ آرام ۾ تڪليف، رات جو ۽ آرام ڪرڻ سان تڪليف وڌي.

**خاص علامتون:-** سرد گهميل موسم ۾ تڪليفن جو وڌڻ، گرم سرد ٿيڻ ۾ بد اثر.

**زيادتي** – سردي ۽ ٿڌي هوا سان، حيض، پگهر ۽ اپارن جي دٻجڻ سان، ٿڌي گهميل موسم ۾.

**ڪمي:-** هيڏي هوڏي گهمڻ سان (فيرم فاس، رسٽاڪس)

**معاون-** برئٽا ڪارب، ايلومينا- نيٽرم سلف.

**مصلح** – ڪيمفر، ڪيوپرم ميٽيلڪم، اپيڪاڪ، ڪالي ڪارب، مرڪ سال.

**مخالف:-** بيلا بونا- ليڪسس.

**طاقت-** ١x، ٣x–٣٠

# ڊجيٽيلس (گدڙ ول)

## *DIGITALIS*

(١) هن دوا جو مرڪز دل آهي. (٢) نبض اڻ معلوم، عام نبض في منٽ ٧٥ هوندي آهي مگر هن دوا جي مريض نبض ٣٠ تائين هلي ٿي، اهائي سينئي علامتن کان وڏي علامت آهي. (٣) نبض ڪمزور،

بي قاعدي ڪڏهن ڍلي ته ڪڏهن تيز مگر بي قاعدي هلندي هلندي رڪجي وڃي. (۴) رت جو دورو گهٽ ٿي وڃڻ سبب نبض سست ۽ ساه کڻڻ ۾ تڪليف، اڪري مريض وڏا ساه کڻندو آهي. سمهڻ ۾ ساه بند ٿي ويندو آهي جنهن ڪري مريض گهٻرائجي اٿي ويهندو آهي. (۵) اهڙي حالت ۾ رت صاف نه ٿو ٿي سگهي، جنهن ڪري چهرو نيرو، چپ نيرا- چمڙي نيري- ننهن، زبان ۽ ڪن نيرا ٿي ويندا آهن ۽ نيريون رڳون اپريل نظر اينديون آهن. (۶) اهڙو احساس ته جيڪڏهن مريض حرڪت ڪندو ته دل فيل ٿي ويندي. (۷) معدي ۾ ڪمزوري ۽ ٻڏڻ جو احساس. (۸) دل جي بيماريءَ سبب پاڻي ڀرجڻ. (۹) زبان صاف. (۱۰) دل ڪمزور، يرقان ۽ سفيد دست.

**خاص علامتون**- سست نبض ۽ نيراڻ.

**زيادتي**- سڌي ويهڻ وقت، حرڪت سان.

**مصلح**- ڪيمفر، ايپس، ڪلڪيريا ڪارب، ڪالچيڪم، نڪس واميڪا.

**مخالف**- چائنا، نائٽريٽ، سپرٽ ڊلسس.

**طاقت**- ۳- ۳۰- ۽ ۲۰۰

# رسٽاڪس (زهريلو انگور)
## *RHUS TOX*

(١) دردن جي دوا آهي، دردن سبب مريض آرام سان سمهي نه سگهي ۽ پاسا پيو مٽائي (٢) رسٽاڪس جو مريض خواه ڪنهن به بيماريءَ ۾ مبتلا هوندو، هميشہ سخت بي آرام هوندو ۽ هڪ جاءِ تي ليٽي نه سگهندو. (٣) حرڪت سان آرام ۽ درد گهٽ ٿين ٿا ۽ ويهڻ ۽ سمهڻ سان وري درد پيدا ٿين ٿا، انڪري مريض حرڪت لاءِ مجبور ٿئي ٿو. (٤) پهرين حرڪت سان درد وڌي وڃي ٿو مگر آهستي آهستي حرڪت قائم رکڻ سان جيئن جسم گرم ٿئي ٿو تيئن درد گهٽ ٿيندا وڃن. (٥) انسان ڏينهن جو پنهنجي ڪم ڪار ۾ لڳل رهي ٿو جنهن ڪري درد گهٽ ٿين ٿا، پر رات جو ليٽڻ سان هڪ جاءِ تي درد تيز ٿين ٿا. (٦) سرد گهميل موسم ۾ رسٽاڪس جون سڀ علامتون تيز ٿين ٿيون. مگر گرميءَ يا گرم خشڪ هوا ۾ آرام اچي. (٧) پگهر يا پچڻ ۾ رسٽاڪس جون علامتون پيدا ٿين ٿيون. (٨) بار کڻڻ ۾ سٽ اچڻ لاءِ رسٽاڪس دوا آهي. (٩) زبان ميري مگر چوٽي تڪنڊي وانگر سرخ، رسٽاڪس جي خاص علامت آهي. (١٠) تپ محرقي

۽ پيٽ بخار ۾ زبان ٽڪنڊي جهڙي سرخ چوٽي ۽ لڳاتار بي آرامي ياد رکو. (١١) ڇيهڻ جو درد، ڪنهن سخت شيء مثلا فرش تي ليٽڻ سان آرام (١٢) بخار ۾ سرديءَ واري درجي ۾ خشڪ کنگهه ۽ گرميءَ جي درجي ۾ ڏڏر. رسٽاڪس جون خاص علامتون آهن. (١٣) ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجڻ ڪري تڪليفون وڌن.

**خاص علامتون** - مسلسل شديد بيقراري ۽ پاسا مٽائڻ. حرڪت سان آرام ۽ آرام سان تڪليف - زبان جي چوٽي ٽڪنڊي سرخ ۽ ٿڌي گهميل موسم ۾ علامات جو وڌڻ ۽ گرم سرد ٿيڻ سان.

**زيادتي** - طوفان کان اڳ، ٿڌي گهميل برساتي مند ۾، رات جو خاص طرح اڌ رات کان پوء پسڻ سان - بگهر ۽ آرام وقت.

**ڪمي** - گرم خشڪ موسم ۾، گرمي يا گرم شين کائڻ سان - حرڪت سان پاسن مٽائڻ سان.

**معاون** - برائي اونيا، ڪلڪيريا فلور، فائٽوليڪا.

**مصلح** - انا ڪاربيم، ڪروٽن، برائي اونيا، گريفائيٽس.

**طاقت** - ٦ ـ ٣٠ ـ ٢٠٠ ۽ اعليٰ طاقتون.

# روٽا (حرمرو)

## *RUTA*

(۱) هن دوا جي عام شڪل يا تصوير رسٽاڪس سان ملي ٿي ـ سڄي بدن ۾ درد، تڪليفون ٿڌي گهميل موسم ۾ پيدا ٿين ۽ وڌن ٿيون. حرڪت سان آرام اچي مگر هن جي خاص علامت ڪرائيءَ ۽ پيڊين جي سنڌن ۾ سور آهن. (۲) روٽا جو خاص اثر ڪرائي ۽ مرڪي جي سنڌن تي آهي ـ جنهن ڪري انهن ۾ درد ۽ چڪ ٿئي ٿي. (۳) هڏين جي ڌڪ لاءِ، روٽا اڪثر ڪامياب دوا آهي. (۴) اکين جو سور ۽ ڪمزوري ـ جڏهن انجو سبب گهڻو پڙهڻ ۽ خراب روشنيءَ ۾ گهڻو وقت پڙهڻ هجي. باريڪ ڪم مثلاً گهڙي سازي يا سبڻ جو ڪم وغيره جنهن ڪري اکيون ٿڪجي پون ۽ درد سان پريل مگر باه مثل سڙن. (۵) مقعد جو باهر نڪرڻ ـ اگهتي جهڪڻ، بار کڻڻ يا پاخاني ڪرڻ وقت مقعد باهر نڪري پوي يا ويم کانپوءِ به باهر نڪري.

**خاص علامتون** ـ هڏين جا ڌڪ ـ ڪرائي جا درد، باريڪ بينيءَ جا بد اثر ۽ مقعد جو آساني سان باهر نڪرڻ.

**معاون** - ڪلڪيريا فاس.

**مضاد** - ڪيمفر -

**طاقت** - Q، 1x، 6x، 30

# روڊوڊينڊران (گلن وارو ٻوٽو)

## *RHODODENDRON*

(1) جهڙ ۽ طوفان کان اڳ سيني علامتن جو وڌڻ، جڏهن طوفان ۽ مينهن پوڻ شروع ٿئي ته مريض کي قدر آرام ۾ ٿئي. (2) اهڙيءَ طرح جي جي علامتون وڌن ٿيون، عموما سنڌن جا سور خصوصا ننڍين سنڌن جا درد وڌي وڃن ٿا. (3) سرد ۽ گهميل موسم ۾ تڪليف، آرام ۾ سورن جو وڌڻ، حرڪت سان آرام، (رسٽاڪس وانگر) مگر طوفان کان اڳ ۾ تڪليفن جو زياده تيز رڳو هن دوا ۾ آهي. (4) خصيين جو درد ۽ سوڄ. (5) مريض چنگهه تي چنگهه رکي سمهندو آهي.

**خاص علامتون** - طوفان کان اڳ ۾ تڪليفن جو وڌڻ.

**زيادتي** - طوفاني مند ۾، موسم جي تبديليءَ وقت
طوفان ۽ گاج اچڻ کان اڳ.- طوفاني مند ۾
بيهر ٿين.

**ڪمي** - مٿي کي ويڙهڻ سان، خشڪي، گرمي ۽ ورزش سان.

**مصلح** - برائي اونيا، ڪيمفر، ڪليميٽس نڪس
موسيڪٽا رسٽاڪس.
**طاقت** - ۳x، ۶x، ۳۰ ۽ بلند.

# رينن ڪولس بلب (هڪ قسم جو ٻوٽو)

***RANUN CULUS BULB***

(۱) ڇاتيءَ جي دردن لاءِ. پهريون نمبر دوا آهي
جڏهن برائي اونيا وانگر حرڪت سان ۽ ٻلڪامارا
وانگر ٿڌي ۽ گهميل موسم ۾ ڇاتيءَ جا درد وڌن.
(۲) هٿن جي ترين ۾ ڦوڪڻا ۽ ايگزيما، ڦوڪڻا نيري
رنگ جا هجن. (۳) شراب جي بيهوشيءَ، جا بول ۽
شراب کان پيدا ٿيل هڏڪيءَ لاءِ مفيد آهي، مدر
ٽنڪچر ۾ استعمال ڪجي.
**خاص علامتون** - ڇاتيءَ جا درد، حرڪت ۽ ٿڌي
گهميل موسم ۾ وڌي وڃن.
**زيادتي** - ڇهڻ، حرڪت ڪرڻ، هوائن جي تبديليءَ
سان، خصوصا گهميل طوفان ۾.
**مصلح** - برائي اونيا، ڪيمفر، رسٽاڪس، اناڪارڊيم.
**مخالف** - سلفر- سٽافي سيگيريا، ايسي ٽڪ ايسڊ
الڪحل، سرڪو، شراب.
**طاقت** - Q - ۳x - ۳۰ - ۲۰۰

# زنڪم ميٽيلڪم (جست)

## *ZINCUM METALICUM*

(١) هيءَ دوا اڪثر عصبيءَ ڪمزوريءَ سبب ٿيندڙ مرض لاءِ مفيد آهي (٢) داڻن وارن مرضن لاءِ- مثلاً مدي جو تپ ۽ ارڙي وغيره ۾، مريض ڪمزوريءَ سبب داڻا ٻاهر ڪڍي نہ سگهي يا نڪرڻ کان پوءِ انهن کي ٻار ڏڪي نہ سگهي. (٣) ڪمزوريءَ سبب کنگهہ ۽ دم ۾ مريض بلغم ٻاهر ڪڍي نہ سگهي، عورت- حيض جاري نہ ڪري سگهي. پيشاب اچي نہ سگهي. (٤) ان ڪمزوريءَ سان گڏ جيڪڏهن مريض کان اخراجات وهڻ لڳن تہ مريض جي تڪليفن ۾ وقتي طور آرام اچي. مثلاً بلغم نڪرڻ سان دم کي آرام ۽ حيض اچڻ سان سيني تڪليفن کي آرام- (٥) عصبي ڪمزوريءَ سبب مريض جو سڄو بدن لڏي. سنڌس ڪٽ بہ لڏي ۽ ڪيس سهارو ڏيڻو پوي (٦) داڻن جي دٻجي وڃڻ سبب ٻارن جي مٿي ڏانهن زهر هليو ويندو آهي . ان سبب سرسامي حالتون پيدا ٿينديون آهن، ٻار رڙيون ڪندو آهي، مٿي کي سڄي ڪٻي اڇليندو آهي. سنڌس منهن ڪڏهن ڳاڙهو تہ ڪڏهن پيلو- نبض ڪمزور- ٽمپريچر گهٽ جو داڻن دٻجڻ جو ثبوت آهي (٧) پيرن ۾ بي آرامي، هر وقت حرڪت ڪندا رهن، هن دوا جي هيءَ علامت

قريبا سيني کيسن ۾ ملندي آهي. (٨) نشيدار شين واپرائڻ سان سڀ تڪليفون وڌن (٩) پنا ڦڙڪن ۽ لغب ۾ جهٽڪا لڳن (١٠) مٿي جي پوئين حصي ۾ ڪمزوري ۽ بي آرامي مٿو ڪجهه وقت هڪ حالت ۾ رکڻ ڪري تڪليف ٿئي (١١) چپاهه ۾ سور.- ويهڻ سان وڌي (١٢) سڄو ڪرنگهو- سڙندڙ معلوم ٿئي (١٣) مريض فقط پوئتي جهڪي پيشاب ڪري سگهي.

**خاص علامتون** - شديد عصبي ڪمزوري- مرض غالب ۽ مريض مغلوب هجي. ٽنگون هر وقت حرڪت ۾ رهن.

**زيادتي**- نشيدار شين واپرائڻ ۽ داڙهن ڏيکارڻ سان.

**ڪمي** - جمله اخراجات جي جاري ٿيڻ سان.

**معاون** - پلسٽلا - سيپيا- سلفر - ڪلڪير يا فاس.

**مصلح** - ڪيمفر هيپر سلفر - اگنيشيا.

**مخالف** - ڪيموملا - نڪس واميڪا- شراب.

**طاقت** - ٦ -٣٠ -٢٠ ۽ بلند.

## سائنا (گندنا)

## *CINA*

(١) هيءَ دوا ٻارن لاءِ موزون آهي. پيٽ ۾ ڪيئن پوڻ سبب هي جون علامتون ظاهر ٿين ٿيون. (٢) ٻار

هر وقت نڪ کي مهتيندو رهندو آهي ۽ نڪ ۾ آگر پيو گهمائيندو آهي. (٣) چيڙاڪ مزاج، ڇهڻ يا ڏسڻ برداشت نہ ڪري. (۴) اکين جي ڇوڏاري گول ۽ زردي-وات ۽ نڪ جي ڇوڏاري اڇاڻ ۽ نيراڻ، سائنا جون ظاهري علامتون آهن. (۵) پار ننڊ ۾ ڏند ڪرٽيندو ۽ دانهون ڪندو آهي. (٦) جاڳڻ ۽ ننڊ ۾ ڳهڻ جو عمل چالو رکندو آهي. جڻ ڪا شيءِ هينان مٿي ٿڙيءَ ۾ اچي ويئي آهي. (٧) شديد بک، ڪاٺڻ ڪانپوءِ بہ بکيو، ڪڏهن ڪڏهن بک غائب ٿي وڃي ٿي. (٨) پيشاب، اٿي ٻهڻ سان کير جهڙو سفيد. (٩) وڏي ڪنگهہ جڏهن مٿي ڏنل ڪيڙن جون علامتون موجـــود هجن. (١٠) ڪيڙن ۽ ڳبڙيون. (١١) يڪدم تيز بخار جو حملو ۽ ڪيڙن جون علامتون.

**خاص علامتون-** ڪيڙن جون علامتون، خصوصاً نڪ مهٽڻ، ننڊ ۾ ڏند ڪرٽڻ ۽ کير جهڙو پيشاب.

**معاون-** ڪلڪيريا ڪارب، ٻروسرا، سلفر

**مصلح-** ڪيمفر، ڪيپسيڪم، آرنيڪا، چائنا.

**طاقت-** ٣-٦- ٣٠- ۽ ٢٠٠

# سائزي جيم جمبوليئم
# (ڄمونءَ جي ڪڪڙي)
## *SYZYGIUM JAMBOLANUM*

(۱) هيءَ دوا ڊاڪٽر ٻنهين هوميوپيٿيءَ کي ڏني ٻران ڪان گهڻو اڳ هند و پاڪستان ۾ ذيابيطس لاءِ استعمال ڪئي ويندي هئي ۽ آهي. (۲) ذيابيطس شڪريءَ (مٺا پيشاب) لاءِ بهترين دوا آهي. پيشاب مان کنڊ گهٽائڻ لاءِ ٻي ڪا به دوا هنجو مقابلو ڪري نٿي سگهي. کنڊ جو انداز يڪدم گهٽائي، انکي ختم ڪري ٿي. (۳) بدن جي مٿين حصي تي، ننڍا ننڍا سرخ داڻا نڪرن جي سخت خارش ڪن. (۴) اڃ- سخت (۵) ڪمزوري وڌندي وڃي. (٦) پيشاب- تمام گهڻو اچي. (۷) بدن تي ڦرڙيون ۽ خارش ٿين. (۸) ٻرا ڻا زخم ۽ ذيابيطس جا زخم.

**خاص علامتون-** مٺا پيشاب- اڃ ۽ پيشاب گهڻو- ڪمزوري.

**طاقت- Q-** مان ڏهه ڦڙا هر ٻن ڪلاڪن کانپوءِ يا سفوف ڏهه گرين في خوراڪ روزانو ٽي دفعا.

# سباڻــــــا

## (اٽلي جي، هڪ قديم قوم سباڻنز تان ورتل دوا جو نالو)

## *SABINA*

(۱) هن دوا ۾ گرم هوا ۽ گرم ڪمري ۾ تڪليفن جو وڌڻ، بلڪل پلسٽلا وانگر آهي - هر جيڪڏهن حيض بند يا ٿورو هوندو تہ پلسٽلا استعمال ڪجي. جيڪڏهن گهڻو حيض هجي تہ سباڻنا ڪم آڻجي. (۲) گهڻي حيض، ويم ڪانپوء گهڻي خون وهڻ، پار ڪرڻ ڪانپوء گهڻي خون وهڻ لاء مفيد آهي. (۳) سرخ رنگ جو خون- ٽڪرن ۾ ڪجهہ چميل ۽ ڪجهہ پاڻيءَ مثل هجي. (۴) ماهــــواري جلد جلد ۽ گهڻي اچي. (۵) چيلهہ کان ٽرن تائين درد هن دوا جي مرڪزي علامت آهي ۽ هرهڪ تڪليف جا عورت سان واسطو رکي. (۶) ٽين مهيني ۾ پار ڪرڻ جو خطرو، جڏهن چيلهہ کان ٽرن تائين درد هجي. (۷) ڪرائيءَ جو ورم، ٽيرن جي آڱوٺن جي سوج ۽ گهڻو حيض هجي. (۸) راڳــــ ٻڌڻ جي برداشت ڪانہ، گويا راڳـــہ هــڏين کي چيريندو وڃي. (۹) دافع سائيڪوسس دوا آهي.

**خاص علامتون-** چيلهہ کان ٽرن تائين درد، سرخ

ڳون گهٽو ٿڪرن ۾ اچي. پلسٽلا وانگر گرم مزاجي
مگر گهٽي ڳون سان.

**زيادتي** - معمولي حرڪت سان (سيڪيل) گرم هوا
يا گرم جاء ۾ (ايپس، پلسٽلا)

**ڪمي** - ٿڌي، کليل ۽ تازي هوا ۾.

**معاون** - ٿوجا

**مصلح** - ڪيمفر -

**طاقت** - Q، ٣x - ٦x ۽ ٣٠

# سلفر (گندرف)

## *SULPHUR*

(١) دافع سودا دوائن جي سرتاج دوا آهي (٦) سا ڙو خاص علامت آهي، جو سڀني علامتن سلفر ۾ ملي ٿو. مٿي جي چوٽي، هٿن ۽ پيرن جون ترريون سڙڻ معتبر علامتون آهن انهيءَ ڪري سلفر نهايت آسانيءَ سان معلوم ٿئي ٿي. (٣) ساڙي سبب مريض رات جو پير بستري کان ٻاهر ڪيندو آهي ته ٿڌا رهن. (٤) جلن، هٿن پيرن کان علاوه اکين، مقعد ۾ بواسير سان گڏ، پيشاب جي ناليءَ ۽ ڇاتيءَ ۾، سارو بدن تنور وانگر سڙندو ۽ الا دستور موجب هٿن، پيرن ۽ مٿي جي چوٽيءَ کان زياده نڪرندا آهن. (٥) اينتريقدر

ساڙي ۽ گرمي هوندي به سڄي جسم جي چمڙي خشڪ هوندي آهي، پگهر نه نڪرندو. (٦) کارش، جلن واري جنهن به کنهبو اتي ساڙو ٿيندو يعني کارش ۽ ساڙو ٻئي گڏ هوندا. (٧) کارش رات جو هنڌ جي گرمي ۾ وڌندي آهي. (٨) کارش وهنجڻ سان وڌي ٿي. (٩) جلدي امراض جي دٻجي وڃڻ جا بد اثر، جنهن ۾ هٿن پيرن جي ساڙي جون علامتون ملن. (١٠) بدن جا تمام سوراخ سرخ ڇڻ رت ٿــو نڪري مثلا چپ، ڪن، نــاسون، پنبڻيون، مقعد، پيشاب جي نالي. چپن جي شديد سرخي يڪدم نظر اچڻ واري علامت آهي، اهڙي هڪ ٻيءَ دوا ٽيوبرڪيولينم ۾ پڻ ملي ٿي. (١١) تمام سوراخن مـان تيزابي رطوبتون نڪرن ٿيون ۽ جنهن جاءِ تان نڪرن انکي ڇلي ڇڏين ٿيون ۽ سرخ ڪري وجهن ٿيون. (١٢) زبان تي سفيد تهه مگر چوٽي ۽ پاسا ڳاڙها. (١٣) سلفر جا مريض خصوصا پاڻ وهنجڻ پسند نٿا ڪــن. (١٤) باوجود وهنجڻ، صاف ٿيڻ جي بدن مان بدبوءِ اچي ٿي. (١٥) مريض کي پياس گهڻي ۽ بک بلڪل گهٽ. (١٦) صبـــح جو ١١ بجي معدي ۾ ڪمزوريءَ جو احساس. (١٧) سلفر جو مريض خاص طرح ڏيرو ڪلها اڳتي جهڪيل، بدن وانگر جهڪي هلندو، ويهڻ وقت اڳتي جهڪي

ويهندو. مريض گندو ۽ چمڙيءَ جي بيمارين ۾ گرفتار. (١٨) جڏهن دوائون فائدو ڪندي رڪجي پون ته سلفر ڏيڻ پوءِ ساڳي منتخب دوا ڏجي ته مڪمل فائدو ٿيندو. (١٩) ڪلڪيريا ڪارب سلفر کان اڳ نه ڏجي. (٢٠) سلفر ايڪونائيٽ لاءِ مزمن آهي، نمونيا ۽ ٻين تازين بيمارين ۾ ايڪونائيٽ کان پوءِ ڪم اچي. (٢١) پراڻين بيمارين جي علاج شروع ڪرڻ وقت ۽ نين بيمارين جي ختم ٿيڻ بعد گهڻو ڪري سلفر جو استعمال مفيد رهي ٿو.

**خاص علامتون** - هٿن پيرن ۽ مٿي جي چوٽيءَ جو ساڙو.

**زيادتي** - آرام، بيهڻ، بستري جي گرميءَ، وهنجڻ ۽ موسم جي تبديليءَ سان (رسٽاڪس).

**ڪمي**. خشڪ گرم موسم ۾، سڄي طرف ليٽڻ سان اٿڻ (سٽانم).

**معاون**. ايلوز، سورائينم، ايڪونائيٽ، آرسينڪم البم، بيپٽيا گا، بيلاڊونا-ڪلڪيريا ڪارب، مرڪيورس سال، پلسٽلا، پائروجينم، رسٽاڪس، سيپيا سلفر آيوڊائيڊ. (سلفر پراڻي اونيا کان پوءِ بهتر ڪم ڪري ٿو، مرڪ سال ۽ ڪلڪيريا ڪارب سلفر کانپوءِ سٺو ڪم ڪريٿو مگر اڳ نه، سلفر، اڪثر

نڪس واميڪا ۽ پلسٽلا جو مددگار آهي ۽ گهڻو
ڪري سڀني دوائن جي اثر کي تيز ڪريٿو. سلفر،
ايڪونائيٽ، نڪس واميڪا ۽ پلسٽلا لاءِ مزمن
آهي.

**مصلح** - ڪيمفر، ڪيموميلا، چائنا، مرڪسال،
پلسٽلا، رسٽاڪس، سيپيا، ٿوجا.

**مثال الف** - نڪس موسڪيٽا، ڪلڪيريا ڪارب (اڳيم)

**طاقت** - ٣x، ٣٠- ٢٠٠ - ١٠٠٠

# سلينيم (هڪ قسم جو ڌاتو)

## SELENIUM

(١) هن دوا ۾ دماغي ۽ جسماني ڪمزوري هوندي
آهي، مريض توري دماغي يا جسماني محنت ڪرڻ
سان ٿڪجي پوندو آهي ۽ بيهوش ٿي ويندو آهي.
(٢) اهڙي ڪمزوري وڏي تپ ۽ منيءَ جي ضايع
ٿيڻ بعد ۽ ٻين ٻين بيمارين کانپوءِ پيدا ٿيندي آهي.
(٣) مريض سج جي گرميءَ ۽ گرم موسم ۾ جلد ڪمزور
ٿئي ٿو. (٤) اها ڪمزوري گهڻو وقت رهي ٿي چهرو،
ٻانهون ۽ رانون سڪڻ لڳن ٿيون. (٥) مٿي، ڀرون،
مڇن ۽ مردانه عضوي جا وار ڪرن تا جنهن ڪري
انسان جي عجب جهڙي شڪل ٿيو پوي. (٦) مردانه

عضوي تي هن جو خاص اثــر آهي. مردانو عضوو
ڪمزور - انگيز (ڪتائي) تورڙو، يڪدم انـزال (ڇٽڻ)
جماع ڪانپوء نهايت ڪمزوري. (۷) شهوت جا جذبا
۽ خيال تمام گهڻا مگر عملي طـور مريض بيڪار. (۸)
مذي - اٿڻ ويهڻ، گهمڻ ڦرڻ ۽ پاخاني وقت نڪرندو
رهوي. (۹) شديد قبضي، وڏو ۽ سخت پاخانو، جو
زور لڳائڻ سان به نه نڪري، پر آڱرين سان ڪڍڻو
پوي. (۱۰) چـــاء پيئڻ جا بد اثر. (۱۱) ذهنون ۾
ڪاروبار جون ڳالهيون وسري وڃن مگر رات جو ننڊ
۾ ياد اچن. (۱۲) آڱرين جي وچ ۾ خارش.

**خاص علامتون** - عام دماغي ۽ جسماني ڪمزوري،
شهوت جا خيال گهڻا مگر جماع جي طاقت ختم
۽ شديد قبضي.

**زياداتي** - هوا جي جهوٽي سان، اس ۾، ليمن سوڊا،
چاء ۽ شراب سان.

**ڪمي** - ٿڌو پاڻي ۽ ٿڌي هوا وات ۾ وجهڻ سان.

**مصلح** - اگنيشيا، پلسٽلا.

**مخالف** - چانئنا، شراب.

**طاقت** - ۳۰-۲۰۰-۱۰۰۰ ۽ سي - ايم (لک).

# سمفائيٽم (هڏي جوڙ ٻوٽي)

*SYMPHYTUM*

(١) هيءَ دوا ڀڳل هڏن جوڙڻ لاءِ مفيد آهي (ڪلڪير فاس وانگر) جي ڏڪن سبب ڀڄي پيا هجن.
(٢) آپريشن کانپوءِ ڪپيل هڏي جو سرو سور ڪري.
(٣) ڪپڻ ۽ چيرڻ جهڙن سورن کي گهٽ ڪري ٿي.
(٤) ڪوبه هڏو ڀڄي پوي ۽ ان جا سرا پوريءَ طرح نه جڙن ۽ سور ڪن. (٥) اکين ۾ ڪنهن به شيءِ جي زور سان لڳڻ ۽ ڏڪ لڳڻ سبب، سور ٿيڻ لاءِ اڪسير آهي. مثلا ٻار جي مٺ اک ۾ لڳي وڃي (اک جي نرم ريشن تي ڏڪ لاءِ آرنيڪا ڏجي) (٦) چهنڊڙ سورن ۾ ۽ هڏي جي ڏڪ ڇٽڻ کانپوءِ رهيل سور کي ختم ڪرڻ لاءِ، آرنيڪا کانپوءِ ڏيڻ بهتر آهي.
**خاص علامتون**- ڀڳل هڏو ۽ چهنڊڙ درد.
**طاقت**- Q، 1x، 3x ۽ ٣٠-

# سمي سي فيوگا (ڪڻا ڪني)

*CIMICIFUGA*

(١) هيءَ دوا عورتن لاءِ مخصوص آهي، حيض ۾، حمل ۾ ۽ ڪراڙپ (سن ياس) ۾ جي علامتون شديد ٿين

تن لاءِ نهايت مفيد آهي . (٦) رحم جي خرابي هن دوا جي بنيادي علامت آهي ۽ ٻيون سڀ علامتون انهيءَ خرابيءَ جو عڪس آهن . (٣) رحم جي خرابيءَ سبب گوشت جي ڇڇن ۾ سور ۽ وائي دردن جون علامتون ضروري آهن، جيڪڏهن رحم جي خرابي ۽ عضلاتي درد گڏ ٿين ته سمي سي فيوگا دوا ٿيندي . (۴) ڳهڻ (رحم) جي خرابيءَ جو اثر دماغ تي پوڻ ڪري سخت اداسي ۽ غمگيني پيدا ٿئي ٿي . مريض پاڳلپڻ ڪرڻ ڪري ۾ گهيريل سمجهي ٿي ۽ خيال ڪري ته هوءَ پاڳل ٿي پوندي . نبض بلڪل ڪانه، بادگولي جون علامتون پيدا ٿي پون، مريض ويني ويني اهڙو احساس ڪري ته انجي ڪمت هينئان ڪوئو ڊڪي لنگهي ويو آهي . (٥) عجب جهڙي ڳالهه ته جيترو حيض جو خون گهڻو گهٽو اچي ٿو اوترو ئي سور سور زياده ٿيندو ويندو . (٦) وائي سور، سڄي جسم ۾ ۽ سڄو بدن ڏکي، سور ڇتڙن کان ران ۾ وڃن . (٧) ڪنڌ ڇڪجي وڃي، مٿو ڀوئتي ٿي پوي ۽ حرڪت ناممڪن ٿي پوي . (٨) مٿي جو سور، ڀوليءَ ۾ مٿان ايترو دٻاءُ جو گويا اتان مٿو ڦاٽي پوندو . ڪنڌ جي پوئين حصي ۾ درد، جيڪو ڪرنگهي جي هيٺينءَ هڏيءَ تاءِ وڃيءِ، درد اکين ۾ وڃي ٿو . (٩) سڀ

تڪليفون گهميل موسم ۾ زياده ٿين. (١٠) نرن جا سور- سڄي ڪنهن طرف تيز ٿين ٿا- (١١) ٿرڪو، چڪ ۽ گڏ ٿيڻ ماهواريءَ وقت پيدا ٿين ٿيون. (١٢) سڻ ياس يعني هيض بند ٿي وڃڻ ڪالپوءِ- ڪنهن به جي هينان مستقل درد.

**خاص علامتون** - گهرڻ جون خرابيون ۽ انجا معڪوس اثر يا علامتون، وائي سور، ٿڌي ۽ گهميل موسم ۾ تڪليفن جو وڌڻ.

**مصلح** - ايڪونائيٽ، بپٽيشيا. (ڊاڪٽر ڪينٽ جي چوڻ موجب ڪن حالتن ۾ هيءَ دوا ڪالوفائلم سان ملي جلي ٿي. هن جو مقابلو پلسٽلا، سيپيا ليڪرم ميور، ٿليم ٽگرينم، ڪالو فائلم ۽ اگنيشيا سان ڪرڻ گهرجي.

**طاقت** - Q، ٣x - ٣٠ - ٢٠٠ ۽ ١٠٠٠

## سينگوئنيريا (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *SANGUINARIA*

(١) هيءَ سڄي پاسي جي دوا آهي. اڪثر علامتون جسم جي سڄي طرف پيدا ٿين ٿيون. (٢) سڄي پاسي جو مٿي ۾ درد، جو ڪياڙيءَ کان هلي سڄي اک جي مٿان بيهي رهي. صبح جو شروع ٿئي

ٿو، سڄو ڏينهن تيز ٿي، شام جو ختم ٿي وڃي ٿو ۽ دوري سان درد ٿيندو آهي. اڪثر ٽين يا ستين ڏينهن ظاهر ٿئي ٿو، درد سان گڏ اوڪارا ۽ قيءِ ٿيندي آهي. اونداهي ڪمري ۾ ۽ چپ چاپ ليٽڻ سان آرام مگر روشني ۽ حرڪت سان تڪليف ٿئي. (۳) سڄي ڪلهي ۽ ٻانهن جو واڱي سور، رات جو بستري ۾ وڌي وڃي جنهن ڪري ٻانهن مٿي نه ڪري سگهجي. (۴) سڄي ڦڦڙ تي زيادہ اثر. (۵) شديد ڪنگهه يا نموليا کان پوءِ جڏهن ڇاتيءَ جون علامتون هميشه قائم رهن ۽ ڦڦڙن ۾ سلهه جو خطرو پيدا ٿئي ته گهڻو ڪري هن دوا جون هيٺيون علامتون پيدا ٿين ٿيون. (۶) ڪنگهه تر، بلغم ۽ ساهه ۾ بدبوءِ پيدا ٿئي ٿي جنهن کي بيمار پاڻ محسوس ڪري ٿو. ڇاتيءَ جي هڏيءَ پٺيان گرمي ۽ باريا چڪ، ڇاتيءَ ۾ ساڙو، پيٽ ۾ساڙو ۽ دست. (۷) ڳلن تي گول ڳاڙهاڻ، جا گهڻو ڪري دق ۾ ملي ٿي - گرميءَ جون لهرون، مٿي ۽ ڇاتيءَ ڏانهن خون جو جوش ۽ هٿن پيرن ۾ ساڙو (۸) عورتن ۾ حيض بند ٿي وڃڻ بعد گرميءَ جون لهرون، جڏهن ڳلن جي گول سرخي ڏسڻ ۾ اچي.

**خاص علامتون** - سڄي طرف علامتن جو ظاهر ٿيڻ خصوصا سڄي اک، جو درد، سڄي ڪلهي ۽

سڄي ٻانهن جو درد وغيره، بلغم ۽ ساهه ۾ بدبوءِ ۽ جلن.

**معاون** - اينٽي مونيم ٽارٽ، فاسفورس.

**طاقت** - ٦x - ٣٠ ۽ ٦٠٠ -

# سيپيا (مڇيءَ جي ڪاري ڳڳ)

## *SEPIA*

(١) هيءَ دوا پلسٽلا وانگر اڪثر عورتن جي مرض ۾ ڪم ايندي آهي. (٢) ڳهرڻ جي تڪليف ۾ زناني عضوي جو بار هيٺ هڇي ۽ ائين معلوم ٿئي ته ڄڻ وارا سڀ عضوا ٻاهر نڪري پوندا. اها سڀ کان مشهور علامت سيپيا جي آهي. (٣) مريض ان عضون کي ٻاهر نڪرڻ ۽ گهٽي درد جو احساس دفع ڪرڻ لاءِ پنهنجون ڄنگهون هڪ ٻئي تي رکي انکي دٻائيندي آهي. جنهنڪري ڪجهه وقت آرام محسوس ڪندي آهي (٤) ائين معلوم ٿئي ته پيٽ جا سڀ عضوا ڍلا ٿي لڙڪي پيا آهن، معدي جي هيٺ ڪرڻ جو احساس ۽ ڦر معدي جي ڪمزوري. (٥) مٿين علامتن سبب ڳهرڻ جو ڪرڻ قدرتي ڳالهه آهي. ڳهرڻ جي جاءِ متاثر لاءِ سيپيا هڪ ڪامياب دوا آهي. (٦) مقعد تي بار گولي جهڙو. (٧) نڪ، چهري خصوصا

ڳنڍڻ تي ٽڪا ۽ پورا داغ، سيپيا جي نهايت آسان علامت آهي. (٨) ننڊ جي ڀرين وقت ۾ پيشاب جو نڪرڻ. (٩) پيشاب ۾ ٿانو کي چنبڙندڙ ڳاڙهي رنگ جي واري ۽ پيشاب بد بودار. (١٠) سلفر وانگر گرميءَ جون لهرون حيض بند ٿيڻ واري عمر ۾ ڳهر ۽ ڪمزوري. (١١) سڀ درد هيٺان کان مٿي وڃن. (١٢) مٿي جي پراڻي سور ڪانپوء ۽ حيض بند ٿيڻ واري عمر ۾، وارن جو گهڻو ڪرڻ. (١٣) مڙس، ٻارن ۽ پنهنجن عزيزن جي محبت غائب ٿي وڃي ۽ مايوسي هميشه رهي. (١٤) پلسٽلا جي عورت ٿلهي هوندي آهي ۽ سيپيا جي عورت ڏٻري ۽ سنهي هوندي آهي.

**خاص علامتون -** زنانه عضوي جو هيٺين طرف دٻاءُ، نڪ ۽ چهري جا ٽڪا ۽ پورا داغ.

**زيادتي -** منجهند ۽ شام کان پوء، ٿڌي يا خشڪ مغربي هوا سان. گهڻي جماع کان، آرام کان، گهميل موسم ۾، مٽي جي طوفان کان اڳ- (سوريئم)

**ڪمي -** بستري جي گرمي، گرم سيڪ ۽ سخت محنت کان.

**معاون -** نيٽرم ميور، فاسفورس، نڪس واميڪا، نيٽرم فاس، سلفر، سوريئم، پلسٽلا.

**مصلح -** ايڪونائيٽ، اينٽي مونيم ڪروڊ، اينٽي مونيم

ٿارت ، رسٽاڪس ، سلفر .
مخالف - ليڪسس ، پلسٽلا ، برائي اونيا .
طاقت - ۳ - ۳۰ - ۲۰۰ ۽ بلند .

# سيڪيوٽا (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *CICUTA*

(۱) هن دوا ۾ شديد ڇڪ ڇڙون پونديون آهن جنهن ڪري چهرو خوفناڪ ٿي ويندو آهي . ٻي ڪابه دوا ڇڪ ڇڙين جي سخت حالت ۾ هن دوا جو مقابلو ڪري نه ٿي سگهي . (۲) سڄو بدن ۽ مٿو ڪمان وانگر پوئتي ڇڪجي ويندو آهي (۳) ڇڪ ڇڙين ڪري مريض جا عضوا مختلف صورتن ۾ مڙي ويندا آهن خصوصا پوئين طرف. (۴) ڇڪ ڇڙين ۾ بيهوشي ٿئي ٿي . (۵) ڇڪ ڇڙين ۾ وات مان ڪڄي، اکيون هڪ جاءِ تي بيهي رهن ، ساهه ۾ تنگي ، ڏند ڄٽ پيل ۽ چهرو خون سان ڀريل جڙ مرگهيءَ جو نقشو نظر اچي ٿو. (۶) ڇڪ ڇڙيون ، توري گوڙ، لوڏي ۽ ڇهڙ سان وڏي وڇن ٿيون . (۷) ڇڪ ڇڙين جي دوري کانپوءِ سخت ڪمزوري . (۸) اهڙي ڇڪ ڇڙيون عورتن ۾ مرگهي ، رعشه ۽ وير جي بخار ۾ ظاهر ٿيندي ٿيون . ٻارن ۾ پيٽ جي ڪيڙن سبب جڏهن سائنا ڪم نه ڪري، ڏندن ڄمڻ جي وقت ۾، دماغ يا ٻل مغز تي

ڏکن جا پراڻا اثر جلد هن آرنيڪا فائدو نه ڪري ڳجهڙيون ظاهر ٿين ٿيون. (۹) ٻارن ۾ چانڪي، ڪوئلي ۽ بين اهڙين شين جي کائڻ جي خواهش جي هضم ٿي نه سگهن. (۱۰) ڦرڙيون گڏجي ايگزيما جو ٿلهو زرد ته ڪاهين ٿيون جو عموما مٿي ۽ چهري تي ٿئي ٿو. ڪڏهن ته مٿي تي اهڙو ته ٿهندو آهي جڻ ته آليءَ مٽيءَ جو ڪنهن ليپ ڏيئي ڇڏيو آهي.

**خاص علامتون-** نهايت شديد ڳجهڙيون ۽ ٿلهي ته واري ايگزيما.

**زيادتي-** تماڪ جي دونهين ۽ ڇوهڻ سان.

**مصلح-** اوپيم. آرنيڪا، ڪافيا، ٽبيڪم.

**طاقت-** ۶-۳۰-۲۰۰

# سيڪيل ڪار (ارگٽ)

## *SECALECOR*

(۱) هن دوا کي گرم مزاج وارو آرسينڪ البم سمجهيو وڃي جيئن آرسينڪ البم ۾ تمام علامتون سرديءَ ۾ زياده ۽ گرميءَ ۾ آرام اچي ٿو. اهڙيءَ طرح سيڪيل جون سڀ علامتون آرسينڪ وانگر آهن پر هن جون علامتون الٽي ابتڙ يعني گرميءَ ۾ زياده ۽ سرديءَ ۾ آرام اچي ٿو. (۲) چمڙي برف جهڙي ٿڌي مگر مريض

ڪپڙو ڍڪڻ پسند نہ ڪري. اهڙي تہ ڏي چمڙيءَ
جون علامتون اڪثر ڪالرا، پارن جي ڪالرا، پڊن جي
گينگرين (چمڙيءَ ۽ گوشت جي ڳرڻ) ۾ ملن ٿيون.
(٣) ڪيمفر جي ڪالرا ۾ بہ باوجود ٿڌي ٿيڻ جي
مريض ڪپڙا ڍڪڻ برداشت نہ ڪندو آهي ۽ ڪيمفر
ڪالرا جي ابتدا ۾ ڪم اچي ٿو. سيڪيل ڪار اڪثر
ڪالرا جي آخري درجي ۾ ڏجي، جڏهن اخراجات
بدبودار ٿي ويندا آهن. (٤) آرسنيڪ جي گينگرين جي
ساڙي ۾ گرميءَ سان آرام اچي ٿو، مگر سيڪيل جو
ڪيس گرمي برداشت نہ ڪري سگهي ٿو. (٥) سيڪيلا،
۾ پير سلفر وانگر سڙندا آهن ۽ سڄي بدن ۾ باهہ لڳل
هوندي آهي جڻ تہ باهہ جون چڻنگون بدن تي
پيل آهن. (٦) ڏبرين سنهين ڪمزور ۽ ڳريل عورتن ۾
ڪارو رت پاڻيءَ وانگر آهستي آهستي وهي، جو
حرڪت سان گهٽو ٿئي، اهو خون هيض يا ويم ڪانپوءِ
ايندو آهي. (٧) ڪمزور ۽ ڳريل سيڪيل جي مزاج
وارين عورتن کي ويم جي ڪمزور دردن لاءِ ٢٠٠ طاقت
ڏيڻ گهرجي. (٨) چمڙيءَ جو بيحس ٿيڻ، ڪوليسن
گهمڻ جو احساس ۽ آخرڪار اڌرنگ ٿي پوي ٿو.

**خاص علامتون-** ڪاري رنگ جو رت پاڻيءَ وانگر
آهستي آهستي وهي ۽ حرڪت سان وڌي وڃي.
گرمي قطعا برداشت نہ ٿي سگهي.

زياد**تي**- گرمي، ڪپڙي ويڙهڻ جي گرمي ۾ تڪليف وارا همصا ڍڪڻ سان مرض گرميءَ سان.

**ڪمي**- ٿڌي هوا ۾ ٿڌي تيڙ ۾. مالش ۾ تڪليف وارا همصا اگهاڙا ڪرڻ سان. بدهاضمي ۾ هيءَ دوا ڪالڪيڪم سان ملي جلي ٿي.

**معاون**- آرسينڪم البم، ٿوجا (موافق چائنا).

**مصلح**- ڪيمفر، اوپيم.

**مخالف**- ايڪونائيٽ، آرسينڪ، بيلاڊونا، چائنا، مرڪيورس، پلسٽلا.

**طاقت**- ٣-٣٠ ۽ ٢٠٠

# فيرم ميٽاليڪم (فولاد)

## *FERRUM METALLICUM*

(١) هيءَ ڪمي خون جي دوا آهي، پر ان وقت فائدو ڪندي جڏهن هن دوا جون خاص علامتون ملنديون. پيرن طبن وارا اڪثر هر ڪمي خون جي ڪيس ۾ فولاد استعمال ڪندا آهن انڪري فائدي بدران نقصان پهچندو آهي. (٢) هن دوا جي خاص علامت چهري جو يڪدم ڳاڙهو ٿي وڃڻ آهي، ٿوري محنت، ٿوري جذبي ۾ معمولي محنت سان فورا چهرو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي ۽ ڏسڻ ۾ مريض پر خون ايندو

آهي (٣) ڳاڙهي ڇهري سبب مريض نقصان ۾ رهي ٿو. چاڪاڻ ته گهر وارا ۽ ٻيا انکي ڳاڙهو چهرو ڏسي سمجهندا آهن ته بيماريءَ جو ٻوانو ڪيو اٿس حالانڪ حقيقت ۾ مريض ڪمي خون ۾ مبتلا هوندو آهي، جنهن جي دوا فيرم ميٽليڪم آهي. (٤) خون وهڻ، هرجاء کان آسانيءَ سان، جنهن جو رنگ هلڪو ۽ انهيءَ ڪارا ٽڪر ڇميل هوندا آهن ۽ خون سولائيءَ سان ڄمي وڃي ٿو. (٥) ماهواري جلد جلد، گهڻي ۽ گهڻي وقت تائين رهي ٿي، ان گڏ چهرو سرخ، ڪنن ۾ گهنٽي وڄڻ جا آواز رت پاڻيءَ جهڙو پيلو ۽ ڪمزور ڪندڙ. (٦) سردي جي درجي ۾ چهرو باهه جهڙو سرخ ۽ پياس (٧) ڪاڌو پيتو بغير هضم ٿيڻ جي قيء ٿي ويندو آهي. (٨) پاخاني ۾ غير هضم ٿيل غذا نڪرندي آهي. (٩) قيء- ڪڏهن ڪائن ڪانپوء بعضي [illegible] ٿي ۽ بعضي رات جو ٿئي ٿي. مگر اها غير هضم ٿيل ڪاڌي جي هوندي آهي، پاخاني جي ضرورت ڪاڌي ڪائيندي ٿي ويندي آهي. (١٠) دستن لاءِ تي ڳالهيون ياد رکڻ ضروري آهن (١) بنا درد جي دست، (٢) غير هضم ٿيل غذا جا دست، (٣) ڪاڌي ڪائيندي ڪائيندي دست يا رات جو پاخاني جي حاجت. (١١) آهستي آهستي گهمڻ ڦرڻ سان گهڻيون تڪليفون مثلا دل جو ڌڙڪو، دم ۽ ڪلهن جي درد وغيره کي آرام ملي ٿو. (١٢) ڪي

ڪلهي جو درد جنهن کي گهمڻ ڦرڻ سان آرام ملي.
**خاص علامتون -** چهرو ٻاھ جهڙو رخ مگر ڪمي خون
ڪاڏي دائيندي ٻاهانه جي ضرورت ۽ غير هضم تيل
ڪاڏي جا دست. آهستي آهستي گهمڻ ڦرڻ سان آرام.
**زيادتي-** رات جي وقت آرام ڪرڻ سان خصوصا چپ
چاپ ويهڻ سان.
**ڪمي-** آهستي آهستي هيٺ هوڏي هلڻ سان،
اونهاري ۾.
**معاون -** چائنا، هيما ميلس، آرسينڪ البم.
**مصلح-** آرسينڪ، هيپر سلفر، آرنيڪا، بيلا ڊونا، چائنا،
اپيڪاڪ، پلسٽلا.
**مخالف-** ايسي ٽڪ ايسڊ.
**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠

# فاسفورس

## *PHOSPHORUS*

(١) هي ۽ مزاجي دوا آهي، هن جو مريض ڊگهو،
سنهون ۽ ٻڪهو هوندو آهي. ڇاتي گهٽيل، ٻهڙيون
ٻگهيون ۽ خوبصورت ۽ نرم وار نفيس طبع يعني تپ دق
جو مريض جنهن ۾ اهي سڀ علامتون ملن ٿيون. (٢)
مريض سخت بي آرام- نه ٻيهڻ ۾ ۽ نه ويهڻ ۾ آرام.
هردم طبيعت ۾ بي قراري هوندي آهي. (٣) ساڄو

دوا جي خاص علامت آهي. اها هر هنڌ ملي ٿي مثلا وات، معدو، آنڊا، مقعد، ڪلهن جي وچ، هٿن جي ترين ۽ پنيءَ جي ڪنڊي واريءَ هڏيءَ ۾ پر هٿن جي ترين ۽ ڪلهن جي وچ ساڙو ٻين جاين کان زياده اهم علامت آهي. (۴) ساڙو، هٿن ۾ شروع ٿي ڇهري ڏانهن پکڙندو آهي. (۵) سيني جي مرضن ۾، ڇاتيءَ تي بار جو احساس ظاهر علامت آهي. اڪثر ڦڦڙ جي سيني مرضن ۾ جنهن جي فاسفورس دوا آهي، ملندو آهي. (۶) کنگهه عموما خشڪ هوندي آهي، شام کان اڌ رات تائين تيز ٿيندي آهي، کٻي طرف ليٽڻ سان آرام ملي ٿو. (۷) نڙيءَ ۾ ايترو درد جو بيمار ڳالهائي نه سگهي ۽ شام جو آواز ويهجي ويندو آهي. (۸) خون وهڻ جو مزاج يعني معمولي زخم کان به گهڻو رت نڪري ٿو ۽ رت ڄمندو نه آهي. مريض جي نڪ ۾ رت ايندو آهي. ڳوڙهن کان گهڻو رت وهندو آهي. عوضي حيض يعني حيض بند ٿيڻ ڪري نڪ، معدي، مقعد ۽ پيشاب جي ناليءَ کان رت نڪرڻ شروع ٿئي ٿو. (۹) پراڻي نزلي ۾ رت ايندو رهندو آهي. (۱۰) ٿڌين شين جي کائڻ ۽ پيئڻ جي گهڻي خواهش- مريض ٿڌو پاڻي پيئندو آهي. پر معدي ۾ گرم ٿيڻ بعد قيءَ ٿي نڪري ويندو آهي. (۱۱) بيمار گهڻو لوڻ کائي ٿو. (۱۲) بار بار کاڌو کائيندو آهي نه ته ڪمزوري ٿيندي، رات جو به اٿي کاڌو کائي ٿو.

(١٣) مٿي، سيني، معدي ۽ پيٽ ۾ ڪمزوري
پڌڻ ۽ خالي ٿيڻ جو احساس. (١٤) دست زياده ڇڻ
نل مان پاڻي تو نڪري، مقعد ڪليل معلوم ٿئي،
دست پاڻيءَ جهڙا بنا درد جي، انهن ۾ صابو چانورن
يا چربيءَ جي ٽڪرن جهڙا ذرڙا نظر اچن. (١٥) جيڪڏهن
قبضي ٿئي ته پاخانو سخت، خشڪ ۽ لنبو هوندو جهڙو
عام ڪتي جو پاخانو ٿيندو آهي ۽ تڪليف سان
نڪرندو آهي. (١٦) نون مرض ڪانپوء، گهٽي مٺ
هڻڻ يا گهٽي جماع سبب ڪمزوري آهستي آهستي
وڌندي ويندي آهي. اول ڪمزوري پوء ڏڪڻي تنهن
ڪانپوء بيهوشي ۽ آخرڪار اڌ رنگ پيدا ٿيو پوي.
(١٧) جماع جي سخت خواهش اينتريقدر جو ڪڏهن
مريض اگهاڙو ٿيندو آهي مگر طاقت ڪمزور هوندي
آهي. (١٨) عجيب قسم جي پوڙاڻ، رڳو انسان جو آواز
پڌي نه سگهي. (١٩) مٿي جي ڦيري خصوصا پوڙهن ۾.

**خاص علامتون.** هٿ جي ترين ۽ ڪلهن جي وچ ۾
ساڙو، ٿڌي پاڻي پيئڻ جي خواهش پر گرم ٿي ڦيءَ ٿيو
وڃي. رت وهڻ جو مزاج.

**زيادتي.** شام جو، اڌ رات کان اڳ، (پلسٽلا، رسٽاڪس)
کٻي يا درد واري پاسي تي ليٽڻ سان، طوفان گجگوڙ
۾ گرم هواه ٿڌي موسم. ٿڌي هوا مٿي ۽ منهن
جي علامتن کي آرام ڏئي ٿي پر سيني، لڙيءَ ۽
ڪنڌ جون علامتون وڌائي ٿي.

**ڪمي** - اونده ۾، سڄي طرف ليٽڻ سان، مالش سان، ٿڌي ڪاڌي ۽ ٿڌي پائيءَ سان، جڏهن معدي ۾ گرم نه ٿئي.
**معاون** - آرسينڪم، ايلم سيپا، ڪاربوويج، اپيڪاڪ، لائيڪوپوڊيم، سليشيا سيپيا، سينگونيريا، سلفر.
**مصلح** - آرسينڪم، ڪلڪيريا ڪارب، ڪيمفر، ڪافيا، ميزريم، نڪس واميڪا، سيپيا، شراب.
**مخالف** - ڪاسٽيڪم، ايپس (فاسفورس آيوڊيم ڪان اڳي ۽ پوءِ فائدو نٿي ڪري).
**طاقت** - ٣، ٣٠-٢٠٠

## ڪاربو ويج (ڪوئلو)

### *CARBO VEG*

(١) جڏهن قوت حيات ختم ٿيڻ لڳي مثلا ننگون گوڏن تائين سرد، چمڙي ٿڌي، ساهه ٿڌو ۽ پگهر ٿڌو اچي، مگر مريض زبردست هواهش پکي هٽڻ جي ڪري. (٢) اندر جسم ۾ باهه ۽ ٻاهر ٿڌاڻ. (٣) اهڙي حالت جڏهن قوت حيات ختم ٿيندي وڃي عموما نون مرضن جي آخري درجي ۾ ملندي آهي. مثلا نمونيا، وڏي تپ، ڪالرا ۽ ارڙي وغيره ۾. (٤) موت کي ويجهو پهتل ڪيسن جي دوا آهي ۽ هن ڪيترائي

بيمار ٿوڪ جي منهن مان ٻچايا آهن. (۵) رياح جنهن جي مرڪزي جاءِ معدو هجي، ريحي بدهضمي، اها حالت گهڻو ڪري ٻڍن، شرابين ۽ گهڻو کائيندڙ ماڻهن ۾ پيدا ٿيندي آهي. (۶) مقعد مان سخت بدبودار رياح نڪرندا رهن. (۷) نون مريض ڪانپوءِ باقي رهيل علامتن مثلا ڪمي خون، ارڙي يا وڏي کنگهه ڪانپوءِ دم. بعضي شراب پيئڻ بعد مستقل بد هاضمو ۽ پراڻن ڏکن جا بد اثر. (۸) ڏکون وهڻ ۾ ڪارو، پترو ۽ سست رفتار سان سمي. (۹) ڏند لڏندا آهن ۽ مهارن مان رت وهندو آهي ۽ مهارون ڏندن کان الڳ ٿي پونديون آهن. (۱۰) شام جو آواز ويهجي وڃي. (۱۱) اينٽي مونيم ٽارٽ چاتيءَ جي علامتن ۾ فيل وڃي ته انکان پوءِ هيءَ دوا استعمال ڪجي. (۱۲) سٺين کاڌن کائڻ جي خرابيءَ لاءِ پاسٽلا فائدو نه ڪري ته پوءِ هيءَ دوا ڪم آڻجي.

**خاص علامتون-** سيني بيمارين جو آخري درجو، تمام نون مرضن جي باقي رهيل بد اثرن لاءِ، پکي هٿائڻ جي شديد خواهش. معدي ۾ گهڻو ريح پيدا ٿئي ۽ بدبودار ريح هجي.

**زيادتي-** مکڻ، سوئر جي گوشت، سٺي کاڌي، ڪولين ۽ ٻاري جي گهڻي استعمال سان- بلند آواز سان ڳائڻ ۽ پڙهڻ کان ۽ گرم گهميل موسم ۾.

**ڪمي-** ٻڪي هٽڻ سان، اوگراڻ سان.
**معاون-** ڊروسرا، آرسينڪ البم، چائنا، ليڪسس،
فاسفورس.
**مصلح-** ڪيمفر، آرسينڪ، ڪافيا، فيرم ميٽليڪم،
ڪاسٽيڪم، ليڪسس.
**مخالف-** ڪاسٽيڪم- ڪاربو اينمي ميلس ڪريازوٽ.
**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠

# ڪالچيڪم ( سورنجان )

## COLCHICUM

(١) کاڌي پچڻ جي بوءِ کان شديد اوڪارا پيدا ٿين ۽ طبيعت سخت خراب ٿي وڃي. ايتريقدر جو بيهوشيءَ ۾ ڪري پوڻ تائين نوبت اچيو وڃي. (٢) انڪري کاڌي کان سخت نفرت، مريض کاڌو ڏسڻ به برداشت نه ڪري سگهي. ڪائڻ پيئڻ ته وڏي ڳالهه آهي پر کاڌي جي خيال ڪرڻ سان ئي طبيعت خراب ٿي وڃي (٣) معدي جي اڪثر اها علامت هر قسم جي بيماريءَ ۾ ايي ته ڪالچيڪم دوا جي طلب ڪندي. (٤) سنڌن جا سور ۽ وائي سورن واري مزاج جا مريض ۽ معدي جون مٺيون علامتون ملن. (٥) خزان جي موسم جي پيچش جڏهن ڏينهن گرم ۽ راتيون ٿڌيون هجن. پاخالي

۾ سفيد ٽڪرا گهڻي مقدار ۾ نڪرندا آهن. (٦) معدي
۾ جلڻ يا برف جهڙي ٿڌاڻ جو احساس.

(٧) پيٽ گهڻو آڦرجي وڃي ٿو، پيچش ۽ دستن
وغيره جي آڦريءَ ۾ ٢٠٠ طاقت جي هڪ به خوراڪ
ڏيڻ ڪافي ٿيندي. (ٻئونءَ جي آڦرجڻ ۾ نه ڏجي).
(٨) نهايت جسماني ڪمزوري ۽ معدي جون تڪليفون.

**خاص علامتون**- ڪاڏي جي بوءِ ڪان تڪليفن جو وڌڻ.

**زيادتي**- دماغي جذبات يا ٿڪ ڪان، زيادہ مطالع جي
جي اثرن ڪان، ڪاڏي پچڻ جي خوشبوءِ ڪان، حرڪت
سان ڦيءَ جي رغبت زيادہ ٿي. چپ چاپ
(برائي اونيا).

**ڪمي**- جهڪڻ سان.

**معاون**- آرسينڪم البم، اسپائجيليا.

**مصلح** ٿوجا، ڪيمفر، نڪس واميڪا، پلسٽلا، بيلا ڊونا،
ليڊم پال.

**مخالف**- ايسي ٽڪ ايسڊ (ڪالچيڪم ڪانپوءِ).

**طاقت**- ٣-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

## ڪافيا ڪروڊا (ڪافي يا قهوو)

### *COFFEA*

(١) هيءَ اعصاب لاءِ وڏي دوا آهي، اعصاب گهڻو
تيز، دماغ ۽ جسم به تيز. (٢) شديد جذبا- مثلاً يڪدم

گهڻي خوشي ظاهر ٿيڻ، يڪدم حيران ٿيڻ وغيره جا بڇڙا اثر. (٣) ڇهڻ، سنگهڻ، چکڻ، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت تمام تيز- مريض تمام سنهڙا اکر نهايت آسانيءَ سان پڙهي سگهندو آهي. (٤) جذبات کان شديد علامتون پيدا ٿينديون آهن، گهڻي کل، محبت ۾ نا اميدي، تيز خوشبوءِ وغيره جا بد اثر- (٥) دماغ، خيالن سان ڀريل، جنهن ڪري ننڊ نه اچي. (٦) ناقابل برداشت درد (٧) ڏندن جو سور، برف جو پاڻي يا ٿڌو پاڻي وات ۾ رکڻ سان آرام. (٨) جيڪڏهن ڪافي پيئڻ سان اهي عصبي علامتون پيدا ٿين ته ڪيموميلا ڏجي. (٩) ماهواريءَ ۾ شديد قولنج، وڏا وڏا ڪارا ڳڪر رت جا نڪرن، جيڪڏهن ڪافيا فيل ٿئي ته ڪيموميلا ڏجي. (١٠) ارڙيءَ ڪانپوءِ بيخوابي ۽ ڪنگهه لاءِ مفيد آهي.

**خاص علامتون-** دماغي تيزيءَ سبب ننڊ نه اچي، ڏندن جي درد کي ٿڌي پاڻيءَ سان آرام ۽ شديد جذبات جا بد اثر.

**زيادتي-** اوچتي دماغي جذبات کان، بيحد خوشيءَ کان، ٿڌي کلي هوا ۾.

**ڪمي-** گرميءَ کان، ليٽڻ سان، وات ۾ برف رکڻ سان.

**معاون-** ايڪونائيٽ.

**مصلح-** نڪس واميڪا، ايڪو نائيٽ، ڪيموميلا.

**مخالف-** ڪينٿرس، ڪاسٽيڪم، اگنيشيا، ڪيمفر، ڪالو سنٿ، سٽرا مونيم.

**طاقت-** ٣-٣٠-٢٠٠

# ڪالنسونيا (هڪ قسم جو ٻوٽو)

*COLLINSONIA*

(١) بواسير جي دوا آهي. بواسير سان گڏ، سخت ترين قبضي هجي ۽ مقعد ۾ ڪانئين قاسرط جو احساس هجي (ايسڪيولس هپ وانگر) هن دوا ۾ خوني بواسير ۽ سخت قبضي هوندي آهي (ايسڪيولس هپ ۾ بادي بواسير). (٣) بواسير سان گڏ پيٽ جو نفخ ۽ مقعد ۾ اڪثر خارش هجي. (۴) ڪالنسونيا اڪثر عورتن جي بواسير لاءِ خصوصا حمل جي عرصي ۾ بواسير لاءِ اڪسير آهي. (۵) بواسير جي آپريشن ڪانپوءِ باقي تڪليفون. (٦) ٻارن جي سخت قبضي، آندن جي بي حسيءَ سبب.

**خاص علامتون** - خوني بواسير ۽ سخت ترين قبضي خصوصا حمل جي ٿيڻ مهينن ۾.

**زياد تي** - دلي جذبات ٻڌڪي اٿڻ سان - ٿڪ ۽ سرديءَ سان.

**گهٽ** - گرميءَ سان.

**مصلح** - نڪسواميڪا.

**طاقت** - Q - ٦ کان ٢٠٠

# ڪالوسنٿ (ڏوهه)

## *COLOCYNTH*

(۱) ڪالوسنٿ، اعصابي دردن جي مشهور دوا آهي، جڏهن درد، دٻائڻ ۽ گرم ٽڪور سان گهٽ ٿين. (۲) سخت پيٽ ۾ سور، مريض درد جي شدت کان ٻيڻو ٿئي ٿو ۽ هٿ سان پيٽ کي گهڻو زور ڏئي ٿو. ڪائڻ ٻيڻو سان درد وڌي وڃن، اهڙو پيٽ جو سور عموما پيچش ۽ ڪالرا ۾ يا بطور قولنج پيدا ٿئي ٿو. (۳) ڪُن رڳ جو سور، آرام سان تڪليف زياده ٿئي ۽ دٻاءَ ۽ گرم ٽڪور سان گهٽجي. (۴) چهري جو اعصابي درد، عموما کٻي پاسي ٿيندو آهي، درد ٽڪور ۽ دٻاءَ سان گهٽ ٿئي ٿو. (۵) گِهڙ ۽ خصية الرحم جو اعصابي درد، جنهن کي زور ڏيڻ ۽ ٽڪور سان فائدو ٿئي. درد واري حيض لاءِ ميگنيشيا فاس ڪالپوءِ ٻي ڪامياب دوا آهي. (٦) دردن جون اڪثر تڪليفون سخت غصي کان پيدا ٿينديون آهن. ڪاوڙ سببان قولنج، قيءَ ۽ دست ٿين، ماهواري دٻجي وڃي وغيره.

**خاص علامتون.** شديد اعصابي درد جن کي خصوصا سخت دٻاءَ سان آرام ٿئي.

زيادتي - ڏکي، بي عزتي ۽ رنج ۾ (لائيڪوپوڊيم، اسٽيفسگيريا.) پرهيز ڪان پوءِ ۾ سور.

**ڪمي** - پيٽُو تيرڻ، زور سان دٻائڻ سان.

**معاون**- مرڪيورس، ڪاسٽيڪم، اسٽيفسگيريا.

**مصلح** - ڪافيا، اسٽيفسگيريا، ڪيمومللا، ڪيمفر، ڪاسٽيڪم.

**طاقت** - ٣-٦-٣٠ عموما ٣ طاقت پيٽ جي سورن ۾ زياده ڪم ڪري ٿي.

## ڪالوفائلم (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *CAULOPHYLLUM*

(١) هيءَ عورتن جي دوا آهي. (٢) هن جو خاص عمل رحم (ڳهڻ) هٿن ۽ پيرن جي آڱرين جي سنڌن تي آهي. (٣) ويم ۾ آساني پيدا ڪري ٿي، ويم وقت - بي قاعدي ۽ ڪمزور دردن کي باقاعدي ۽ تيز ڪرڻ لاءِ اڪثر بنا علامت جي استعمال ڪئي وڃي ٿي. (٤) حمل جي آخري مهينن ۾ ڪوڙن ويم جي سورن لاءِ بنا علامت مجرب آهي. (٥) ٻار ڄڻڻ کانپوءِ گهڻي عرصي تائين ڍري وهندڙ پتري ۽ ڪاري خون وهڻ لاءِ مفيد آهي ۽ اندروني طرح ڏکڻ جو احساس ٿئي. (٦) اهو احساس سلفيورڪ ايسڊ وانگر معلوم

ٿيندو آهي. (٧) حيض جي ڏينهن وقت سبب بي قاعدي گهڻو ٿين وارا درد. (٨) ننڍن سنڌن جي سوڄ ۽ درد، جي جاين متائين ٿا.

**خاص علامتون** - ويم جي دردن کي تيز ڪرڻ ۽ ڪوڙي ويم جي سورن کي روڪڻ لاءِ بطور مجرب استعمال ڪئي وڃي ٿي.

**زيادتي** - کلي هوا ۾ ۽ ڪافي پيئڻ سان.

**ڪمي** - هوا خارج ٿيڻ سان.

**مخالف** - ڪافيا.

**طاقت** - Q، ٣-٦-٢٠٠ ۽ بلند طاقتون.

## ڪاسٽيڪم (ڪار)

## *CAUSTICUM*

(١) اڌ رنگ لاءِ چوٽيءَ جي دوا آهي. هنجو اڌ رنگ عموما سڄي پاسي جو ٿئي ٿو (ليڪسس جو اڌ رنگ کبي طرف جو آهي) الهيءَ ڪانسواءِ مقامي فالج ۾ اڪثر ڪامياب ترين دوا آهي، مثلا چهري جو فالج، نڙيءَ، زبان، ڪاڌي ڳهڻ وارن رڳن جو فالج، پنبڙين، مثاني، هڪ ٻانهن ۽ هڪ چنگهه جو فالج وغيره شامل آهن. (٢) اهو اڌ رنگ جو اڪثر نون مرض ۾ ڪمزوريءَ جي نتيجي ۾ پيدا ٿئي مثلا

خناق کانپوءِ. (٣) کنگهه - جنهن سان کنگهڻ ۾ پيشاب نڪري پوي، کنگهه کي ٿڌي پاڻي پيئڻ سان آرام ٿئي خشڪ کنگهه، کانگهارو نڪري نه سگهي ۽ ان سان گڏ چيلهه ۾ درد هوندو آهي. (٤) جگهه جي چلچڻ جو احساس ڪاسٽيڪم ۾ خاص آهي جيئن ته اهڙو احساس چاتيءَ نڙيءَ، هوا جي ناليءَ، مقعد ۽ پيشاب جي ناليءَ ۾ به ملندو آهي. (٥) سنڌ ڇڪجي بد شڪل ٿي وڃن. (٦) قبضي، بار بار پاخاني جي ناڪام حاجت، نڪس واميڪا وانگر. پر بيهڻ سان پاخانو ٺيڪ اچي ٿو. (٧) خشڪ موسم ۾ تڪليفون وڌي وڃن ۽ گهميل موسم ۾ آرام ملي ٿو. (٨) ويهر کانپوءِ پيشاب بند ٿي وڃي، ۽ رات جي شروع ۾ ننڊ ۾ پيشاب نڪري وڃي. (٩) حيض، فقط ڏينهن جو ۽ رات جو سمهڻ سان آرام. (١٠) معدي ۾ ساڙو چڙهڻ چونو ساڙيو وڃي ٿو. (١١) سڙڻ سبب گهرا زخم پيدا ٿي پون ۽ انهن جا بد اثر (١٢) صبح جي وقت آواز ويهجي وڃي. (شام جي وقت ڪاربوويج).

**خاص علامتون-** خصوصا مقامي فالج، کنگهڻ سان پيشاب نڪري ۽ چلچڻ جو احساس.

**زيادتي-** صاف عمدي موسم ۾. هوا کان، گرم مڪان ۾ اچڻ کان (برائي اوليا) ٿڌي هوا يا ٿڌي هوا جي جهوٽن کان، ٿڌي ٽيڻ کان، پيئڻ يا وهنجڻ کان.

**ڪمي-** گرم هوا ۾، گهميل موسم ۾.
**معاون-** ڪاربوويــج ، گريفائيٽــس ، ليڪســس ،
استيفيسيگريا، سيپيا، ڪالو سنٽ، مرڪ ڪاره
**مصلح-** ڪافيا، ڪالوسنٽ، ڊلڪامارا، نڪس واميڪا.
**مخالف-** فاسفورس، ڪافيا، ڪالوسنٽ، نڪس واميڪا.
**طاقت-** ٣٠-٢٠٠-١٠٠٠ ۽ بلند طاقتون.

# ڪروٽن ٽگليم (جمال گوٽو)

## *CORTON TIGLIUM*

(١) ٻارن ۾ دست، جي عموما گرميءَ جي ڏينهن ۾ پيدا ٿين ٿا، انهيءَ دوا نهايت مفيد آهي. (٢) پاخانو زرد رنگ جو پاڻيءَ وانگر گوليءَ يا پچڪاريءَ مثل نڪري جيئن نلڪي مان پاڻي نڪرندو آهي ۽ سڀ يڪدم خارج ٿي وڃي ٿو. (٣) پاخانا، کائڻ پيئڻ سان زياده ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن کائڻ وقت ئي حاجت ٿي ويندي آهي. (٤) ان دستن سان گڏ اوڪارا ۽ قيءِ ٿيندي آهي. (٥) پيٽ ۾ گهڻي گڙ گڙ هوندي آهي. (٦) شديد خارش ۽ خارش واري جاءِ گهڻو ڏکندي آهي ۽ کنگهڻ ناممڪن ٿيو پوي، انڪري مريض ان جاءِ کي آهستي آهستي مهٽيندو آهي ۽ آرام ٿيندو آهي. (٧) خارش جي اها حالت اڪثر خصين جي ايگزيما ۾

ٿيندي آهي. (٨) ٻچن ۾ درد ۽ اهڙو احساس تہ ڪو ڏاڍي سان اندرين طرف ڇڪي ٿو، هن درد جو احساس بارڪي ٿيڄ ڏيڍ وقت ٿيندو آهي. سور ٻچن جي چوٽيءَ کان ٿيءَ تائين هليو ويندو آهي. (٩) ٻچن جو درد عموما ٻچن جي سوڄ ۾ ٿيندو آهي ۽ جنهن پاسي ڏانهن بار ٿيڄ ڏائيندو آهي ان طرف ٿئي ٿو. (١٠) ايگزيما ۽ دست واري سان پيدا ٿين ٿا.

**خاص علامتون**- پاڻيءَ جهڙا ٿڪا دست، جي پچڪاريءَ وانگر يڪدم نڪرن.

**زيادتي**- ٿوري کائڻ پيئڻ سان، مٺائي ۽ ميون کائڻ، صبح ۽ رات جو، اونهاري ۾.

**مصلح**- اينٽم ٽارٽ، اناڪارڊيم، رستاڪس، رينن ڪيولس بلب.

**طاقت**- ٦-٣٠-٢٠٠.

# ڪريٽيگس (هڪ قسم جا ٻير)

## *CRATAGUS*

(١) هن دوا جو دل جي عضلات تي خاص اثر آهي. ان سبب ڪيس هارٽ ٽانڪ (دل جي طاقت جي دوا) چوندا آهن. (٢) دل جي فيل ٿيڻ ۾ نهايت ڪار آمد دوا آهي. نبض جي حرڪت کي معتدل ۽ مضبوط ڪري ٿي. ساه کڻڻ ۾ آساني پيدا ڪريٿي.

(٣) جلندر دور ڪريٿي. (٤) دل جو درد- ۽ و معمولي حرڪت سان شروع ٿئي. (٥) دل جو ڌڙڪو ۽ ساه کڻڻ ۾ تنگي ٿئي. (٦) دل جي سوڄ. (٧) وبائي مرض ۾ دل کي بيقرار رهڻ ۽ ڍيل ٿيڻ کان بچائي ٿي.

**خاص علامتون**- دل جي هر تڪليف.

**زيادتي**- گرم ڪمري ۾.

**ڪمي**- تازي هوا ۾- آرام سان ۽ چپ چاپ پيو رهڻ سان.

**طاقت**- Q، ١٠-١٥ ڦڙا ڏي خوراڪ، ڪجهه عرصي لاءِ پيارجي.

# ڪلڪيريا ڪارب (چونو)

## *CALCARIA CARB*

(١) هيءَ دوا بلغمي ۽ خنازيري مزاج وارن لاءِ آهي. ۽ هن جا مريض عموما سفيد رنگ، ٿلها ۽ ٿيڻا هوندا آهن. (٢) ٿلها ۽ ٿيڻا ٻار، ٿلهيون ۽ ٿيڻيون ڇوڪريون، ٿلها ۽ ٿيڻا نوجوان، جن جي مٿي ۾ گهڻو پگهر ايندو آهي ۽ پير بلڪل ٿڌا رهندا آهن جڻ ته آلا جوراب پاتل آهن. (٣) ڪلڪيريا ڪارب ٻارن جي لاءِ پهريون نمبر دوا آهي. اڪثر ٻار هن دوا جي طلب ڪندا آهن ڪلڪيريا ڪارب جو ٻار ٿلهو ۽ ٿيڻو هوندو آهي.

مٿي تي ڳگهر خصوصا سمهڻ مهل ايترو گهڻو اڪري جو وهاڻو پسي پوي ٿو. ساري بدن مان کٽي بوء ايندي آهي. کير اڪثر هضم نه ٿئي ۽ قيء ڪندو رهندو آهي، جو کٽي بوء وارو هوندو آهي. پاخانا، اڪثر اڇي رنگ جا ۽ کٽي بوء وارا هوندا آهن. پير ٿڌا، جڏهن پار ويهڻ لائق ٿئي ته مٽي کائڻ جي رغبت ڪندو آهي. (۴) ڪلڪيريا ڪارب دوا گهرندڙ ٻار جون هڏيون ڪمزور هونديون آهن، انڪري دير سان گهمڻ سکندو آهي. هڏين جي ڪمزوريءَ ڪري چنگهون ڦري وينديون آهن. (۵) ٻارن جا ڏند دير سان نڪرندا آهن. (۶) ٻار آنن کائڻ جي خواهش ڪندو آهي. (۷) وڏي عمر وارا ڪلڪيريا ڪارب جا مريض محنت ۽ تڪليف نه ڪري سگهندا آهن ڇاڪاڻ ته ساه منجهندو اٿن. ڏاڪڻ تي چڙهڻ ڏکيو، ٿڌي هوا ناقابل برداشت ۽ ڪيترن ئي قسمن جون تڪليفون پيدا ڪندي آهي. (۸) قبضيءَ ۾ بيمار آرام محسوس ڪندو آهي. (۹) حيض جلد ۽ گهڻو اچي ٿو، پير ٿڌا هوندا آهن. (۱۰) ٿڌي پاڻيءَ يا ٿڌيءَ آليءَ مٽيءَ ۾ ڪم ڪرڻ سان تڪليفون پيدا ٿينديون آهن. (۱۱) غدود سجيل هوندا آهن.

**خاص علامتون-** ٿلهو ۽ ٿيلهو بدن، ٿـيءَ، ٻڪـر، پاخاني ۽ ذائقي وغيره ۾ کٽاڻ،مٽي تي ٻڪـرڻ پير ٿڌا ۽ آلا، ٻارن جون مزاجي علامتون آهن.

**زيادتي-** ٿڌي هوا، گهميل موسم، ٿـڌي پاڻـيءَ ۽ وهنجڻ سان صبح جو ۽ پوري چنڊ وقت.

**ڪمي-** خشڪ موسم ۾ ۽ درد واري پاسي تي سمهڻ سان (برائي اونيا، پلسٽلا).

**معاون-** بيلا ڊونا، رسٽاڪس، لائيڪو پوڊيم، سليشيا، برئيٽا ڪارب.

**مصلح-** ڪيمفر، اپيڪاڪ، نڪس واميڪا، چائنا، هيپر سلفر، سيپيا.

**مخالف-** برائي اونيا (ڪلڪيريا ڪارب کان پوءِ سلفر ڏيڻ نقصان ڏيندڙ آهي. سلفر کانپوءِ ڪلڪيريا ڪارب ڏيڻ جائز آهي) برئيٽا ڪارب ڪالي بائڪروم (ڪلڪيريا کان اڳي) سلفر (ڪلڪيريا کانپوءِ).

**طاقت-** ٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# ڪونيم (پهاڙي ڀنگ)

***CONIUM***

(١) هيءَ دوا پنهنجي خاص علامتن مثلاً غدودن جي تڪليفن، ٻين جي تڪليفن، غدود قدامه جي وڌي وڃڻ سبب جيڪي تڪليفون پيدا ٿين، مردن

جي اعضاء تناسلي جي خرابين، ڳرّن ۽ مٿي جي ڦيريءَ ۾ استعمال ٿئي ٿي. (٢) هن دوا جا مريض عموماً پوڙها ماڻهو آهن يا اهي جيڪي سڄي زندگي ڪنوارا رهيا هجن. (٣) مٿي جي ڦيري، هن دوا جي خاص علامت آهي ۽ گهڻو ڪري سڀني تڪليفن ۾ ٿيندي آهي. مٿو، سڄي ڪمري ڦيرائڻ يا بستري ۾ پاسي مٽائڻ سان ڦيري ٿئي خصوصاً پيڻ جا چڪر، رحم ۽ خصية الرحم جي تڪليفن ۾ چڪر، مطلب ته ڦيريءَ لاءِ سڀني دوائن جي سردار دوا آهي. (٤) غدودن جي سوڄ ۽ سختي، خاص طرح ڏکن جا بد اثر. (٥) غدہ قدامية جي وڌي وڃڻ يا رحم جي خرابيءَ سبب پيدا ٿيل رڪجي رڪجي اچي (٦) پٺن ۾ سخت ڳَرَ ۽ پر درد ماهواري، ٿوري حرڪت يا گهمڻ ڦرڻ سان سور وڌي ويندا آهن. (٧) فالج، هيٺان شروع ٿي مٿي ايندو ۽ گهمڻ وقت ڏوڏا. (٨) اکين اٿڻ ۾، اکيون روشني قطعاً برداشت ڪري نه سگهن، حالانڪ ڳاڙهاڻ معمولي هوندي آهي. (٩) جماع جي خواهش دٻجي وڃڻ جا بد اثر ۽ چڪر (عورتن ۽ مردن ۾). (١٠) جماع جي گهڻي خواهش، مگر انگيزي بغلگير ٿيڻ سان ختم، جماع جي خيال يا عورت جي موجود هئڻ سبب ئي انزال

تي وڃي. (١١) سمهڻ يا اکين ٻوٽڻ وقت پگهر اچڻ شروع ٿئي، اها علامت صرف هن دوا ۾ ملندي آهي.

**خاص علامتون** - چڪر، جماع جي خواهش جي دٻجي وڃڻ جا بد اثر، غدودن تي ڌڪ لڳڻ جا بد اثر ۽ ٻين وغيره ۾ ڪينسر جي پيدا ٿيڻ جو ظاهر ٿيڻ.

**زيادتي** - سمهڻ، ٻاسي مٺائڻ، اڪيلائپ، اڳي يا دوران حيض ۾، جسماني ۽ دماغي محنت ڪرڻ سان، رات جي وقت مصنوعي روشني ۾.

**ڪمي** - ٻک ڪان، اونده ۾، هٿن کي هيٺ لڙڪائڻ سان، حرڪت سان جسم کي اڳتي جهڪائڻ سان.

**معاون** - فاسفورس، سليشيا.

**مصلح** - ڪافيا، ڊلڪامارا.

**مخالف** - سورائينم.

**طاقت** - ٣٠، ٢٠٠ ۽ بلند طاقتون.

# ڪيمفر (ڪافور)

## *CAMPHOR*

(١) سڄو بدن هٿ لڳائڻ سان ٿڌو مگر بيمار ڪپڙا ڏڪڻ نه گهري. اها علامت، اڪثر جن بيمارين ۾ ملي ته انجي دوا ڪيمفر آهي. (٢) ڪيمفر شديد ضعف

جي دوا آهي، جڏهن سارو بدن ٿڌو ٿي وڃي ۽ قوت حيات ختم معلوم ٿئي. هي شديد ضعف عموما شروعاتي ڪالرا، نمونيا جي آخري درجي،ڪنگهه جي آخري درجي ۾، آپريشن ڪانپوء داڻن وارن بخارن مثلا ارڙيء ماتا، مدي جي ٽمپ وغيره ۾ داڻن دٻجڻ، ڏڪ لڳڻ، ٽانگ جي ڏنگ ۽ ڌڪ لڳڻ سان پيدا ٿيندو آهي. (۳) ڪالرا جي هوميوپئٿي دوا آهي، هرقسم ڪالرا جي شروع ۾ بطور مجرب استعمال ڪجي. ڪيمفر، ڪم يا بند ڪالرا جي دوا آهي جڏهن بغير دستن يا گوڙهي قيء جي، يڪدم بدن ٿڌو ٿي وڃي ۽ بيمار تي ضعف غالب ٿي پوي. گهڻن دستن يا قيء سان بدن جو ٿڌو ٿيڻ ويراٽرم البم ۾ پڻ ملندو آهي (۴) ابتدا زڪام ۾ جڏهن نڪ بند هجي ۽ ساه اندر ليڻ ۾ سرد محسوس ٿئي ۽ خاص طرح مريض سردي محسوس ڪندو هجي. (۵) ڏڪ لڳڻ کانپوء فورا طاقت قائم رکڻ لاء بهترين دوا آهي. (۲) آپريشن ڪانپوء، جي ڪڏهن ٽيمپريچر هيٺ لهي وڃي ته X ۱ ڪيمفر جون ٽي ڦوراڪون، پندرهن پندرهن منٽن بعد ڏجن. (۷) مرگهيء جي گڊڙين وجائڻ لاء استعمال ڪجي. (۸) دل جي ڪمزوريء ۾ ... هڪ ڦڙو مدر ٽنڪچر وجهي هر ۵ منٽن بعد ڪارائجي.

(٩) اروڙيءَ جا بد اثر. (١٠) سرديءَ کان ڏڪندڙ ماڻهن کي فورا گرم ڪريٿي.

**خاص علامتون**- مرض جي غالب ٿيڻ سبب جڏهن سڄو بدن ٿڌو ٿئي ته جسم کي گرم ڪرڻ ۽ قوت حيات کي سنڀالڻ لاءِ ڪيمفر استعمال ڪجي. ڪالرا جي شروعات ۾ بطور مجرب استعمال ڪجي.

**زيادتي**- حرڪت ڪرڻ، رات جو ڇهڻ سان ۽ ٿڌي هوا ۾.

**ڪمي**- موجود تڪليف کي سوچڻ وقت، گرم هوا ۽ ٿڌي پاڻي پيئڻ سان.

**معاون**- ڪينٿرس.

**مصلح**- اوپيم، ڊلڪامارا، فاسفورس، ڪينٿرس.

**مخالف**- ڪالي نائٽرڪم، ڪيلنڊولا.

**طاقت**- Q، جو استعمال ڪنڊ يا شوگر آف ملڪ ۾ ڪجي ٣٠ ۽ بلند.

# ڪيوپرم ميٽليڪم (ٽامون)

## *OUPERUM METALLICUM*

(١) هن دوا جون تمام علامتون هڪ لفظ ”تشنج“ يڪدڙيون جي چوگرد ڦرن ٿيون. جيڪڏهن اهو لفظ علامتن مان ڪڍجي ته سڀ علامتون بيڪار آهن.

(٢) ڪيوپرم ميٽاليڪم جون خاص گڏڙيون سڀ کان اول هٿن جا پيٺي آڱوٺا هٿ جي ترين ڏانهن ڇڪجي ويندا آهن، پوءِ ان تي سڀ آڱريون شدت سان اچي بند ٿينديون آهن. اهڙا تشنج جي شروعاتي علامت آهي، تنهن کانپوءِ ساري بدن ۾ گڏڙين جو اثر پکڙجي ويندو آهي، هٿن ۽ پيرن جون آڱريون سڀ کان اڳي متاثر ٿينديون آهن. (٣) ڪيوپرم، هر ان مرض لاءِ ڪامياب دوا آهي جنهن ۾ نمبر ٢ وانگر گڏڙيون ظاهر ٿين، مثلاً پيٽ ۾ ڪيٺن جو هجڻ، دماغي پردن جي سوڄ، ٻارن جا ڏند نڪرڻ، بخار جي داڻن جو دٻجي وڃڻ، خوف کان، ڪالرا ۾، حمل ۽ ويم بعد، پيشاب جي زهر سبب، خصوصاً ڪالرا کانپوءِ، رعشه، وڏي کنگهه ۽ ماشرا وغيره. (٤) ذائقو ٽامي جهڙو. (٥) وڏي کنگهه ۾ ٿڌي پاڻي پيئڻ سان گڏڙين ۽ دوري ۾ آرام. وڏي کنگهه ۾ سارو جسم اڪڙجي پوي، ساهه بند ٿئي، چهرو ۽ چپ نيرا ٿي ويندا آهن. (٦) ڪالرا ۾ جڏهن سخت گڏريون پون ته بهترين دوا آهي. ڪالرا ۾ بدن سرد ۽ نيرو، ٻنهين ۽ رانن جي پٺن ۾ ڇڪ، پيٽ ۾ مروڙ. (٧) ڪيوپرم جي تشنج ۾ فورا شناخت واري علامت چهري ۽ چپن جو نيرو ٿيڻ آهي.

**خاص علامتون-** تشنج جڏهن چهرو نيرو ٿئي ۽

ڳڀ ڙيون هڻن ڀيرن جي آڱرين کان شروع ٿين.
**زبان تي** - ٿڌي هوا ۾ ڀيرن جي ڳھر ۾ ايارن ڏيڇرڻ کان رات جي وقت.
**گهٽ** - آٽن ۾ ڦيء سان، ڪنگھ کي ٿڌي پاڻيء جي ڍڪ پيئڻ سان.
**معاون** - ڪلڪيريا ڪارب، آرسينڪ البم، آيوڊيم.
**مصلح** - بيلاڊونا، هيپر سلفر، ڪيمفر، ڪيموملا،
**طاقت** - ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# ڪيليڊيم (امريڪي گوگڙون)

## *CALADIUM*

(١) هن دوا جو گهڻو اثر اعضاء تناسلي ۽ اعصاب تي آهي. (٢) گهڻي جماع يا گهڻي مشت زنيء سبب خاص عضوو، بلڪل گوشت جي ٽڪري وانگر ٿيلھو ۽ لڙڪيل هوندو آهي. بغير خواب يا انگيز جي رات جو احتلام، انگيز اڪثر ختم، نيم خوابيء جي حالت ۾ آلت جي ڪڙائي ٿئي، مگر جاڳڻ سان غائب، بغير ڪڙائيء جي مني نڪري وڃي ٿي. جماع جي گهڻي خواهش، مگر طاقت جماع ختم، مڪمل نامردي، اعضاء تناسل ٿڌا محسوس ٿيندا آهن ۽ انهن تي ٿڌو پگھر ايندو رهندو آهي. (٣) زناني عضوي ۾

خارش، جنهن کان مشت زنيءَ جي نوبت اچي وڃيٿي. حمل جي دوران، خاص عضوي تي خارش. (۴) تماڪ ڇڪڻ جا بد اثر، هيءَ دوا تماڪ ڇڪڻ جي گهڻي خواهش دور ڪندي آهي. انڪري تماڪ ڇڏڻ وارا ماڻهو هن دوا مان پورو پورو فائدو حاصل ڪري سگهن ٿا. (۵) منو بگهر، انڪري مريض تي گهڻيون مکيون ويهنديون آهن. (۶) مريض شام جي بخار دوران سمهي پوندو آهي ۽ بخار لهڻ تي جاڳي پوي ٿو. (۷) ٿوري گوڙ سان ڇرڪ پري اٿي. (۸) بد هاضمو، معده خشڪ غذا سان پريل معلوم ٿئي، جنهن ڪري بار بار اوڳرايون اچن. (۹) دماغي حالت خاص قسم جي، مريض پل ڇوڪ گهٽي ڪندو آهي يعني هڪ ڪم پوري ڪرڻ جي باوجود انکي يقين نٿو ٿئي ته اهو ڪم هن ڪيو آهي يا نه.

**خاص علامتون.** نامردي، مگر جماع جي گهڻي خواهش، تماڪ ڇڪڻ جا برا اثر ۽ پل ڇوڪ.

**زيادتي** - حرڪت ڪرڻ سان.

**ڪمي** - پگهر اچڻ سان، ڏينهن جو سمهڻ ڪانپوءِ.

**معاون** - نائٽرڪ ايسڊ.

**مصلح** - ڪيمفر، ڪاربو ويج، اگنيشيا، هايوسائمس.

**مخالف** - آرم ٽرائفليم.

**طاقت** - ۶-۳۰-۲۰۰ ۽ بلند طاقتون.

# ڪيلنڊولا (گل گينڊو يا اشرفي)

## *CALENDULA*

(١) سادن زخمن لاءِ بيروني استعمال جي بهترين دوا آهي، زخمن ۾ هونءَ هوڻ کي روڪي ٿي ۽ سورن کي دور ڪري ٿي، انگور جلد پرجڻ لڳندا آهن ۽ ڦٽ جو نيشان تمام ٿورو وڃي رهندو آهي. (٢) ڏنــدن ڪڍائــڻ بعد رت کي بند ڪــرڻ لاءِ هنجو لوشن استعمال ڪجي. (٣) ويم جي ڦاٽن ۽ زخمن لاءِ هــن جو لوشن استعمال ڪجي (٤) جيڪڏهن مزاجي علامتون ڦٽ کي قائم رکڻ جو سبب هجن ته هرقسم جو مقامي علاج ترڪ ڪري، ڪابه سادي پٽي ڪٽي وڃي ۽ مــوافق مزاجي دوا استعمال ڪرائجي. (٥) پنبڻين جي هرقسم جي پراڻين تڪليفن لاءِ ٢٠ ڦڙا مدر ٽنڪچر، جا اڌ پــاءَ پاڻيءَ ۾ ملائي استعمال ڪجن. (٦) لوشن ٺاهڻ لاءِ هڪ حصو مدر ٽنڪچر ۽ ٤ يا ٦ حصا پاڻي ملائجي - گهٽي خون وهڻ لاءِ ١ ۽ ٤، ۽ عام رواجي ڪيسن ۾ ١ ۽ ٦ جي نسبت سان ٺاهيل لوشن استعمال ڪجي- اهڙيءَ طرح ويسزلين ۾ ملم به تيار ڪئي ويندي آهي. مگر تازن ڦٽن لاءِ لوشن زياده مفيد آهي، ۽ پٽيءَ کي هروقت آلو رکڻ گهرجي.

**خاص علامتون** - سادا زخم.
**زيادتي** - مرطوب موسم ۾، جڏهن گهاتا ڪڪر ٿين.
**مصلح** - چيليڊونيم، آرنيڪا.
**مخالف** - ڪيمفر.
**طاقت** - Q - ٣x - ٣ - ٣٠ - باهرين استعمال لاءِ مدر ٽنڪچر جو لوشن استعمال ڪيو وڃي.

## ڪيموملا (گل بابونو)

## *CHAMOMILLA*

(١) هن دوا جو مريض گهڻو چيڙاڪ ٿيندو آهي، رواجي سورن کي به برداشت ڪري نٿو سگهي، درد سبب دانهون ڪرڻ لڳندو آهي. (٢) ٻارن جي اڪثر تڪليفن - مثلاً قولنج، دست، بخار، رات جو ننڊ نه اچڻ، ڪن جي سور وغيره لاءِ روزاني استعمال جي دوا آهي. اهي تڪليفون ٻارن کي ڏندن نڪرڻ وقت ٿينديون آهن. هر تڪليف ۾ ڪيموملا جي مزاجي علامت يعني چڙ ۽ بي آرامي هوندي. ٻار چاهيندو ته کيس هر وقت کڻي گهمائين. (٣) ٻارن جا ساوا دست پاڻيءَ جهڙا، بدبودار هوندا آهن، پيٽ ۾ سخت درد ۽ ڍهل جهڙو آڦريل، پاخاني جي بدبوءِ گندن آنن جهڙي هوندي آهي. (٤) ڪيموملا جو وڏي عمر وارو مريض

ڪنهن سان به عام انسانن وانگر نه ڳالهائيندو آهي. ميٽريا ميڊيڪا ۾ غصي ۽ درد جي سبب کان وڏي دوا آهي. (٥) خاموش ۽ برداشت ڪرڻ وارو بيمار جنهنکي قبضي به هجي ڪيموملا جو مريض نٿو ٿي سگهي. (٦) درد ۽ بيحسي گڏ ٿيندا آهن. (٧) وائيءَ جا شديد درد رات ۾ گهڻا ٿين ٿا. جنهن ڪري مريض اٿي گهمڻ ڦرڻ لاءِ مجبور ٿئي ٿو. (٨) درد، پلستلا وانگر گرميءَ سان وڌن ٿا پر سرديءَ سان گهٽ نٿا ٿين. (٩) هڪ ڳٽو ڳاڙهو ۽ گرم پر ٻيو ڳٽو زرد ۽ ٿڌو. عموما ٻارن ۾. (١٠) خشڪ کنگهه، ٻار ننڊ ۾ کنگهندو رهندو آهي. (١١) رات جو بستري ۾ پيرن جو ساڙو، جنهن ڪري مريض پير بستري کان ٻاهر ڪيئي ڇڏيندو آهي. (١٢) سڀ علامتون ٩ کان ١٢ بجي رات جو خراب ٿين.

**خاص علامتون** - رواجي علامتن جو شدت سان ظاهر ٿيڻ ۽ ان گڏ مريض جو چيڙاڪ ٿيڻ اڪثر ڪيموملا ڏانهن اشارو ڪندا آهن.

**زيادتي** - گرمي ۽ غصي کان، شام جو، اڌ رات کان اڳ، کلي هوا ۾، اوڳراين سان.

**گهٽ** - ڪٽي گهمائڻ سان، ٻڪ کان، گرم گهميل موسم ۾.

**معاون-** بيلا ڊونا (عموما ٻارن جي بيمارين ۾) پلسٽلا.
**مصلح-** ڪيمفر، نڪس واميڪا، پلسٽلا، ايڪونائيٽ، بوريڪس، ڪافيا، ڪالوسنٿ.
**مخالف-** زنڪم ميٽليڪم، نڪس واميڪا.
**طاقت-** ٣-٦-٣٠-٣٠٠-١٠٠٠ ۽ بلند.

# ڪينابس سٽائيوا (يورپ يا آمريڪا جي ڀنگ)

## *CANNABIS SATIVA*

(١) تازي پرميل لاءِ پهرين نمبر دوا آهي. اڪثر بطور مجرب استعمال ڪئي ويندي آهي. (٢) خاص علامتون هي آهن. پيشاب جي نالي گهٽجي (پردرد) جو ڇهڻ برداشت نٿي سگهي. انڪري مريض ٽنگون ڦاڙي ويڪريون ڪري هلندو آهي. پيشاب ڪرڻ وقت ۽ خاص طرح ڇڪڻ بعد ساڙو. (٣) ڪينٿرس ۾ بار بار پر درد حاجت زيادة ظاهر هوندي آهي ۽ ڪينابس سٽائيوا ۾ ساڙو ۽ درد جو احساس ظاهر هوندو آهي.
**خاص علامتون-** تازو پرميل.
**زيادتي-** سمهڻ ۽ ڏاڪڻ تي چڙهڻ سان.

**مصلح**- ڪيمفر، مرڪيورس، ليمي جورس.
**مخالف**- ڪيمفر
**طاقت**- ٣- ٣٠ ۽ بلند. هڪ لاءِ هن دوا جي ٣٠ طاقت ڏجي.

# ڪينيبس انڊيڪا (ڀنگ)

## *CANNABIS INDICA*

(١) هن دوا جون دماغي علامتون قابل ذڪر آهن، بيمار جي دماغ ۾ عجيب و غريب خيال ۽ تصور پيدا ٿيندا آهن. (٢) سڀ کان زياده ظاهر علامت هيءَ آهي ته مريض هڪ ڳالهه شروع ڪري مگر رستي ۾ وسري وڃيس ته هنکي ڇا چوڻو هو، انڪري ڳالهه ختم ڪري نه سگهندو آهي. (٣) وقت ۽ مفاصلي جو اندازو هرگز نه ڪري سگهي. هڪ منٽ، هزار سال معلوم ٿئي ۽ ٻن ٽن فوٽن واري ٻري رکيل شيءِ ڪيترائي گز پري معلوم ٿئي. (٤) مريض عجيب خيالن ۽ تصورن ۾ ڀرپور هوندو آهي ۽ طرحين طرحين خيال ڪندو آهي مثلاً منهنجو موت ويجهو آيو آهي، چريو ٿي پوندس، سندس پنهنجو ضمير هجن ڪڏهن کلي ته ڪڏهن روئي، عقل وارين ڳالهين تي کلڻ شروع ڪندو آهي ۽ ڪڏهن لڳاتار ٿڪ ڏيندو آهي. (٥) گهڻين اعصابي تڪليفن ۾ هيءَ دوا آرام پهچائي ٿي. مثلاً مرگهي، چريائپ ۽

شراب پيئندڙن جي بڪواس. (٦) ڪابوس يعني رات جي هولناڪ خوابن کي گهٽ ڪندي آهي. (٧) مٿي جي سور ۾ اهڙو احساس، ته ڄڻ ڇوٽي کلي ٿي ۽ ڄڻ بند ٿئي ٿي. (٨) مقعد جي قريب سيرڻ جي جاء تي سوڄ ۽ اهڙو احساس ڄڻ مريض گولي تي ويٺل آهي. اها علامت غده قداميه جي سوڄ ۾ ملندي آهي، ۽ ڇما فلا ۾ پڻ هوندي آهي.

**خاص علامتون-** عجيب و غريب تصورات ۽ خيالات

**زيادتي-** صبح جو ڪافي، شراب ۽ تماڪ پيئڻ سان، سڄي پاسي تي سمهڻ سان.

**ڪمي** - تازي هوا ۾، ٿڌي پاڻيءَ ۽ آرام سان.

**طاقت-** Q ۽ بلند.

# ڪينٿرس (ٽيلني مک)

## *CANTHARIS*

(١) ساڙو، ڪينٿرس جي سڀني ڪيسن ۾ ملندو آهي، خاص طرح مثاني ۽ پيشاب جي ناليءَ ۾ ظاهر ٿيندو آهي. (٢) اڪثر سڀني ڪيسن لاء جن جي دوا ڪينٿرس ٿيندي، پيشاب جون علامتون ضرور ملنديون (٣) گردي، مثاني يا پيشاب جي ناليءَ جي سوزش سبب سخت ساڙو، پيشاب بار بار ۽ ڦڙو ڦڙو ٿي ايندو آهي. پيشاب، ناليءَ کان لنگهڻ وقت سيڪي جي

ڳڳهاريل گرم ڦڙن مثل معلوم ٿيندو آهي، ۽ ڪڍهڻ
پيشاب ۾ رت به ايندو آهي. (۴) پيشاب جون علامتون
اڪثر پرميل، گردي ۾ پٿريءَ ۽ عام سوزش سبب پيدا
ٿينديون آهن. (۵) ماشرا، ڦوڪڻان، جنهن ۾ ٻاڦي پريل
هوندو آهي ۽ ساڙو. (۶) بدني چمڙيءَ جو سڙڻ مگر ڪل
اچا ڦاٽي نه هجي ته ڪابه هوميوپيٿڪ طاقت لڳائي
ڪپهه سان ٻڌڪي ڇڏجي پر جڏهن چمڙي ڦاٽي پوي
ته ٽوڪايل ٻاڦيءَ ۾ يا ڊسٽلڊ واٽر ۾ ڪينٿرس
مدر ٽنڪچر ملائي لڳائجي ۽ اندروني طور ڪينٿرس
جون هوميوپيٿڪ طاقتون کارائجن. (۷) پيچش، ساڙو ۽
رت، آنڊن جي ٽڪرن جهڙو مواد خارج ٿيندو آهي ۽
پيشاب جون خاص علامتون. (۸) جماع جي شديد خواهش
مرد خواه عورت ۾ ۽ پيشاب جون تڪليفون. (۹)
ڪينٿرس جو ڪيس يڪدم شدت سان شروع ٿيندو
آهي ۽ تيزيءَ سان علامتون وڌنديون آهن.

**خاص علامتون-** سخت ساڙي وارو پيشاب، جو ڦڙو
ڦڙو ٿي نڪري.

**زيادتي-** ڇهڻ سان، پيشاب ڪرڻ سان، ٿڌي پاڻيءَ
يا ڪافي پيئڻ سان.

**ڪمي-** مالش ڪرڻ سان.

**معاون-** ڪيمفر، ايپس ميلنيڪا.

**مصلح**- ايڪونائيٽ، ڪيمفر، پلسٽلا، اپڪس، ڪالي نائٽريڪم.
**مخالف**- ڪافيا.
**طاقت**- Q، ٦-٣٠ ۽ بلند.

# گريفائيٽس ( ڪاو شيهو )

## *GRAPHITES*

(١) هيءَ دوا ٿلهن، سفيد چمڙيءَ وارن، گهڻي سردي محسوس ڪندڙن ۽ قبضيءَ وارن شخصن لاءِ مفيد آهي (٢) هن دوا جو مريض عموما غمگين رهندو آهي ۽ جماع جي خواهش نه مرد ۾ ۽ نه عورت ۾ هوندي آهي. بلڪ جماع کان نفرت هجين. (٣) مريض غمگين ۽ مايوس، روئڻ ڏانهن مائل، هر وقت پنهنجي موت متعلق پيو سوچيندو آهي. (٤) جلدي ايار، مثلا ايگزيما وغيره جنمان سفيد، شفاف ۽ ليسدار رطوبت ماکيءَ مثل نڪرندي آهي. اهڙي رطوبت وارا ايار هونءَ ته ساري بدن جي ڪنهن به حصي تي ظاهر ٿي سگهن ٿا پر عام طرح ڪنن، ڪنن جي پٺيان، مٿي تي، چهري، خاص عضوي ۽ پنبڻين تي نڪرندا آهن. (٥) اڪثر ڪي هنڌ ڦاٽل چيريل هجن مثلا واڇون مقعدي آڱرين جون چوٽيون ۽ پنبڙين جا ڪنارا پڪل هجن. (٦) ننهن بي ڍؤلا ٿلها ۽ ڦاٽل. (٧) پراڻين ڦرڙين جي سخت نيشانن کي نرم ۽ درست ڪندي آهي

خصوصاً ٻجن جي ڳڙن جي نيشالن ڪي. (٨) مقعد جي ايگزيما، مقعد ۾ ٿالل چيرڻ ۽ پاخاني بعدگهڙو درد ٿئي. (٩) قبضي، ڳنڍين جهڙو پاخانو، پاخاني جا وڏا ٽڪرا بلغم جي ڌاڳن سان هڪ ٻئي ۾ گڏيل هوندا آهن. (١٠) پوري رنگ جا ٿنڌا دست، جن مان سخت بدبوءِ ايندي آهي. (١١) ليڪوريا تيزابي، ٻنهي ڏئي وهي، حيض کان اڳي يا پوءِ زياده ٿئي. (١٢) تمام اخراجات بدبودار. (١٣) ٿلهيون عورتون، جنکي حيض دير سان ۽ ٿورو اچي.

**خاص علامتون-** ٿلها مريض جنکي قبض هجي، ۽ جن جي بدن آئي ليسدار رطوبت وارا اپار ملن. سڀ کان وڏي علامت گواٽي ليسدار رطوبت جو وهڻ آهي.

**زيادتي-** رات جو، حيض کانپوءِ.

**ڪمي-** اوندهه ۾، سمهڻ سان ۽ اوڪارن سان.

**معاون-** ارجنٽم نائٽريڪم، ڪاسٽيڪم، هيپر سلفر، لائيڪو پوڊيم، آرسينڪ، ٽيوبر ڪيولينم، فيرم ميٽاليڪم، سلفر.

**مصلح-** نڪس واميڪا، ايڪونائيٽم، آرسينڪ البم، چائنا، شراب.

**طاقت-** ٣٠-٢٠٠-١٠٠٠ ۽ بلند طاقتون.

# گلونائين (نائٽرو گليسرين)

## *GLONOINE*

(١) هن دوا جون علامتون، مٿي کي گهڻي گرمي لڳڻ سبب شروع ٿين ٿيون مثلا سج جي گرمي لڳڻ- گيس بتيءَ جو مٿي کي ويجهو رهڻ- سگريءَ (ڪل) ويجهو هئڻ وغيره. (٢) سج جي گرميءَ سبب اڪثر ڏينهن لڳي ويندو آهي ۽ ڏينهن لڳڻ لاءِ هيءَ اول نمبر دوا آهي. (٣) رت جي دوري ۾ گڙٻڙ سبب، رت ڇاتيءَ ۽ مٿي طرف هليو ويندو آهي. ان سبب مٿي ۾ سور ۽ دل جو ڌڙڪو ٿي پوندو آهي. ايتريقدر جو سڄو بدن دل وانگر ڌڙڪندو آهي. (٤) ڌڙڪيدار سور گردن ڏي وڌندو وڃي- معمولي حرڪت به برداشت ٿي نه سگهي. (٥) مريض، مٿي تي ڪابه گرمي، ڪپڙو ۽ ٽوپي وغيره برداشت نه ڪري- گرم ڪمري ۾ مٿي جو سور وڌي مريض کليل هوا ۾ مٿو رکڻ پسند ڪري، (٦) هن دوا ۽ بيلاڊونا جون علامتون پاڻ ۾ ملن جلن ٿيون مگر منجهن فرق هيءَ آهي ته بيلاڊونا ۾ اڪثر مٿي ڏانهن رت جو دٻاءُ ۽ بخار هوندو آهي، مٿي تان ڪپڙو لاهڻ ۽ وار ڪٽائڻ سان تڪليف ٿئي مگر گلونائين ۾ بخار ۽ سوزش نه هوندي، نڪي

مٿي تان ڪپڙي لاهڻ ۽ وار ڪتائڻ سان تڪليف
ٿيندي آهي. (٧) مريض بجاءِ نڪيدار مٿي جو
سور. (٨) مريض ڪان ڏنل گهٽيون به وسري وڃن.
**خاص علامتون.** ڏينهن لڳڻ يا ان جهڙيون علامتون
ڪهڙي به سبب کٽي ٿين.
**زيادتي.** اس، گيس، باه ۽ سج جي شعاعن ۾ -
وارن ڪتائڻ ۽ صبح ٦ ڪان منجهند تائين.
**ڪمي.** براندي پيئڻ سان.
**معاون.** بيلا ڊونا.
**مصلح.** ڪيمفر - ايڪونائيٽ - ڪافيا- نڪس واميڪا.
**طاقت.** ٦، ٣٠ ۽ ٢٠٠

# لائسين يا هائيڊروفوبينم
# (چريي ڪتي جي گگ)

## *LYSSIN or HYDROPHOBINUM*

(١) هيءَ دوا چريي ڪتي جي چڪ پائڻ لاءِ مفيد
آهي. (٢) پاڻيءَ ڏسڻ، وهندڙ پاڻيءَ جي آواز ۽
صراحيءَ مان پاڻي نڪرڻ جي آواز سان سڀ تڪليفون
وڌن. (٣) چريي ڪتي جي چڪ پائڻ سبب، پاگل ٿيڻ
جو خطرو. (٤) زهر نيرا ٿين (ليڪسس وانگر). (٥) خواهش
جماع زياده ٿيڻ، دماغي جذبي يا بي عزتيءَ سبب

تڪليفون وڌن. (٦) اس يا سج جي گرمي برداشت ڪري نہ سگهجي. (٧) گيڙين جا دورا- پاڻي، آئيني يا پاڻيءَ مان موٽندڙ روشنيءَ يا بلڪل تيز روشنيءَ ڪان معمولي چهڙ ۽ هوا جي جهوٽي سان. (٨) مٿي جو سور- ڪنهن بہ ڪتي جي چڪ پائڻ سان، ٻراڳن دماغي جذبن يا محنت ڪان- چمڪندڙ روشني ۽ وهندڙ پاڻيءَ جي آواز ڪان. (٩) ٿڪ- تاردار ۽ ليسدار- ان سبب مريض لڳاتار ٿڪون اڇلائي. (١٠) نڙيءَ ۾ سور- ٻڙين شين گهڙ وقت ڪاڌي جي نليءَ ۾ چڪ ۽ نڙي گهٽجي. (١١) وهندڙ پاڻي ڏسڻ سان، پيشاب جي حاجت گهٽجي ٿئي.

**خاص علامتون-** چتي ڪتي جو چڪ- روشنائي ۽ پاڻي ڏسڻ ۾ تڪليف وڌي.

**زيادتي-** وهندڙ پاڻي ڏسڻ يا انجي آواز ٻڌڻ سان- تيز روشني ۽ سج جي گرميءَ سان.

**طاقت-** ٣٠ ۽ ٢٠٠ ہر هر ڪتي جي چڪ لاءِ ٢٠٠ جون بہ ٽي خوراڪون هر هفتي بعد ڏجن- خاص چتي ڪتي جي چڪ لاءِ ٢٠٠ جي هڪ خوراڪ هر ڇهن ڪلاڪن بعد ڏجي. جيستائين مريض صحتياب ٿئي.

# لائيڪوپوڊيم (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *LYCOPODIUM*

(۱) هيءَ دوا عموماً ٻارڙن مرضن لاءِ مفيد آهي پر ڪڏهن ڪڏهن تارن مرضن ۾ پڻ هنجي ضرورت پوندي آهي. (۲) جنهن وقت لائيڪوپوڊيم دوا ڏيندي ته خاص طرح هاضمي ۽ پيشاب جي عضون جون علامتون ضرور ملنديون. (۳) هاضمي جي علامتن مان هڪ خاص علامت شديد بک جو لڳڻ آهي، مگر هڪ ٻن گرهن کائڻ سان پيٽ ڀرجي وڃي ٿو. پيٽ ۾ ريح گهڻو خصوصاً پيٽ جي هيٺين حصي ۾، جنهن ڪري پيٽ اُڦريل رهندو آهي. جگر جون علامتون، قبضي ۽ نفخ عموماً اهي ٽيئي علامتون گڏ هونديون آهن. ٿڌي ڪاڌي کائڻ سان تڪليف وڌندي آهي، مگر گرم کاڌي کائڻ سان آرام. مريض مٺيون شيون گهڻيون پسند ڪندو آهي ۽ کٽاڻ جون علامتون ظاهر هونديون آهن. (۳) پيشاب جي علامتن مان خاص علامت، صاف پيشاب ۾ ڳاڙهي واريءَ جو اچڻ آهي. ڇيله ۾ ٻڪين جي جاءِ تي، پيشاب ڪرڻ بعد دردن ۾ آرام، رات جو ڪيترائي ڀيرا پيشاب اچي خصوصاً ڪراڙن شخصن ۾. (۴) تمام

علامتون ۴ کان ۸ بجي شام جو وڌنديون آهن. (۵) اهي
تمام علامتون بدن جي ساڄي طرف کان شروع ٿي کٻي
طرف وينديون آهن. لائيڪوپوڊيم ساڄي طرف جي دوا
آهي ۽ ساڄي طرف جي تڪليفن مثلا ساڄو گلو، ساڄو
خصية الرحم، ساڄو گردو، ساڄي پاسي چمڙيءَ جون
بيماريون، ساڄي طرف جو چڙن، وغيره شامل آهن. (۷)
مريض دماغي طور مضبوط پر جسماني طور ڪمزور،
ڏٻرو ۽ سنهو. (۸) هڪ پير گرم ته ٻيو ٿڌو. (۹) سرديءَ
کان يڪدم ڳوڙ ۽ ڳوڙ کانپوءِ يڪدم سخت پياس.
واري جي بخارن ۾. نفخ، ڪٿو ذائقو، کٽي ڦيءَ، کٽيون
اوڳرايون ۽ کٽو ڳوڙ هوندو آهي. (۱۰) نامردي، خصوصا
پئين جي، خاص عضوو نڪيو، ٿڌو، جماع جي گهڻي
خواهش مگر عملا بيڪار. (۱۱) فاسفورس وانگر پنهنجي
ڪلهن جي وچ ۾ ساڙو. (۱۲) نمونيا جي آخري درجي
۾ جڏهن جگر جي خرابيءَ جون علامتون موجود هجن.
ساڄي طرف جي نمونيا، ناسن پکي وانگر هلن
۽ تڪليفون ۴ کان ۸ بجي لهريءَ جو زياده ٿين
ته لائيڪوپوڊيم ئي بيمار جو ڇوٽڪارو ڪري سگهي ٿي.

**خاص علامتون-** گوڏي پٺ مگر پر ٽن گرهن کانپوءِ
سار پيٽ ڀرجي پوي. پيٽ جي هيٺين پاسي ۾

رايح جي زيادتي. پيشاب ۾ ڳاڙهي واري، ۴ کان ۸ بجي شام جو تڪليفن ۾ زيادتي. سڄي پاسي جون علامتون يا اهي تڪليفون، جي سڄي کان کٻي وڃن ۽ گرم شين پيئڻ جي خواهش.

**زيادتي-** ۴ بجي کان اٺين بجي رات تائين (هيلي بورس) ۴ کان ۹ بجي رات تائين (ميگنيشيا فاس)

**ڪمي-** گرم کاڌن ۽ گرم شين پيئڻ سان. مٿو اگهاڙو ۽ ڪپڙا ڍلا ڪرڻ سان.

**معاون-** چيليڊونيم، سلفر، گريفائيٽس، ليڪسس، اگنيشيا، ايپيڪاڪ، پلسٽلا، ڪلڪيريا ڪارب، فاسفورس. (خصوصا چيليڊونيم- لائيڪوپوڊيم جي اعلي مددگار آهي. جڏهن لائيڪوپوڊيم فيل ٿئي. ته چيليڊونيم بهتر ڪم ڪندي. اهڙيءَ طرح چليڊونيم فيل ٿئي ته لائيڪوپوڊيم ڪم ڪندي. گريفائيٽس پيٽ جي علامتن ۾ اڪثر لائيڪوپوڊيم جي مددگار آهي.)

**مصلح-** ڪيمفر، پلسٽلا، ڪاسٽيڪم، ايڪونائيٽ، ڪيموملا، ڪافيا، گريفائيٽس، نڪس واميڪا.

**مخالف-** ڪافيا، نڪس موسڪيٽا، سلفر ڪانپوء.

**طاقت-** ۳۰- ۲۰۰-۱۰۰۰ ۽ سي- ايم (لک)

# ليڊم پال (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *LEDUM PAL*

(١) هيءَ دوا سنڌن جي سوڄ جي دوا آهي، سنڌن جا سور، پيرن کان شروع ٿي مٿي چڙهندا آهن. ہر ڪاميا جا درد مٿان کان هيٺ لهندا آهن. (٢) درد، رات جو بستري جي گرميءَ ۾ وڌندا آهن. عضون تان ڪپڙن لاهڻ ۽ انهن کي برف جهڙي ٿڌي پاڻيءَ ۾ رکڻ سان آرام ايندو آهي. حالانڪ مريض پاڻ گهڻي سردي محسوس ڪندو آهي. بدن جي حرارت نهايت ڪمزور. (۴) اک جي ڌڪ لڳڻ ۾ آرنيڪا کان بهتر ڪم ڪندو آهي، اک ۾ ڌڪ لڳڻ سبب رت جمي پوي. (٥) تکن ۽ چهنب وارن اوزارن کان پيدا ٿيل زخم، مثلا ڪوڪو لڳڻ، ڏنگن وارن جانورن جا ڏنگ مثلا ڏيئو، ڪئي جو چڪ ۽ خصوصا ميڙن جا ڏنگ (٦) زخم ٿڌا. (٧) سنڌن جي سوڄ نشين خواه پراڻي هجي مگر بخار کانسواء.

**خاص علامتون-** هيٺان کان مٿي سنڌن جي سوڄ، پيرن کي نهايت ٿڌي پاڻيءَ ۾ رکڻ سان آرام، حالانڪ مريض پاڻ سردي محسوس ڪندو آهي ۽ تکن چهنب دار شين کان زخم ٿين.

**زيادتي-** رات جو بستري جي گرميءَ سان.

**ڪمي-** سرديءَ ۽ ٿڌي پاڻيءَ ۾ پير وجهڻ سان.

**معاون-** چائنا، سيپيا.

**مصلح-** ڪيمفر، رسٽاڪس.

**مخالف-** چائنا.

**طاقت-** ٣-٣٠ ۽ ٢٠٠

# ليڪسس (ڏکڻ آمريڪا جو ناڳ)

## *LACHESIS*

(١) لائيڪوپوڊيم سڄي پاسي جي پورين لمبر دوا آهي. مرض کٻي طرف پيدا ٿيندا آهن ۽ کٻي طرف کان شروع ٿي سڄي طرف وڌندا آهن. بلڪل جهڙي طرح لائيڪوپوڊيم ۾ علامتون سڄي کان شروع ٿي ۽ کٻي طرف وڌنديون آهن. (٢) پوريائين گلي جو کٻو غدود سڄندو آهي پوءِ سڄو، خناق (ڊفٿيريا) ۾ پوريائين کٻي طرف کان جهلي ٺهڻ شروع ٿئي ٿي، کٻو خصيةالرحم، کٻو خصيو، ۽ ڇاتيءَ جي کٻي طرف تڪليفن جو پيدا ٿيڻ (٣) عضوا پرحس، ايتريقدر جو ڪپڙو رکڻ به برداشت ٿي نه سگهي، اها حالت گلي ۾ زيادة ظاهر هوندي آهي. انڪانسواءِ زخم معدي جي جاءِ، پيٽ وغيره جون جايون پرحس هونديون آهن ۽ معمولي ڇهڻ به ناقابل برداشت ٿئي ٿو. (٤) سوزش واريون جايون ۽ ڦٽ-ن ج-و رنگ نيرو هوندو آهي، اها علامت رت جي زهري ٿيڻ جي

آهي. (٥) مهارون سڀئي ۽ نيري رنگ جـــون اسفنج جهڙيون ۽ مهارن مان رت آسانيءَ سان نڪرندو آهي. جيڪڏهن مرڪيورس سال فائدو نه ڪري ته انڪانپوءِ ليڪسس ڏني وڃي. (٦) رت جو زهريلو ٿيڻ، رت جو پترو ٿيڻ، انڪري معمولي زخمڪان به گهڻو رت نڪرندو آهي. (٧) سڀ علامتون ننڊ سان ۽ ننڊ ڪانپوءِ وڌي وينديون آهن، اها هن دوا جي خاص علامت آهي مثلا سمهڻ ۾ ساه بند ٿيندو، يا مٿي جو سور جاڳڻ سان اڳي ڪان به گهڻو ٿي ويندو. (٨) اخراجات جاري ٿيڻ سان آرام مثلا مٿي جي سور ۾ نزلي وهڻ سان فائدو، انڪري اخراجات دٻجڻ يا بند ٿيڻ ڪري ليڪسس جون علامتون وڌي وڃن ٿيون. (٩) حيض بند ٿيڻڪانپوءِ (سن ياس) جون علامتون، گرم لهرون، گرم پگهر، مٿي جي چوٽيءَ تي ساڙو ۽ دٻاءُ، بواسير وغيره. (١٠) تڪ-ياٽي يا ڪير وغيره جي گهڻ سان نڙي زياده ڏکندي آهي ۽ سخت ڪاڌي کائڻ سان گهٽ ڏکي ٿو. (١١) گرم شين پيئڻ سان نڙيءَ جون علامتـــون خراب. (١٢) جڏهن تپ محرقه، نمونيا، ماشرا وغيره ۾ بيماريءَ جو زور خاص طرح نڙيءَ تي هجي ته ليڪسس جون وڌيڪ علامتون ڳولجن. (١٣) زبان ٻاهر ڪڍڻ سان ڏکندي آهي (١٤) سن استروڪ (ڏينهن لڳڻ) جا بد اثر جي پراڻا ٿي ويا هجن، مريض اس برداشت نه ڪري سگهي. (١٥) مريض گهڻ ڳالهائو ۽ ساڙ وارو هوندو آهي.

**خاص علامتون-** ننڍ سان علامتون وڌن، چمڙيءَ جو ذڪي الحس ٿيڻ، ڪنهن به شيءِ جو ڇهڻ برداشت نه ڪري سگهي، علامات جو کٻي طرف پيدا ٿيڻ يا کٻي کان سڄي طرف وڃڻ. اخراجات وهڻ سان تڪليفون گهٽجن. سوزش وارين جاين ۾ ڦٽن وغيره جو رنگ نيرو هئڻ.

**زيادتي-** ننڊ ڪاڇوءَ، ڇهڻ سان، بيحدگرمي ۽ سردي کان، شراب، تيزاب، ڪونين ۽ ڀاري کان دٻائڻ، ۽ سج جي گرميءَ کان، بهار ۽ اونهاري جي موسم ۾.

**ڪمي-** اخراج سان، گرم ٽڪور سان، ڇر ڇر ڪپڙن ڍلن ڪرڻ سان اوڪارن ۽ ڪائڻ سان.

**معاون-** لائيڪوپوڊيم، هيپر سلفر، آيوڊيم، ڦڦڙن جي عارضن ۾ ليڪسس کان اڳ ۽ پوءِ سٺو ڪم ڪندو آهي. فاسفورس، زنڪم ميٽليڪم، آرسينڪ البم، ڪلڪيريا ڪارب، ڪاربو ويج.

**مصلح-** آرسينڪ البم، مرڪيورس، گرمي، شراب ۽ لوڻ. سيڊران (اعليٰ مصلح)

**مخالف-** ايسي ٽڪ ايسڊ، سورينم، سيپيا، ڊلڪامارا نائٽرڪ ايسڊ.

**طاقت-** ۱۲-۳۰-۲۰۰ ۽ بلنڊ.

# مرڪ سال ( پارو )

## *MERO SOL*

(١) باد فرنگ جي علامتن جي پهرين نمبر دوا آهي. (٢) سڀ علامتون رات ۾ وڌي وڃن ٿيون ( جئن باد فرنگ جي علامتن جو قاعدو آهي) مثلا هڏين جا درد وغيره (٣) بستري جي گرميءَ کان علامتون وڌي وڃن مثلا ايارن ۾ خارش زياده ٿيڻ لڳندي آهي. (٤) مريض جي وات مان سموري وقت ڳگ وهندي آهي. (٥) مرڪ سال جون اڪثر علامتون وات ۾ ملنديون آهن مثلا مهارون سڄيل ۽ انهن مان رت وهندو آهي، ڏند چوليءَ کان سڙندا ڳرندا وڃن وات مان ڳگ وهندي وات ۾ ڦوڪڻان ۽ بدبوء ايندي آهي. (٦) مرڪيورس جي مريض کي ڏينهن رات گهڻو پگهر ايندو آهي پر تنهن هوندي به تڪليفن ۾ افاقو نه ٿيندو آهي بلڪ تڪليفون اڳي کان به زياده ٿي وينديون آهن (٧) وات ۾ رطوبت گهڻي پر پياس گهڻي. (٨) جيڪڏهن زبان ۽ چمڙي خشڪ هجن ته مرڪيورس دوا نه ٿيندي. (٩) پيچش ۾ مروڙ وڌندي رهي آهي ۽ ختم نه ٿيندي آهي. (١٠) گلي جي غدودن جو سڄڻ، جڏهن وات جون علامتون موجود هجن خصوصا ڳگ جو وهڻ. (١١) ننڍيون طاقتون گند پيدا ڪن ٿيون ۽ وڏيون طاقتون

گند روڪين ٿيون. (۱۲) سردي لڳڻ ۽ گند پوڻ ڪان اڳ بدن ۾ تڏ جون لهرون محسوس ٿينديون آهن.

**خاص علامتون-** رات جو ۽ بستري جي گرميءَ ۾ علامتن جو وڌڻ، وات مان گگ جو وهڻ، پگهر جو گهڻو اچڻ ته به آرام ڪونه.

**زيادتي-** رات جي وقت، سمهڻ کان اڳي، نڪ صاف ڪرڻ، ٿڌي هوا ۾، بتيءَ جي روشنائيءَ ۾ پگهر اچڻ کان اڳ ۽ پاخاني اچڻ کانپوءِ، سڄي پاسي سمهڻ سان.

**ڪمي-** ڪليل هوا ۾، تکي هلڻ، محنت ڪرڻ ۽ آرام ڪرڻ سان.

**معاون-** آرم ميٽليڪم، بيلاڊونا، هيپر سلفر، سيپيا، سلفر.

**مصلح-** هيپر سلفر، آرم ميٽليڪم، ميزريم (هيپر سلفر مرڪ سال جي بهترين مصلح آهي)

**مخالف-** سليشيا، ليڪسس، ايسيٽڪ ايسڊ.

**طاقت-** ۳-۳۰-۲۰۰ ۽ بلند.

# مرڪ ڪار (رسڪپور)

## *MERC. CORR*

(۱) هن دوا ۾ مرڪ سال جون اڪثر علامتون ملنديون آهن، مگر هن جون علامتون مرڪ سال کان

گهٽيون شديد ٿينديون آهن، انڪري پيچش وغيره ۾ جڏهن مرڪ سال فائدو نه ڪري ۽ علامتون سخت هجن ته مرڪ ڪار ڏيڻ گهرجي. (٢) شديد پيچش جي پهريون نمبر دوا آهي، جڏهن پاخاني جي پردرد حاجت ختم ٿيڻ ۾ نه اچي، تمام مقعد سڙيلدي هجي گهڻو رت اچي ڏن جي هينان پيٽ ۾ سور ٿيندو هجي ۽ مريض گهڻو وقت پاخاني تي ويهي زور لڳائيندو رهي. (٣) اهڙي سخت پيچش سان گڏ مثاني جي حالت به گهڻو ڪري مقعد وانگر هجي يعني بار بار قطرو قطرو پيشاب ساڙي ۽ درد سان اچي. (٤) پرميل جي ٻئي درجي ۾ جڏهن گند گهاٽو ۽ سائي رنگ جو ٿئي ٿو، مگر ساڙو وغيره قائم هجي ۽ رات جو تڪليف وڌي وڃي. (٥) وات ۾ ننڍيءَ جي شديد سوزش، جڏهن مرڪيورس سال ڪم نه ڪري ته هيءَ دوا ڏجي.

**خاص علامتون-** پيچش ۾ پاخاني جي ختم نه ٿيڻ جي پردرد حاجت ۽ رت اچي پيشاب جو ٿڙو ٿڙو درد سان اچي. مرڪ سال جون علامتون مگر علامتن جي شدت ۾ اها دوا مقابلو نه ڪري سگهي.

**زيادتي-** رات ني، گهميل آب هوا ۾، سڄي پاسي ليٽڻ، پگهر اچڻ، گرم ڪپڙن ۽ گرم بستري ۾، خزان جي موسم ۾.

**مصلح-** هيپر سلفر، ميزريم، مرڪ سال، سيپيا، سليشيا.
**مخالف-** ايسي ٽڪ ايسڊ، سليشيا.
**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# ميڊورينم ( پرميل جو زهر )

*MEDORRHINUM*

(١) هيءَ دوا، انهن تمام ڪيسن ۾، جن ۾ پرميل جي هسٽري ملي ۽ چڱيءَ طرح تجويز ڪيل دوائون فائدو نه ڪن ته هن دوا تي نظر رکجي. (٢) اهي سڀ ٻار جن جي والدين ۾ پرميل جي هسٽري ملي ۽ ڪنهن به دوا سان درُست نه ٿين ته ميڊورينم دوا جا طلبگار آهن. (٣) اهي سڀ عورتون جيڪي شاديءَ کان اڳ بلڪل تندرست هيون پر شاديءَ کانپوءِ زنانين بيمارين جو شڪار ٿيون آهن ۽ سندن مڙس ۾ پرميل جي هسٽري ملي ته اهي اڪثر هن دوا سان صحت ياب ٿينديون. (٤) پرميل جي دٻجڻ جا بد اثر، مثلاً سندن جا ڄرائا سور، جو ڪنهن دوا سان درست نه ٿين. (٥) سڀ علامتون صبح کان سانجهيءَ تائين وڌنديون آهن مثلاً سندن جا سور (سفليئم جون علامتون سانجهيءَ کان صبح تائين وڌنديون آهن) (٦) پرميل سبب عورتن ۾ اولاد جو نه ٿيڻ ۽ مردن ۾ نامردي. (٧) هيءَ دوا گوڙهو ڪري دٻيل پرميل کي ٻاهر ڪڍندي آهي.

(٨) رات جو ننڊ ۾ پيشاب جو وهي وڃڻ. (٩) سمنڊ جي ڪناري ۽ گهميل موسم ۾ سيني علامتن ۾ آرام. (١٠) ٻرميل وارن مريضن جي ٻارن ۾ دم جي شڪايت، جڏهن گهميل موسم ۾ آرام رهي (سوزاڪي مريضن جي ٻارن ۾ دم جي شڪايت، جڏهن گهميل موسم ۾ تڪليفون وڌن ليترم سلف) (١١) سلفر وانگر هٿ پير سڙندا آهن، مريض بستري کان ٻاهر ڪڍندو آهي ۽ انهن لاءِ ٿڌي جاءِ تلاش ڪندو آهي. (١٢) پيرن جون ترين گهڻو درد ڪنديون آهن. (١٣) هن دوا کي هميشه بلند طاقتن ۾ استعمال ڪجي.

**خاص علامتون** - ٻرميل جي زهر جا بد اثر، جڏهن چڱيءَ طرح تجويز ڪيل دوائون ڪم نه ڪن.

**زيادتي** - جڏهن مريض بيماريءَ جو خيال ڪري، سج اڀرڻ کان لهڻ تائين، خشڪي تي رهڻ سان، آنڌي ۽ طوفان کان معمولي حرڪت ۽ مٺين شين کائڻ کان.

**ڪمي** - سمنڊ جي ڪناري تي، پيٽ ڀر ليٽڻ سان، گهميل آب هوا ۾ (ڪاسٽيڪم، نڪس واميڪا)

**مصلح** - اپيڪاڪ (خشڪ ڪنگهه ۾)

**طاقت** - تمام بلند طاقتن ۾ ڏيڻ مفيد آهي. مثلا ١٠٠٠ ۽ سي. ايم.

# ميزيريم (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## MEZEREUM

(١) هيءَ دوا چمڙيءَ جي خارش ۽ ايگزيما، هڏن جي دردن ۽ اعصابي سورن لاءِ ڪارائتي آهي. (٢) بادفرنگ ۽ پاري وارا ڪيس گهڻو ڪري هن دوا جي طلب ڪندا آهن. (٣) علامتون رات جو ۽ بستري جي گرمي ۾ وڌي وينديون آهن، اهي خاص علامت بادفرنگ جي آهي، پراڻا مرڪسال جي ته پڪريون نمبر علامت آهي، جنهن ڪري بادفرنگ لاءِ سردار دوا آهي. اهڙين حالتن ۾ ميزريم ۽ مرڪيورس هڪ ٻئي لاءِ گويا مصلح آهن. (٤) خارش، کنهڻ سان جاءِ متاثر ٿيندي آهي، کنهڻ بعد خارش واري جاءِ ٿڌي ٿي ويندي آهي، خارش، گرم ڪمري يا بستري ۾ گرم ٿيڻ سان شروع ٿي ويندي آهي، عموما رات جو خارش وڌندي آهي. ڪڏهن چمڙيءَ تي ايسار ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن ڪونه. خارش، کنهڻ سان وڌيڪ ٿيندي ويندي آهي. (٥) اگزيما، ۾ ٿلها ٿلها کرنڊ ٿيندا آهن، جن جي هيٺان بدبودار گند هوندو آهي. اهو اگزيما اڪثر مٿي تي ايترقدر چميل هوندي آهي جو چمڙي جي ٽوپي چڙهيل آهي يا چيڪيءَ مٿيءَ جو

ٿلهو ليپ ڏنل آهي. جنهن جي هيٺان گند ڀريو سمندو آهي ۽ ڪڏهن ڪيٺان به ٻهڄي ويندا آهن. (٦) ماتا، جي ٽڪن بعد ٿلها ٽوهه، وارا اپار، اگزيما وغيره ۾ خارش نمبر ۴ ۾ درج ٿيل علامتون ملنديون آهن. (٧) لنبين هڏن ۾ رات جي وقت درد، خصوصا ٻنيءَ جي هڏيءَ ۾ درد، رات جو گرميءَ ۾ وڌندا آهن ۽ بادفرنگ جون علامتون ملن. (٨) اعصابي درد- چهري جو اعصابي سور، ڪل تي سيڪ سان آرام مگر گرم ٽڪور سان آرام نه اچي. (٩) ڏاڍ- ٻاڙ ڪان ڳرندا آهن ۽ مرڪيورس ۾ ڏند چوٽيءَ کان ڳرندا آهن.

**خاص علامتون**- ٿلهي ٿهه واري اگزيما، تمام علامتون رات جو وڌن ۽ اعصابي درد، جنکي ڪل تي سيڪ سان آرام اچي.

**زيادتي**- ٿڌي هوائن، ٿڌي ٻاٽي ۾ وهنجڻ سان، رات جو چهڙ يا حرڪت سان، پاري يا شراب جا بد اثر.

**ڪمي**- کليل هوا ۾.

**معاون**- ڪلڪيريا، ڪاسٽيڪم، اگنيشيا، لائيڪوپوڊيم.

**مصلح**- ايڪونائيٽ، برائي اونيا، مرڪيورس، نڪس واميڪا، ڪيمفر.

**طاقت**- ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# ناجا (ڦڻ وارو نانگ)

## *NAJA*

(۱) ناجا جو مرڪز دل آهي، جيستائين ڪنهن به ڪيس ۾ بيماري جو مرڪز دل نه هجي ته ناجا متعلق سوچڻ بي سود آهي. (۲) دل جو ڌڙڪو، جو گهمرڻ ڦرڻ سان وڌي، دل جي ڪمزوريءَ جو احساس ۽ دل جي جاءِ تي شديد درد، نبض سست ۽ ڪمزور ۽ دل جي فيل ٿيڻ جو احساس وغيره. (۳) دل جون علامتون اڪثر ٻين سوزشي بيمارين جي درميان يا بعد ۾ شروع ٿينديون آهن. (۴) ورائتي مرضن کانپوءِ دل جون تڪليفون مثلا ھناق کانپوءِ. (۵) دل جي ڪمزوريءَ سبب دم ڪشي ۽ ڪمزوري خصوصا خشڪ کنگهه، جا دل جي تڪليفن جي نتيجي ۾ ٿيندي آهي. (٦) مريض هر وقت خودڪشيءَ طرف لاڙو رکندو آهي. (۷) گهمرڻ ڦرڻ، حرڪت ۽ سکون ۾ ائين معلوم ٿيندو آهي جڻ مريض نشو پيتو آهي. (۸) ڪچي خصية الرحم کان دل تائين درد وڃي.

**خاص علامتون-** دل جون تڪليفون، جڏهن ٻي ڪنهن دوا جون علامتون ظاهر نه هجن ۽ مرض جو مرڪز دل هجي.

زيادتي- نشي دار شين جي استعمال سان.
ڪمي- کليل هوا ۾، سير ڪرڻ يا سواري ڪرڻ.
مصلح- ٽيبيڪم، ايمونيا.
طاقت- ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# نڪس موسڪيٽا (جعفر)

## *NUX MOSCHATA*

(١) اگر هن دوا جي دماغي ۽ وات جي خشڪيءَ جون علامتون نمايان ملن ته هيءَ دوا ڪيترين بيمارين ۾ ڪم اينديءَ. خصوصا هسٽيريا ۾ (٢) هن جي وڏي علامت غنودگي آهي. مريض اڪثر جهوٽا کائي ۽ سمهڻ لاءِ لاءِ مجبور ٿئي. (٣) ننڊ اکري رهڻ سبب، دماغ اڪثر غير حاضر رهي. پوريءَ طرح سوچي سگهي. معمولي سوالن جي جواب ڏيڻ لاءِ، اول دماغ تي زور ڏئي، خيالات گڏ ڪري، لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ وقت خيالات غائب - حافظو ڪمزور. (۴) وات ۽ نڙي تمام خشڪ، زبان خشڪيءَ سبب تارونءَ سان وڃي لڳي ۽ ٿڪ گهاٽي ۽ ليسدار - ايتري خشڪيءَ هوندي به اڃ غائب. (٥) ڪاڏي ڪالپوءِ پرتي (نفخ) (٦) سرد ۽ گهميل موسم ۾ تڪليف زيادہ ۽ خشڪ موسم ۾ آرام. (٧) هن دوا جون علامتون اڪثر هسٽيريائي عورتن ۾ ملن ٿيون.

**خاص علامتون-** ننڍوڳي ۽ وات جي خشڪي مگر پياس ندارد.

**زيادتي-** حرڪت صدمي، سرد تر هوا ۽ سرد غذا سان.

**ڪمي-** گرميءَ سان - خشڪ موسم ۾.

**معاون-** ڪلڪيريا ڪارب - لائيڪوپوڊيم.

**مصلح-** ڪيمفر، جيلسيمم، نڪس واميڪا، زنڪم ميٽ.

**مخالف-** لائيڪوپوڊيم، نڪس واميڪا، پلسٽلا، رسٽاڪس، سلينشيا.

**طاقت-** ٣-٣٠-٢٠٠ (مدي جي بخار ۾)

## نڪس واميڪا (ڪچلو)

## *NUX VOMICA*

(١) چيڙاڪ ۽ ڳالهه ڳالهه تي ضد ڪرڻ وارن ماڻهن جي خاص دوا آهي. (٢) اهڙو مزاج- گهڻن مصالحن وارن کاڌن کائڻ، گهڻي شراب پيئڻ، گهڻي چاءِ نوشي، گهڻي تماڪ ڇڪڻ، گهڻي ويهڪ، ورزش نہ ڪرڻ. (مثلا دوڪاندار ۽ پيو دماغي ڪم ڪندڙ) رات جو زيادہ جاڳڻ وغيره کان پاڻمرادو تيار ٿيي ويندو آهي. (٣) جڏهن اهڙيءَ طرح بي قاعدي زندگي ٿيندي تہ قبضي ۽ بد هضميءَ جو رهڻ لازمي آهي. جيئن تہ اهي ماڻهو قبضيءَ جي وڃائڻ لاءِ جلاب ۽ هاضمي دار شين

جو گهڻو استعمال ڪندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح نڪس واميڪا جا نڪا مريض تي ويندا آهن. (۴) نشيدار شين واپرائڻ وارن، يوناني ۽ انگريزي دوائن کائڻ وارن جي طبيعت کي هموار ڪرڻ لاءِ اڪثر سڀني دوائن کان اول هيءَ دوا ڏني ويندي آهي. (۵) نڪس واميڪا جو مريض چيڙاڪ ۽ جهيڙاڪر ٿيندو آهي. اڪثر بدهاضمي ۽ بواسير جو شڪار هوندو آهي. (۶) بيمار نهايت حساس طبع - انڪري معمولي گوڙ کان ڏڇندو آهي، معمولي ۽ مناسب دوا به برداشت نه ڪندو آهي، شور گوڙ ناقابل برداشت، ڳالهيون معمولي ڇوهڻ سان وڏي ويندڙيون آهن ۽ رواجي ڳالهه به برداشت نه ٿي سگهي. (۷) پاخاني جي بار بار نامڪمل حاجت، اها نڪس واميڪا جي خاص علامت آهي ۽ اڪثر ان جي سڀني ڪيسن ۾ ملندي آهي. پاخانو ٿورڙو ايندو آهي، مگر ان کانپوءِ ڪجهه وقت آرام محسوس ٿيندو آهي ۽ هيچش ۾ لپن ۾ مرن وغيره اچڻ بعد آرام ٿيندو آهي مگر مرڪيورس سال ۾ ائين نه ٿيندو آهي. (۸) ويم وقت، بي قاعدي درد، جن سان گڏ پيشاب يا پاخاني جي باربار حاجت ٿئي. (۹) نڪس واميڪا جون سڀ علامتون صبح جو خراب ٿينديون آهن مثلا متي جو سور، کنگهه وغيره شديد ٿيندا

آهن. (١٠) معدي جو سور، بدهاضمو ۽ بار جو احساس، ڪاڏي ڪائڻ کان ڪلاڪ پ ڪلاڪ بعد شروع ٿي ويندو آهي. (١١) هرقسم جي بخار ۾ مريض سردي گهڻي محسوس ڪندو آهي، انڪري مٿان ڪپڙو لاهڻ پسند نہ ڪندو آهي. ٿورڙي حرڪت يا پاسي مٽائڻ سان سردي لڳندي آهي ۽ چهرو گهڻو سرخ هجي. (١٢) نڪس واميڪا جو مريض آرسينڪ البم وانگر سردي گهڻي محسوس ڪندو ۽ ان جون علامتون گهڻو ڪري ٿڌي موسم ۽ ٿڌي هوا کان وڌنديون آهن. گرم ڪمري ۽ گرم ڪپڙن ڍڪڻ ۽ گهميل موسم ۾ آرام ملندو آهي. (١٣) هرقسم جي تشنج ۽ ڪزازي تشنج ۾، جڏهن هوش ۽ حواس قائم هجن ۽ ٿورڙي ڇهڻ سان گڏبڙيون شروع ٿي وڃن. (١٤) زڪام ۾، رات جو بعد ۽ ڏينهن جو چالو- گرم ڪمري ۾ خراب، ٿڌي هوا ۾ آرام (زڪام جون علامتون ٻئي جسم جي علامتن جي ابتڙ گرميءَ ۾ خراب ۽ سرديءَ کان درست رهنديون آهن) نڪ بند. (١٥) چيلهہ جي سور ۾ مريض پاسي مٽائڻ لاءِ پهريائين اٿي پوءِ ويهندو آهي جيڪڏهن نہ تہ پاسو مٽائڻ ڏکيو ٿيندو آهي. (١٦) ماهواري جلد جلد گهڻي ۽ گهڻو وقت جاري رهي. حيض ۾ تمام تڪليفون وڌي وينديون آهن. (١٧) نڪس واميڪا،

رات جو وٺڻ زياده مفيد آهي ۽ سلفر صبح جي وقت وٺڻ بهتر آهي.

**خاص علامتون** - ڇڙ، پاخاني جي نامڪمل حاجت، صبح جي وقت تمام علامتون خراب ٿين ۽ غير معتدل زندگي گذارڻ.

**زيادتي** - صبح جو، ڇنين بجي جاڳڻ وقت، دماغي محنت سان، زياده کاڌي کائڻ کان پوءِ ڇوهڻ گوڙ غصي ۽ گرم مصالحن کائڻ کان خشڪ موسم ۽ ٿڌي هوا ۾.

**ڪمي** - شام جو آرام ڪرڻ وقت سمهڻ سان، ڪوميل موسم ۾ (ڪاسٽيڪم)

**معاون** - سلفر، سيپيا، برائي اونيا، ڪيموملا، ڪوليم، فاسفورس، (هن دوا کانپوءِ برائي اونيا، پلسٽلا ۽ سلفر سٺو ڪم ڪنديون آهن)

**مصلح** - ڪافيا، اگنيشيا، ڪيمفر، ڪيموملا، ٿوجا (پيشاب ڪرڻ جي بار بار ناڪام حاجت ۾) آرسينڪم البم، بيلا ڊونا.

**مخالف** - زنڪم ميٽليڪم، ڪاسٽيڪم، اگنيشيا، نڪس موسڪيٽا.

**طاقت** ـــ x ٣ کان ٢٠٠ ۽ بلند.

# ويراٽرم البم (ڪنڊڪي سفيد)

## *VERATRUM ALBUM*

(١) ساري بدن جو ٿڌو ٿيڻ ۽ تمام اخراجات جو گهڻي مقدار ۾ بدن کان خارج ٿيڻ هن جي خاص علامتون آهن. (٢) ساهه ٿڌو، چهرو برف جهڙو سرد، نڪ جي چوٽي برف جهڙي ٿڌي، پير ۽ ٽنگون، هٿ ۽ ٻانهون برف مثل سرد انڪالسواءِ پڻ سارو جسم گهٽ وڌ سرد ۽ مٿي تي ٿڌو پگهر (٣) مٿي تي ٿڌو پگهر ۽ عام جسم جي ٿڌي ٿيڻ جون علامتون عموماً ڪالرا، نمونيا، دم، وڏي تپ، داڻن جي دٻجي وڃڻ، ڪنگهه، مليريا، قبضي وغيره ۾ ملنديون آهن ۽ ان گڏ نهايت ڪمزوري هوندي آهي. قوت-حيات ٻڏل هوندي آهي. (اهي علامتون ڪيمفر ۾ پڻ هونديون آهن مگر ڪيمفر ۾ پيشانيءَ جو پگهر ۽ زياده اخراجات نه هوندا آهن.) (٤) تمام اخراجات گهڻي انداز ۾ بدن کان خارج ٿيندا آهن مثلاً ڪالرا وغيره ۾ مريض گهڻي مقدار ۾ ٿڌو پاڻي پيئندو آهي ۽ انکي گهڻي وڏي قيءِ ايندي آهي. پاخانو دستن جي شڪل ۾ گهڻو ۽ وڏي مقدار ۾ سفيد رنگ جو چانورن جي پيچ مثل ايندو آهي. (٥) دستن کان اڳي پيٽ ۾ شديد درد، پاخاني بعد شديد ڪمزوري (٦) شديد قبضي وڏو ڪارو پاخانو جو سخت زور ڏيڻ سان به نه نڪري، پيشانيءَ تي ٿڌو پگهر اچي ويندو آهي. پوءِ مريض ڪمزوريءَ سبب

ٻاهرالي ڪرڻ جي ڪوشش ترڪ ڪندو آهي. (٧) چڙيائپ، عموما مريض جي ڏينهن وچڻ يا وير ڪانپوء، مريض ڪپڙا ڦاڙيندو آهي، بڙ بڙ ڪندو آهي يا مذهبي ڳالهيون ڪندو آهي يا وري شهوت جون ڳالهيون ڪندو آهي (سٽرا مونيم جي چڙيائپ اهڙي هوندي آهي مگر سٽرا مونيم جو چهرو هميشه سرخ هوندو آهي ۽ ويراٽرم البم جو چهرو هميشه ڪومايل ۽ مريض ڪمزور هوندو آهي)

**خاص علامتون-** پيشانيءَ تي ٿڌو پگهر ۽ ساري جسم جي سرد ٿيڻ جون علامتون، جڏهن قيءِ ۽ دست وڏي مقدار ۾ خارج ٿيندا هجن.

**زيادتي-** ٿوري حرڪت سان، پيئڻ ڪانپوء، مريض جي وقت ۽ اڳ ۾، ٻاهرالي وقت، پگهر اچڻ وقت، خوف ڪانپوء.

**ڪمي-** گهمڻ، ڦرڻ سان، گرميءَ سان ۽ دٻائڻ سان.

**معاون-** آرسينڪ البم، ڪاربوويج، آرنيڪا.

**مصلح-** ايڪونائيٽ، آرسينڪ البم، ڪيمفر، چائنا.

**طاقت-** ٦-٣٠-٢٠٠

نوٽ:- هيءَ دوا اڪثر شراب ۽ تماڪ جي بداثرن کي زائل ڪري ٿي.

# ويريو لائينم (ماتا جي چيچڪن مان ورتل زهر)

## *VERIOLINUM*

(١) هيء دوا ماتا جي مرض کان بچاء لاء اڪسير آهي. مرض جي دوران ۾ ڏني وڃي ته مرض جو زور گهٽجي ويندو. (٢) ماتا جي ٽڪن کان بہ بهتر ثابت ٿي آهي. (٣) ڇيله ۽ ٽنگن ۾ سخت سور ۽ بي آرامي هجي. (۴) بخار- زوردار (۵) پگهر- بدبودار ۽ گهڻو. (٦) تمام گهاٽي ۽ پيچيده ماتا هجي.

**خاص علامتون-** ماتا جو مرض ۽ انجون تڪليفون.

**طاقت-** ٣٠-٢٠٠ ۽ بلند- عام طرح ٣٠ طاقت صبح ۽ شام ڏجي.

# هائپريڪم (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *HYPERICUM*

(١) هيء دوا چوٽ لڳل اعصاب لاء آرنيڪا جو ڪم ڪندي آهي. (٢) اعصاب تي ڌڪ لڳڻ جا مثال هٿن پيرن جي آڱرين تي ڌڪ لڳي (ياد رکڻ گهرجي ته آڱرين جي چوٽين ۾ حسي اعصاب ساري جسم کان

گهٽا واقع آهن) چتڙ پر ڪرڻ سان دمچيءَ جي هڏيءَ تي ڌڪ لڳڻ دماغ تي چوٽ اچڻ، پٺيءَ جي ڪنڊي جي هڏي تي ڌڪ لڳڻ، ڪوئي جو آڱر ۾ چڪ هڻڻ پيرن ۾ ڪوڪي يا ڪنهن ٻئي چهنبدار شيءِ جو لڳڻ (۳) چهنب وارن اوزارن سان پيرن وغيره ۾ زخم اچڻ لاءِ عموما ليڊم پال دوا آهي مگر انهن ٻنهي ۾ هيءُ تفاوت آهي. جيڪڏهن درد رڳو ڌڪ يا زخم جي جاءِ تي هوندو ته ليڊم پال دوا هوندي پر جيڪڏهن درد اعصاب ذريعي بدن طرف وڌڻ شروع ٿي وڃي ته هائپريڪم دوا ٿيندي. ٻيو فرق هيءُ آهي ته ليڊم پال جا زخم زيادهه پر دس نه هوندا آهن پر هائپريڪم جا قسمت ڏوا بست برعس ٿيندا آهن اينترڦدر جو ڇهڻ به برداشت نه ٿي سگهي. (۴) ڌڪ لڳڻ بعد سخت درد، جنهن جو مطلب ته ڪا نه ڪا عصب زخمي ٿي پيئي آهي. (۵) پير ۾ ڪوڪي لڳڻ سان ٽيٽنس جي حالت پيدا ٿئي. (۶) هر قسم جون علامتون جي مٿي، پٺيءَ جي هڏي، ۽ ٻين عضون جي اعصاب تي ڌڪ لڳڻ کان پيدا ٿين مثلا ڳپڙيون وغيره. (۷) آپريشن کانپوءِ درد جنهن مارفيا جي ضرورت نه پوندي.

**خاص علامتون-** اعصاب تي چوٽ لڳڻ، جڏهن درد ڌڪ جي جاءِ کان جسم جي طرف وڌن، زخم واري

جاء نهايت پرحس، دماغ ۽ پٺيءَ جي ڪرنگهي.
تي ضرب سبب نوان ۽ پراڻا اثر تنلاء مفيد آهي.
**زيادتي-** بند ڪمري ۾، ماڻوف جڳهه کي اگهاڙي
ڪرڻ سان.
**ڪمي-** مٿي کي پٺين پاسي جهڪائڻ سان.
**مصلح-** آرسينڪم، ڪيموملا، سلفر.
**طاقت-** Q ۳۰-۲۰۰

# هائيو سائمس (داڻ خراساني)

*HOYOSOY MUS*

(۱) دماغي علامتون ۽ تشنجي علامتون ظاهر ٿينديون
آهن. (۲) هن دوا جون علامتون عام طور ڪمزور
اعصابي مزاج وارن ماڻهن، ٻڍن، ٻارن، شرابين ۽ بادگولي
وارين عورتن ۾- نمن بيمارين خصوصا بخارن، ويم ڪانپوء
چريائپ، شرابين جي جنون وغيره ۾ ملنديون آهن.
(۳) هلڪي بڪواس، جنهن ۾ مريض تي بعضي شديد
بڪواس جون علامتون پيدا ٿينديون آهن. (بيلا ڊونا
يا ستنرا مونيم جو مريض طاقتور هوندو آهي انڪري
انهن پنهي جو هذيان گهڻو سخت متواتر ۽ تيز هوندو
آهي ۽ انهن بيمارن جو چهرو ڳاڙهو هوندو آهي پر
هايو سائمس جو مريض ڪمزور هوندو آهي. انڪري

ھن جي بڪواس گهٽ ھوندي آھي فقط ڪڏھن ڪڏھن انھي جوش ايندو آھي ۽ سندس چهرو پيلو ھوندو آھي.) (۴) بڪواس ڪانپوء هائيو سائمس جي مريض ۾ مڪمل بيهوشي ھوندي آھي، جا اوپيم کان گهٽ نہ ھوندي آھي. (۵) مريض هٿن سان هنڌ جي چادر وغيره کي پڪڙيندو ۽ چنبڙندو آھي. (۶) مريض ۾ اڪثر شهواني چريائپ غالب ھوندي آھي، اڪري پاڻکي اگهاڙو ڪندو آھي. (۷) مريض نهايت شڪي طبع ۽ بيچندو آھي تہ ڪو انکي زهر ٿو ڏئي، عورت پنهنجي مڙس متعلق شڪ ڪندي آھي تہ ھو ٻين عورتن جي پٺيان ڦري ٿو، حالانڪ سندس مڙس جي چال چلت بلڪل صاف ھوندي آھي. (۸) دماغي علامتون جن جو مٿي بيان ڪيل آھي تون مرضن خواه ٻراڻن مرضن ۾ ظاهر ٿينديون آھن. (۹) ساري جسم جا پٺا، اکين کان وٺي پيرن جي آڱرين تائين ڦڙڪندا آھن. ڳڏٻڙيون، بيهوشيء سان، بار پيدا ٿيڻ بعد جلد ئي سوتي ڳڏٻڙيون، پاڻي پيئڻ سان تشنج. (۱۰) ڪنگهہ جا فقط راند جو ليٽڻ سان زياده ٿئي ٿي ۽ اٿي ويهڻ سان آرام، عموما ڪاڪڙو ڪريل ھوندو آھي. (۱۱) وڏي تپ ۾ هيٺين جاڙي هيٺ ڪري پوندي آھي، پيشاب ۽ پاخانو پاڻمرادو نڪرندا آھن، غرض مريض دماغي ۽ جسماني ڪمزوريء جي پوري تصوير ھوندو آھي.

**خاص علامتون**- هلڪي ٻڪواس، جنهن ۾ ڪڏهن تيزي اچي ويندي آهي. پيلو چهرو، اکهاڙو تيڙ، بستري جا ڪپڙا ٻڪڙڻ ۽ چني قاڙڻ عام ڦڙڪڻي ۽ بيهوشيءَ سان گڏ گڏڙيون هجن.

**زيادتي** — رات جو، ڏينهن وقت، دماغي تڪليفن، حسد، ناڪام محبت، ليٽڻ وقت.

**ڪمي** — جهڪڻ سان، ڏينهن جو، اٿڻ ويهڻ سان ڪنگهه کي آرام.

**مصالح** — بيلا ڊونا، ڪيمفر، چائنا، سٽرامونيم، سرڪو.

**طاقت** — ٦-٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

## هيپر سلفر (ڪيلشيم سلفائيڊ)

## *HEPAR SULPHUR.*

(١) هيءَ دوا خنازيري مزاج وارن لاءِ، جن جا غدود سڄيل هجن خاص طرح مفيد آهي، ڦٽن ڦرڙين ۾ پنهنجي مخصوص علامتن سان هن دوا جو گهڻو استعمال ٿئي ٿو. (٢) هن دوا جو مريض سردي گهڻي محسوس ڪندو آهي انڪري ٿڌي هوا بلڪل برداشت نه ڪري سگهندو آهي ۽ ٿڌي هوا لڳڻ سبب گهڻيون ئي تڪليفون پيدا ٿينديون آهن مثلا خناق ۽ ڪلهون پوڻ. (٣) سرديءَ سبب مريض گهڻا ڪپڙا پهريندو آهي،

کيس گهڻو پگهر ايندو آهي، ان پگهر هوندي به ڪمبل
وغيره چڱيءَ طرح ويڙهي ويهندو آهي. (۴) مريض گهڻو
پرهس، درد هرگز برداشت نه ڪري سگهندو آهي،
جنهن ڪري معمولي درد کان بيهوش ٿي ويندو آهي.
(۵) زخم، گِڙ، ڦرڙيون ۽ چمڙي وغيره ڇهڻ سان به درد
هجن. (۶) ٿڌي هوا کان گهڻو پرهس جيڪڏهن ڪو
عضوو مثلا هٿ يا پير بستري کان ٻاهر نڪري پوي
ته کنگهه شروع ٿيندي آهي. (۷) چمڙيءَ ۾ يڪدم
گند وهڻ جي رغبت، ٿورڙي ڌڪ لڳڻ سان يڪدم گند
پئجي ويندو آهي. (۸) گند پوڻ کان اڳ، بلند طاقت
ڏيڻ سان سوزش فورا ختم ٿي ويندي آهي ۽ گند پوڻ
۾، گند کي کيئندي آهي. (۹) درم پاڻالو به ڏکيو
نڪرندو آهي، پيشاب آهستي نڪرندو آهي
الڪري سڌو ڪرندو آهي گويا مقعد ۽ مثانو ليسم
فالج واري حالت ۾ مبتلا آهن. (۱۰) ٻارن ۾ ڪني ٻوءِ
وارا دست ۽ ٻار جي ساري بدن مان ڪني ٻوءِ ايندي
آهي. (۱۱) پراڻي بدهاضمي ۽ ٻارن جي کنگهه ۾
ڪٽمن شين کائڻ جي زبردست خواهش هجي. (۱۲) هن
دوا جو خناق عموما صبح جي وقت ظاهر ٿيندو آهي ۽
کنگهه ۾ ڪجهه تري يعني خرخراهٽ جهڙيون علامتون
ضرور هونديون آهن. هن جي کنگهه ڪڏهن به خشڪ

نه ٿيندي آهي (ايڪونائيٽ جو ڇهاق شام جو ظاهر
ٿيندو آهي. ايڪونائيٽ ۽ سپنجيا ۾ بلڪل هڪ
ڪنگهه ٿيندي آهي.) تنهن ڪري هيپرسلفرانهن ٻنهي کانپوءِ
ڪم ايندي آهي. (١٣) گهميل موسم ۾ آرام، (١٤)
نڙيءَ ۾ مڇيءَ جي ڪنڊي اٽڪڻ جو احساس (١٥)
ڏينهن رات ٻکهر جو اچڻ جڏهن مرڪيورس ڪم نه
ڪري (١٦) مرڪيورس ۽ پاري جي زهر جي ڦهڙيون
دمر مصلح دوا آهي. (١٧) ڪليون وڌيل ايترو قدر جو
ٻڌڻ تي به اثر ٿئي.

**خاص علامتون-** گهڻي سردي محسوس ڪرڻ، سيني
علامتن جو سرد هوا کان وڌڻ، حس گهٽو وڌيل ۽
سوئيءَ سان گنڊ جو پوڻ آهن (حس، ٿڌ ۽ ٿڌي هوا
جون علامتون مزاجي آهن ۽ قطعي آهن.)

**زيادتي-** درد واري پاسي تي ليٽڻ، ٿڌي هوا ڪپڙا
لاهڻ، ٿڌين شين کائڻ پيئڻ، تڪليف واري حصي
کي ڇهڻ ۽ پاري جي دوا استعمال ڪرڻ.

**ڪمي-** گرميءَ کان (آرنيڪا) گرم چادرن ويڙهڻ، مٿي
ڍڪڻ ۽ گهميل موسم ۾ (ڪاسٽيڪم، نڪس
واميڪا) انٽي ليٽرم سلف.

**معاون-** آيوڊيم، سليشيا، ڪيلنڊولا (ڏکن ۾)

**مصلح-** بيلا ڊونا، ڪيمومللا، سليشيا،

**طاقت—** ٢x کان سي ايم تائين.

## هيما ميلس (هڪ قسم جو ٻوٽو)

***HAMAMELIS***

(۱) هن دوا جو رڳن تي مرڪزي عمل ۽ خاص اثر آهي. جتي به اپريل ۽ سڄيل رڳون ملنديون يا جتان به ڪارو رت نڪرندو ته ٻهرين دوا هيما ميلس هوندي. (۲) نس جو رت (ڪارو رت) جسم جي ڪنهن به سوراخ مان نڪري، مثلا نڪ، مقعد، آنڊن، ڳهڙ، ڦڦڙن، مثاني ۽ بواسير وغيره ۾ ته هيءَ دوا نهايت مفيد ٿيندي آهي. (۳) رڳون يا نسون سڄيل، ڇهڙ سان ٻردرد ۽ بواسيري موڪا هجن. (۴) خصين جي سوڄ ۽ درد. (۵) وڏي تپ ۾ آنڊن مان رت وهڻ.

**خاص علامتون**- ڪارو رت خواه ڪنهن به جاء مان نڪري ته هيما ميلس ضرور انکي روڪيندي.

**معاون**— فيرم ميٽاليڪم، فلورڪ ايسڊ.

**مصلح**- آرنيڪا، ڪيمفر، چائنا، پلسٽلا.

**طاقت**— Q، ڪان ٦ تائين.

## يوپيٽوريم پرف (هڪ قسم جو ٻوٽو)

***EUPATORIUM PERF***

(۱) هيءَ دوا مليريا بخار، انفلوئينزا، صفراوي بخار ۽ ڪنگهه ۾ استعمال ٿيندي آهي، جڏهن هڏين جا درد

سيني علامتن کان زيادهٔ ظاهر ھجن. (۲) سڄي جسم ۾ آرنيڪا وانگر درد هوندو آهي ڄڻ ڪنهن ماريو آهي. مگر هن دوا جو درد اڪثر هڏين ۾ ٿيندو آهي ۽ آرنيڪا جو درد گهڻو ڪري گوشت ۾ هوندو رهي. (۳) مليريا بخار ۾ ۷ کان ۹ بجي صبح جو سردي ٿيندي آهي. ان کان اڳ مريض کي سخت اڃ لڳندي آهي ۽ هو سمجهندو آهي ته سردي لڳڻ واري آهي، سرديءَ کانپوءِ بيمار گهڻي صفرائي ڪوڙي قيءِ ڪندو آهي ۽ حرارت ۾ به گهڻو پاڻي پيئندو آهي. مگر هڏين جا درد برابر جاري هوندا آهن. (۴) انفلوئنزا ۾ اکين جا تارا سور ۾ ڏکندا آهن، ساري بدن ۽ هڏين ۾ سور هوندو آهي. نزلو گهڻو وهندو آهي ۽ گهڻي ڪمزوري ٿيندي آهي. (۵) صبح جي وقت آواز ويهجي ويندو آهي، ڪنگهڻ سان ڇاتيءَ ۾ درد ٿيندو آهي، انڪري مريض هٿن سان ڇاتيءَ کي جهليندو آهي. (٦) ”هڏي ٽوڙ بخار“ هن دوا جو خاص مرض آهي، انڪري هن دوا کي ”هڏي جوڙ“ جو لقب ڏنو ويو آهي.

**خاص علامتون**— مختلف امراض ۾ سيني هڏين ۾ شديد درد.

**زيادتي**— مقرر وقتن تي، ٽئين يا ستين ڏينهن ۾ ڪجهه پاسي.

**ڪمي**— گفتگو ڪرڻ، هلڻ ۾ گوڏن ۾ تيرط سان.

**معاون**— نيٽرم ميور، سيپيا (ٽوبتي مليريا بخارن ۾)

**طاقت**— ٣ کان ٣٠ ۽ بلند (٣ x ۽ زيادہ مستعمل آهي.)

# يورينيم نائٽريڪم (نائٽريٽ آف يورينم)

## *URANIUM NITRICUM*

(١) هيءَ دوا ذيابيطس ۾ نهايت مفيد آهي. جڏهن اڃ گهڻي، پيشاب بار بار ۽ زيادہ ۽ سخت ڪمزور هجي. (٢) بڪ- تمام گهڻي، ڪاڏي ڪائط ڪانچوء پيٽ ۾ آنڊي معدي جي هيٺين منهن ۾ سور، ننڍي آنڊي جي مٿئين حصي ۾ زخم ۽ ساڙي وارا سور. (٣) شديد پياس. (۴) اوڪارا ۽ قيءَ اچن. (۵) معدي جو زخم- جڏهن ساڙي وارا سور، النيون ۽ آنڊي هجي. (٦) مردانا مرض- مڪمل نا مردي هجي، رات جو تڙ پون ۽ مردانو عضوو سرد ۽ ڍلو هجي. ان تي پگهر اچي. (٧) سڄي بدن جو جلندر. خصوصا پيٽ جو ۽ ڪمزوري.

**خاص علامتون**- ذيابيطس - سخت اڄ ۽ بک- معدو خراب - ڪمزوري .

**طاقت**- ٢ x (سفوف) ٣x ۽ ٣٠

# يوفريزيا (هڪ قسم جو ٻوٽو)

## *EUPHRASIA*

(١) هن دوا جي عمل ۽ اثر جو مرڪز اکيون آهن. (٢) اکين مان تيزابي پاڻي جو وهڻ. جو ڳلن تائين اچي ۽ زخم ڪري وجهي، اها هن دوا جي خاص علامت آهي. اکين جي هر قسم جي تڪليف مثلا رواجي اک اٿڻ ڪان موتيا پاڻيءَ تائين جڏهن اکين مان تيزابي پاڻي لڳاتار وهندو هجي. (٣) اکين جي سوزش سان گڏ پنبڙيون اڪثر سڄي پوليون آهن، پنبڙين جا ڪنارا سڄيل ۽ ڳاڙها، صبح جو اکيون لڳل هونديون آهن ۽ اها هڪ خاص علامت آهي. اکين ۾ ڦڦون گڏ ٿينديون ويندون آهن، جن ڪري مريض بار بار ڇنڀي ٻري ڪندو رهندو آهي. (٤) چوٽ لڳڻ سان اکيون اٿي پون. (٥) زڪام- جڏهن اکين مان تيزابي پاڻي ۽ نڪ مان سادو پاڻي نڪرندو هجي (انجي ابتڙ ايليم سيپا) (٦) ارڙيءَ جي ابتدا ۾ جڏهن اکين مان تيز پاڻي اچي ۽ نڪ مان به پاڻي وهي. (٧) کنگهه تر- ڏينهن جو خراب ۽ رات

۾ آرام. (ياد رکو ته عام طرح کنگهه رات جــو زيـادہ تيندي آهي، انڪري هيءَ خاص علامت آهي.)

**خاص علامتون**— اکين جي هرهڪ قسم جي تڪليف جڏهن اکين مان تيزابي پاڻي لڳاتار وهــي.

**زياڌتي**— شام جو، بستري ۾، جاءِ جي اندر، گرميءَ ۾، ڏاکڻين هوائن لڳڻ کانپوءِ ڇهڻ وقت (هيپر سلفر)

**ڪمي**— اونده ۾ ؛ ڪافي پيئڻ سان .

**مصلح**— ڪيمفر، پلسٽلا، ڪاسٽيڪم.

**طاقت**— Q، (لوشن لاءِ) ٣، ٦–٣٠

## ڊايوڪيمسٽري يا ڊايوڪيمڪ ڇاهي؟

طب بايو ڪيمڪ جي اصول موجب انساني جسم ۾ ٻارنهن لوڻ آهن. جن جي سهاري انسان تندرست رهي سگهي ٿو. انهن مان ڪنهن جي ڪميءَ سبب انسان بيمار ٿئي ٿو. گهربل لوڻ انساني بدن اندر لطيف طاقتن ۾ ڏيڻ سان وري انسان تندرست ٿئي ٿو. اهڙي علاج کي بايو ڪيمڪ چئجي.

## بايوڪيمڪ جو موجد

هن طب جو موجد ڊاڪٽر وليم- ايچ، شسلر هو. ٢١ آگسٽ ١٨٢١ع ۾ جرمني ملڪ جي شهر اولڊ نبرگ ۾ ڄائو هو ۽ ٣٠ مارچ ١٨٩٨ع ۾ وفات ڪيائين. لنڊين ۾ مختلف علوم حاصل ڪرڻ لاءِ پيرس، برلن ۽ پراگ ويو. جتان علم طب جون ڪيتريون ڊگريون حاصل ڪيائين. ان کانسواءِ هن علم هوميوپيٿيءَ جو به گهرو مطالع ڪيو ڪيمس علم ڪيميا سان زيادہ شوق هو. ١٤ آگسٽ ١٨٥٧ع ۾ هن اولڊ نبرگ ميڊيڪل ڪاليج مان ڊاڪٽري امتحان پاس ڪيو ۽ پريڪٽس هوميوپيٿيءَ ۾ ڪرڻ لڳو. جنهن ۾ ڪيمس نمايان ڪاميابي حاصل ٿي. سنه ١٨٣٣ع ۾ ڊاڪٽر استاف صاحب اعلان ڪيو ته

انساني بدن جا جملي جزا بلڪل مفيد دوائون آهن ۽ انيواني جسم جي هاڪ انساني بدن لاءِ هڪ بهترين دوا آهي. ورلي ١٨٤٣ع ۾ ان صاحب لکيو تہ انساني بدن جا حصا ٺيڪ ان جاءِ تي اثر ڪن ٿا جتي اهي موجود آهن. ڊاڪٽر شسلر متين ڊاڪٽر جي خيالن جي پيروي ڪري ان تي تجربا شروع ڪيا. آخر سنہ ١٨٧٣ع ۾ دنيا اڳيان بايو ڪيمڪ علاج جو موجوده طريقو پيش ڪيائين. جو اڄڪلهہ نهايت ترقيءَ ۽ اوج تي رسيو آهي. ڊاڪٽر شسلر جي تحريرن ٿن سالن جي قليل عرصي ۾ ڪتابي صورت اختيار ڪئي ۽ سندس زندگيءَ ۾ ئي ان جي ڪتاب "بائيو ڪيمسٽري" جو ٻارهن ٻولين ۾ ترجمو ٿي ويو. سندس آخري عمر ۾ ان ڪتاب جو ٻنجويهون ايڊيشن ختم ٿي چڪو هو اهو ڪتاب پنهنجي وقت جي مقبول ترين ڪتابن مان هڪ هو.

## بايو ڪيمڪ دوائن جي ڏوڙ ۽ استعمال جو طريقو

بايو ڪيمڪ دوائون ڊيسيمل اسڪيل موجب ٺهنديون آهن. اهي سفوف يا ٽڪين جي صورت ۾

هوندا آهن. مختلف طاقتن ٺاهڻ لاءِ اول مطلوبه دوا جو هڪ حصو ڪرل ۾ وجهي ان ۾ نو حصا شگر آف ملڪ ملائي، جملي دوا جا ڏهه حصا ڪجن. هڪ حصو کڻي ان کي ڇهه منٽ کرل ڪجي ۽ چار منٽ ڇڪي سان خوب ڪوڙي ملائجي. وري ڇهه منٽ کرل ڪري ۽ چار منٽ ڪوڙي ملائجي جيئن ٻارهن حصو ويهن منٽن ۾ تيار ٿئي ساڳي طرح ٻئي حصي تي ويهه منٽ ۽ ٽئين حصي تي به ويهه منٽ لڳندا ۽ ٽيئي حصا هڪ ڪلاڪ ۾ تيار ٿيندا. هيئنئر اها دوا $1X$ طاقت ۾ تيار ٿي وئي. ساڳئي طريقي سان $2X$، $3X$ ۽ بلند طاقتون تيار ڪري سگهجن ٿيون.

ترڪيب استعمال- نون مرضن ۾ $3X$ ۽ $6X$ طاقتون ڪم اچن ٿيون ۽ پراڻن مرضن ۾ $12X$، $30X$، $200X$ ۽ بلند طاقتون ڪم آڻڻ گهرجن. عام طرح $6X$ طاقت اڪثر استعمال ٿيندي آهي. بايو ڪيمڪ دوائون $30X$ تائين (مٿي نه) پاڻي ۾ ملائي ڏئي سگهجن ٿيون ۽ اهي گرم پاڻي سان استعمال ڪرائڻ نهايت مفيد ۽ زود اثر ثابت ٿين ٿيون.

## دوائن جي خوراڪ ۽ وقفو

عام طرح بالغ ماڻهوءَ لاءِ ٥-٦ گرين في خوراڪ ۽

ٻارن لاءِ ٢-٣ گرين في خوراڪ ڏيڻ گهرجي- ڏينهن ۾
ٽي چار ڀيرا دوا ڏجي ۽ هر نازڪ حالت ۾ ١٠ ١٥
منٽن، اڌ ڪلاڪ يا ڪلاڪ کان پوءِ به دوا ڏئي
سگهجي ٿي.

## ٻايوڪيمڪ ميٽريا ميڊيڪا

بايو ڪيمسٽريءَ ۾ جملي ٻارنهن دوائون آهن. جن
کي هيٺين نمبرن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

(الف) (١) ڪلڪيريا فلور (ڪيلشم فلورائيڊ)

(ب) (٢) ڪالي ميور (پوٽيشم ڪلورائيڊ) (٣) نيٽرم
ميور (سوڊيم ڪلورائيڊ)

(ج) (٤) ڪلڪيريا فاس (ڪيلشم فاسفيٽ) (٥) فيرم
فاس (فيرم فاسفيٽ)

(٦) ڪالي فاس (پوٽيشم فاسفيٽ) (٧) ميگنيشيا
فاس (ميگنيشيا فاسفيٽ)

(٨) نيٽرم فاس (سوڊيم فاسفيٽ)

(د) (٩) ڪلڪيريا سلف (ڪيلشم سلفيٽ) (١٠) ڪالي
سلف (پوٽيشم سلفيٽ)

(١١) نيٽرم سلف (سوڊيم سلفيٽ)

(ر) (١٢) سليشيا (سليڪاريٽ)

مٿين تقسيم مان معلوم ٿيو ته نمبر ١ فلورائيڊ،

نمبر ٢ ۽ ٣ ڪلورائيڊ، نمبر ۴، ٥، ٦، ٧ ۽ ٨ فاسفيٽس ۽ نمبر ٩، ١٠ ۽ ١١ سلفيٽس آهن.

انهن جو ميٽريا ميڊيڪا هيٺ درج ڪجي ٿو.

## ڪلڪيريا فلور (ڪيلشم فلورائيڊ)

## *CALC: FLOUR*

(١) پٿر جهڙي سختي، بدن ۾ ڪٿي به هجي ته هميشه هن دوا جي ضرورت پوندي. جيئن سخت غدود، عورتن جي ٿڻن ۾ سخت ڳوڙهيون، سخت ڪليون، زخمن جا سخت پاسا وغيره. (٢) ڪاڻ سختي، جڏهن ان ۾ پون پوڻ جو خطرو هجي، (٣) هڏين جي مٿاڇري ۽ ڏندن جي چيني تي انجو خاص عمل ۽ اثر آهي. جيئن هڏين جو وڌڻ، انهن تي ڳوڙها ۽ ڏک لڳڻ، ڏند لڏڻ ۽ پرندا وڃڻ. (۴) بدن جي عضون جي ڍلي ٿيڻ لاءِ مفيد آهي، جيئن ڳهڻ جو ڍلو ٿيڻ ۽ ڪرڻ، ان سبب رت گهٽو وهڻ، پيٽ لٽڪڻ ۽ ڍلو ٿيڻ، دل جو وڌڻ ۽ بواسير جا موڪا ٿيڻ. (٥) چيلهه جو پراڻو سور، جڏهن حرڪت شروع ڪجي ته سور وڌي مگر لڳاتار هلڻ سان آرام ٿئي (رسٽاڪس وانگر) رسٽاڪس فيل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪلڪيريا فلور ڏجي. (٦) موتئي پاڻيءَ لاءِ اڪسير آهي.

**خاص علامتون—** پٿر جهڙي سختي هجي ۽ ڍلائپ.

**زيادتي—** آرام سان- موسم جي تبديل سبب.

**کهي—** گرمي ۽ سيڪ ڪرڻ سان.
**همراهہ هوميوپيٿڪ دوائون-** اورم ميٽ، فلورڪ ايسڊ.
**معاون—** رستاڪس.
**طاقت—** ۳x، ۱۲x، ۳۰ ۽ بلند.

# ڪالي ميور (پوٽيشم ڪلورائيڊ)

## *KALI MUR*

(۱) بايو ڪيمڪ ۾ ڪثرت سان ڪم ايندڙ دوا آهي. (۲) هيءَ دوا ورم جي ٻئي درجي ۾ ڪاميابيءَ سان ڏني ويندي آهي (ورم جي پهرين درجي ۾ ايڪونائيٽ فيرم فاس ۽ بيلا ڊونا ڏنيون وڃن ٿيون) (۳) زبان سفيد يا ميري سفيد، هن دوا جي خاص علامت آهي. جا سهڻي ڪيس ۾ ملندي. اهو سفيد ليپ اڪثر زبان جي پاڙ ۾ هوندو آهي. (۴) ابتدائي ورم ۾ ايڪونائيٽ، فيرم فاس ۽ بيلا ڊونا ڏيڻ ڪانپوءِ هيٺين عضون جي ورم ۾ اڪثر استعمال ٿئي ٿي. ڪليون سڄڻ، ڪن جي ناليءَ جي سوڄ، ۽ بند ٿيڻ، ٻوڙاڻ، ڪنن ۾ آواز ۽ ٺڪ ٺڪ ۽ اکين جي سوڄ وغيره. (۵) خناق لاءِ ڪامياب دوا آهي. (٦) گهاٽو، ليسدار ۽ سفيد بلغم نڪري. (۷) سٿين کاڌن ۽ پيسٽري کائڻ سان بد هاضمو ٿئي. زبان سفيد هجي. (۸) سٿين کاڌن کائڻ بعد ميٺائين

رنگ جهڙا دست ٿين. (٩) قبضي هجي ۽ پاخانو هلڪي رنگ جو اچي. (١٠) پارن ۽ ننڍن ٻارينديءَ عورتن جو واٽ پکڙي هوي. ڦوڪٽا ٿي پون ۽ زبان سفيد هجي. (١١) سنڌن جي ابتدائي ۽ شديد سوڄ.

خاص علامتون- سفيد يا ميري سفيد زبان خاص طرح ٻاڙ ۾- ورم جو ٻيو درجو. ڪنن، ڪلين ۽ اکين تي خاص اثر اٿس.

زيادتي- گيهه، سنڌن شين جي استعمال ۽ حرڪت ڪرڻ سان.

هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون- مرڪيورس، برائي اونيا- سلفر.

معاون- ڪلڪيريا سلف.

مصلح- بيلا ڊونا، هلسٽلا، ڪلڪيريا سلف.

طاقت- ٦x، ٣٠ ۽ بلند.

# نيٽرم ميور (سوڊيم ڪلورائيڊ- لوڻ)

***NATRUM MUR***

(١) نيٽرم ميور جون ٣ خاص علامتون آهن. **قبضي اڇ ۽ مٿي جو سور** اڪثر هر مرض ۾. (٢) نيٽرم ميور ۾ برائي اونيا وانگر، واٽ ڪسان مقعد تائين خشڪي هوندي آهي. ان سبب اڇ زياده ۽ قبضي ٿيندي آهي. برائي اونيا ڪانپوءِ نيٽرم ميور ڏيڻ مفيد آهي.

(٣) عام طرح زبان صاف ۽ ڪنارن تي ڳجهي يا ڪٿي صاف ته ڪٿي ٿهه جميل گويا ڪنهن ملڪ جو نقشو يا ڏي آهي. (٤) وات ۽ مقعد ۾ ھشڪيءَ ڪانسواءِ ھڪ طرف ھشڪي ۽ ٻئي طرف تري، ۽ اڪثر ملندي آهي. مثلاً قبضي ۽ نڪ وھڻ وارو زڪام يا قبضي ۽ نڪ وات مان گهڻو پاڻي وهڻ. (٥) زڪام- جو گرم موسم ۾ چڪن ڏيڻ سان شروع ٿئي. بار بار زڪام ٿيڻ جي عادت. (٦) گرم موسم ۽ اس ۾ علامتون خراب ٿين ۽ ڪمزوري. (٧) اڪثر تڪليفون ١٠ ڪان ١١ بجي صبح ٿين. خصوصا مليريا بخار. (٨) مٿي جو سور- سج ايرڻ کان لهڻ تائين- ان سان گڏ قبضي هجي- مٿي ۾ هٿوڙي لڳڻ جهڙو گهڻو سور. (٩) مليريا بخار ۾ ١٠- ١١ بجي صبح کان سردي شروع ٿئي. بخار سان گڏ مٿي جو سور، اڃ ۽ چپن جي پاسن تي ڦوڪڻا ٿين. پگهر سان آرام- بخار ۾ ھيءَ دوا هرگز نه ڏجي. (١٠) ڪونين کارائڻ جا بد اثر- پراڻو مليريا، جنهن ۾ گهڻي ڪونين کارائي وئي هجي. (١١) مريض غمگين ۽ مايوس- روئندو رهي مگر دلاسي يا تسلي ڏيڻ سان سندس طبيعت خراب ٿئي. (١٢) غم جا پراڻا اثر- جڏهن اگنيشيا ڪم نه ڪري ته نيٽرم ميور ڏجي. (١٣) وارن جي ڪنگي- ڪمند سنهو- وار ڇڳو ڇوڪو ڪائي ته به

سڪندو وڃي. (۱۴) ڇپ ٺهڪيءَ سبب وڃڻ ڦاڙل (۱۵) دل جو لڙڪو. (۱۶) سلور نائٽريٽ ۽ لوڻ کائڻ جا بد اثر. (۱۷) لوڻ ۽ لوڻائين شين کائڻ جي گهڻي خواهش. (۱۴) ڇيلهه جي سور کي سخت شيءِ تي ليٽڻ سان آرام. (۱۵) مٿي جا وار اڪثر ڪرندا رهن. (۲۰) هيءَ دوا اڪثر وار ڇڙي- رت جي ڪمي- نزلہ زڪام- قبضيءَ- پراڻي پرميل- مٿي جو سور- ڪنگهيءَ ۽ مليريا بخار ۾ ڪم اچي ٿي.

**خاص علامتون-** قبضي، مٿي جو سور ۽ اچ جو گروپ ۱۰-۱۱ بجي صبح کان تڪليفون شروع ٿين- گرم موسم ۽ گرميءَ ۾ تڪليف زيادہ- لوڻ کائڻ جي گهڻي خواهش.

**زيادتي-** گرمي، محنت، گوڙ، راڳ ۽ ۱۰ بجي صبح کان.

**ڪمي-** کلي هوا، وهنجڻ ۽ سڄي پاسي تي سمهڻ ۾.

**معاون-** ايپس، سيپيا، اگنيشيا، ارجنٽم نائٽ.

**مصلح-** آرسينڪ البم، فاسفورس، نڪس واميڪا، ڪيمفر، سيپيا.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون-** سلفر، سيپيا.

**طاقت-** ۶x، ۱۲x، ۳۰ ۽ بلند.

# فيرم فاس (فاسفيٽ آف آئرن=فولاد)

***FERRUM PHOS.***

(۱) هيءَ بايوڪيمڪ ۾ اولين دافع ورم دوا آهي. ورم ۽ بخار ۾ بنا ٻيپ ڏجي. (۲) ايڪونائيٽ بہ ورم ۽ بخار جي ڀهرين دوا آهي مگر ان جو مريض مضبوط ۽ رت وارو هوندو آهي ۽ علامتون شديد ٿينديون آهن. فيرم فاس جي مريض ۾ رت جي ڪمي ۽ علامتون شديد نہ هونديون. (۳) ورم جي ڀهرين درجي ۾ فيرم فاس ڪي نمونيا، هوائي نالي جي سوڄ، خشڪ کنگهہ، ڌڪ لڳڻ سبب تازه زخمن، سوري ۽ ڦرڙين ۾ استعمال ڪجي. (۴) هيءَ دوا، فاسفورس وانگر رت وهڻ جي دوا آهي ۽ سندس مريض، جيئان خون جي مزاج وارا ٿيندا آهن. (۵) خون سرخ ۽ چمڪدار هجي ۽ بدن جي ڪنهن بہ حصي مان اچي سگهي ٿو. (۶) سوريءَ جي شروعات ۾ جذهن ڪاڻي رت اچي. (۷) وات مان رت اچي- ڦڦڙن جي سل ۽ نڪمير اچي. (۸) نمونيا ۾- وات مان خاص رت اچي. (۹) تازا زخم ۽ ضربون. (۱۰) ٻارن ۾- ڦڦڙن جي هوائي ناليءَ جي تازي سوڄ. [۱۲] رت جي ڪمي. [۱۳] ٿوري رت وارن ڪمزور مريضن ۾ بد هاضمو ۽ ڪنهن اوڳراڻون.

(١٣) ٿوري رت وارن ڪمزور مريضن ۾ رات جو پگهر (١٤) پارن ۾- بخار ۽ دست گڏ. اٽ هضم ٿيل ڪاڏي جو پاڻانو، پاڻيءَ جهڙا گدلا دست ۽ انهن سان گڏ بخار. (١٥) ڏندن جي سور کي ٿڌي پاڻيءَ سان آرام. (١٦) مٿي جي سور کي سرد شيءِ لڳائڻ سان آرام. (١٧) رات جو ننڊ ۾ پيشاب وهي وڃي. (١٨) رات جو ۽ ننڊين طاقتن ڏيڻ سان بيخوابي ٿئي ٿي ۽ وڏين طاقتن ڏيڻ سان بيخوابي دور ٿئي ٿي.

**خاص علامتون-** هر مرض ۾ سوڄ جو پهريون درجو- سرخ چمڪدار رت وهڻ، رت جي ڪمي.

**زيادتي-** گرميءَ ۾، گرم شين کائڻ ۽ حرڪت سان.

**ڪمي-** ٿڌ ۾، چپ چاپ رهڻ سان.

**همراڻ هوميوپيٿڪ دوائون-** جيلسيمم، ايڪونائيٽ.

**طاقت-** 3x کان 30x تائين ۽ 3 کان 30 يا بلند.

# ڪلڪيريا فاس (ڪيلشيم فاسفيٽ)

## *CALC: PHOS*

(١) خنازيري مزاج وارن ٻارن لاءِ بيحد مفيد آهي. (٢) ٻارن جي ڪنگهي، سپ هڏين ۽ ڪرنگهو ڪمزور، ان سبب ٻار سڌو ويهي نه سگهي، ٽنگن جا هڏا ڪمزور، ان سبب ٻار بيهي سگهي نه سگهي، مٿي جا هڏا ڪمزور،

ان سبب ٻار جو تارون نہ پرجي ۽ ڪنڌ سنهو ۽ ڪمزور ان سبب ٻار مٿو جهلي نہ سگهي. (٣) مٿي تي پگهر اچي. (ڪلڪيريا ڪارب ۽ سليشيا کان گهٽ) ٻار جو پيٽ ٻلپلو ۽ اندر دٻيل (ڪلڪيريا ڪارب ۾ ٻاهر وڌيل) (٤) ڏند دير سان ڄمن ۽ ڳري پري وڃن. (٥) ٻار جو ٻاهانو سائو، سخت بدبودار ۽ ٻڙ ٻڙ ڪري زور سان نڪري. ان سان گڏ بدبودار ريح بہ ڪافي خارج ٿئي. (٦) ٻار اڪثر ٻيڪل گوشت پسند ڪن. (٧) غدود ۽ ڪليون اڪثر سڄيل ۽ وڌيل هجن. (٨) ٻيڪل هڏن جوڙڻ ۽ هڏن تي لڳڻ جي بد اثرن لاءِ مفيد آهي. (٩) سنڌن جا سور، جي موسم جي تبديل يا سرد گهميل موسم ۾ ٿين. (١٠) شديد مرض کانپوءِ ڪمزوري دور ڪرڻ لاءِ مفيد آهي ۽ زياده تيچ ٻيمارڻ سبب ڪمزوري. (١١) ڪنگيءَ وارا ٻار ڄڻيندڙ عورت کي حمل دوران ڪارائجي. (١٢) نواسير ۽ سلهہ لاءِ مفيد آهي. (١٣) مريض ڏٻرو هجي. (ڪلڪيريا ڪارب ۾ ٿلهو)

**خاص علامتون**— ٻارن جي ڪنگي ۽ ڏندن ڄمڻ وقت تڪليفون. هڏن جون تڪليفون (ڪمزوري ۽ ڀڃڻ) موسم جي تبديل سبب سنڌن جو سور ۽ ٻيون عام تڪليفون وڌڻ.

**زيادتي**— ڪاڏي کانپوءِ، موسم جي تبديل، سردي بارش ۾ پسڻ، حرڪت سان ۽ صبح و شام جو.

**ڪمي** - گرميءَ - ٽاڪور - مالش - گرم ڪپڙن ۾ ڍڪڻ ۽ سمهڻ سان.

**معاون** - روٽا - هيپر سلفر - زنڪم ميٽ.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - چائنا، روٽا - سمفائيٽم.

**طاقت** - ٣x - ٦x - ٣٠ ۽ بلند.

# ڪالي فاس (پوٽيشم فاسفيٽ)

## *KALI PHOS*

(١) سڀني عصبي دوائن جي سردار آهي، تنهنڪري عصبي ڪمزوريءَ لاءِ اول نمبر دوا آهي. (٢) گهڻي جماع، مشت زني، زياده دماغي خواه جسماني محنت ڪرڻ، فڪر ۽ جذبات جي نقصانن لاءِ اڪسير آهي. سخت دماغي محنت ڪندڙ شاگردن، استادن ۽ وڪيلن لاءِ نعمت آهي. (٣) عصبي ڪمزوريءَ سبب مريض مايوس، چڙڪ، وهمي، هر شيءِ جو برو پهلو ڏسندڙ ۽ معمولي ڪم کي وڏو خيال ڪندڙ هجي ۽ سندس حافظو ڪمزور رهي. (٤) دماغي طاقت ڪمزور. (٥) اعصاب جلد ٿڪجي پون (خصوصاً دردن سان) (٦) ال رنگ جسم جي ڪنهن به حصي ۾ ٿئي. (٧) ٻار رات ۾ ڇرڪن. (٨) عصبي ڪمزوريءَ سبب پيشاب نند ۾ يا روزاجي حالت ۾ وهي وڃي. (٩) بدبودار

اخراج هن دوا جي خاص علامت آهي. جيئن مدي جي بخار ۾ دست ۽ ساه بد بودار، زبان خشڪ ۽ سفيد، دماغي ڪمزوري ۽ جابول هوندي آهي. (١٠) پيٽ ۾ ڦيڻ - ريح بد بودار ۽ آواز سان خارج ٿئي. (١١) ويم جو عفونتي بخار چريائي ۽ بد بودار اخراج. (١٢) عام ڪمزور ڪندڙ بيماريون ۽ بد بودار پاخانو. (١٣) گينگرين (عضون جو ڳرڻ) (١٤) هيض جي بندش ۽ عام عصبي ڪمزوري (١٥) بد بودار ۽ زهريلو خون وهڻ (١٦) هسٽيريا (باد گولو) (١٧) ويم ۾ آساني پيدا ڪرڻ. (١٨) سوريءَ ۾ خاص رت اچي. (١٩) ڪالرا ۾ چانورن جي پاڻيءَ جهڙا دست. (٢٠) پيشاب زعفران جهڙو زرد اچي.

**خاص علامتون**- عصبي ڪمزوري ۽ بد بودار اخراجات

**زيادتي**- اڪيلائي، دماغي محنت، گوڙ ۽ پريشانيءَ سان - خصوصا صبح جو.

**ڪمي**- گرميءَ ۾ آرام ڪرڻ سان.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون**- رسٽاڪس، فاسفورس، پلسٽلا، اڪنيشيا.

**طاقت**- ٣x - ٦x - ١٢x ٣٠ ۽ ٢٠٠

# نيٽرم فاس (سوڊيم فاسفيٽ)

## *NATRUM PHOS*

(١) کٿي بوءِ ۽ تيزابيت، هي ٻئي هن دوا جون

خاص علامتون آهن. (٢) ذائقو کٿو اوگرايون کٽيون، التي ۽ اوڪارا ڪٽا. (٣) التي، ٻاهاڻي، ليڪوريا ۽ ٻگهڙ ۾ کٽي بوء. (٤) اهڙ کانسواءِ ٻي علامت آهي جگهه جو چلڻ - جيئن ٻارن ۾ دست، مقعد ۽ الهي چوگرد جگهه کي چلين ٿا. (٥) زبان ۽ تارونءَ جي ٻوئين حصي تي سونهري، چمڪدار پيلي رنگ جي ڪريم جهڙو چميل ته، تيزابيت کانسواءِ ٻي خاص علامت آهي. (٦) ٻارن ۾ کٽاڻ ۽ تيزابيت جون علامتون اڪثر گهٽي کمر ۽ کمب ٻيارڻ، ڪارائڻ سبب ٿين ٿيون. ان سبب کين ساوا ۽ ترش بوء وارا دست ٿيندا آهن. (٧) آنڊن جا ڪيڙا، جڏهن کٽاڻ جون علامتون هجن. (٨) معدي جو ساڙو، ترشيءَ سبب (٩) يرقان ۽ تيزابيت. (١٠) خنازير ۽ تيزابيت. (١١) وائي سور (١٢) درد، گڏ ڙيون، بخار ۽ تيزابيت (١٣) اکين مان سونهري زرد پچيون اچن.

**خاص علامتون** — بوء ۽ ذائقو کٽو، تيزابيت ۽ زبان ۽ تارونءَ جي ٻوئين حصي تي سونهري زرد ته هئڻ.

**زيادتي** - گهمڙ ڦرڻ - طوفان ۽ جماع کانپوء.

**کمي** — قيء اچڻ کانپوء.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - ٿوجا- برائي اوليا- سلفر.

**مصلح** - ايپس - سيپيا.

**طاقت** — ٣x-٦x -٣٠-٢٠٠

# ميگنيشيا فاس (فاسفيٽ آف مگنيشيا)

## *MAGNESIA PHOS*

(١) اول نمبر دافع تشنج (چڪ يا ڳٻ ڙيون) دوا آهي ۽ اهڙا درد جن کي دٻاءُ ۽ گرميءَ (سيڪ) سان آرام اچي. (٢) مريض ڏٻرو، سڪل، عصبي مزاج ۽ سرد هوا کان ٻچندڙ هجي. سرديءَ ۽ وهنجڻ سان درد وڌن. (٣) هن دوا جي دردن سان بخار نه هوندو آهي (بيلاڊونا - جي دردن ۾ بخار هوندو آهي) درد چڪ ۽ ڳٻ ڙين وارا ٿيندا آهن. درد، ساڙي وارا نه هوندا آهن، ڪين دٻاءُ ۽ ٽڪور سان آرام ايندو آهي. (آرسينڪ البم جي دردن کي به گرميءَ سان آرام ايندو آهي مگر اهي جلن دار هوندا آهن) (٤) عام بيماريون، جن ۾ هيءَ دوا ڪم ايندي آهي، هي آهن. آنڊن جو قولنج، ٻارن جو قولنج، درد وارو حيض، منهن جو عصبي سور، نرن جو سور، ڇهري ۽ پنبڙين جي ڦرڦڙ، هڏڪي، ڏندن جمڻ دوران ڳٻ ريون- پيشاب جي رڪاوٽ - رعشه، وڏي کنگهه، مرگهي، لتيمنس، لنڊ ۾ پيشاب وهڻ، وغيره. (٥) ڏندن جو سور جو وات ۾ گرم پاڻي وجهڻ سان ڇڏي وڃي. (٦) گرم پاڻيءَ سان استعمال ڪجي ته بهتر ڪم ڪندي.

خاص علامتون - چڪ ۽ ڳبڙيون - سورن کي دٻاءُ، گرمي ۽ ٿڪور سان آرام اچي.
زيادتي — رات جو- سرديءَ ۾- آهستي چهڙ سان.
ڪمي- گرم ٽاڪور يا زورن ڏيڻ سان.
هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون- بيلا ڊونا، ڪالوسنٿ، پلسٽلا، سمي سي فيوگا.
مصلح- بيلا ڊونا- جيلسيمم- ليڪسس.
طاقت - ٦x، ٣٠-٢٠٠-١٠٠٠ ۽ بلند.

# ڪلڪيريا سلف (ڪيلشم سلفيٽ)

*CALC: SULPH*

(١) بدن جي ڪنهن به حصي مان، ٿوري هوا گهٽجي وڃڻ هارج ٿيڻ لاءِ مفيد آهي. (٢) هن دوا جي ورڻ پيلي ۽ گهاٽي ٿيندي آهي. (٣) جڏهن ڳڙ يا ڦرڙي ڦاٽي پوي يا ان کي چيرو ڏبو هجي ۽ ان مان پوڻ وهندي هجي ته هيءَ دوا ڏيو. (٤) بدن تي اڪثر ڦرڙيون نڪرن (خاص طرح چهري تي) (٥) ڪلهن ۾ پورڻ ۽ ڦڦڙن ۾ پوڻ وارا ڦٽ ٿين. (٦) بلغم پيلو ۽ گهاٽو نڪري. (٧) اکين جي سوڄ ۾ گهاٽو ۽ پيلو گند وهي. (٨) نڪ مان پيلو گند نڪري. (٩) ڏڦ، جنهن تي پيلي رنگ جون کلون ۽ ننڍيون

ڦرڙيون هجن. (١٠) سڄيل غدودن مان پيلو گند نڪري. (١١) نواسير درد وارو هجي. (١٢) پيرن جون ترِيون سڙن ۽ خارش ڪن. (١٣) هيپر سلفر کان زياده اثر ڪندڙ دوا آهي. هيپر سلفر فيل ٿيڻ کانپوءِ هيءَ ڏجي. پونءِ پيدا ڪرڻ يا روڪڻ لاءِ، هن دوا کان اڳ سليشيا ڏجي.

**خاص علامتون** - بدن جي ڪنهن به حصي مان پيلو ۽ گهاٽو مواد نڪري. اڪثر ڦرڙيون نڪرنديون رهن.

**زيادتي** - پاڻيءَ ۾ پسڻ. سرد هوا ۽ برسات ۾.

**ڪمي** - ٿڌڪ موسم ۽ کلي هوا ۾.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - هيپر سلفر. سليشيا.

**طاقت** - 6x، ١٢ ۽ بلند.

# ڪالي سلف (پوٽيشم سلفيٽ)

*KALI SULPH*

(١) هيءَ دوا پلسٽلا جي فيل ٿيڻ کانپوءِ استعمال ڪجي. (٢) هن دوا ۽ پلسٽلا جون مکيه علامتون پاڻ ۾ ملن جلن ٿيون. (٣) سڀ علامتون گرميءَ سبب وڌن ۽ کليل ٿڌي هوا ۾ آرام ٿئي. (٤) شام جي وقت ۾ تڪليفون وڌن (خصوصاً بخار ۾) (٥) گرم ڪمري ۾

سبب تڪليفون وڌن (٦) سبب رطوبات ميليون يا سائيون هجن. مثلاً نڪ، اک ۽ زخمن مان زرد مواد نڪري ۽ ڪنگهه سان زرد بلغم خارج ٿئي. (٧) ورم جو نمون درجو، جڏهن اخراجات جو رنگ زرد ٿئي. (٨) زبان تي ليسدار زرد ميراڻ. (٩) سڀ اخراجات غير تيزابي (الڪلي) هجن. (١٠) ڪنگهه تر ۽ چاتيءَ ۾ ڪڙڪندڙ هجي (اينٽي موليم وانگر) مگر مريض ڪمزور نه هجي. ڪنگهه گرم ڪمري ۾ وڌي ۽ کلي ۽ ٿڌي هوا ۾ گهٽ ٿئي. بلغم زرد هجي. (١١) سنڌن وغيره جا سور جلد جلد جڳهه مٽائين. (١٢) چمڙيءَ تان مٿي لهي.

**خاص علامتون** - گرميءَ سبب تڪليف وڌي ۽ کلي ٿڌي هوا ۾ آرام اچي. شام جو تڪليفون وڌن ۽ سور جلد جلد جاءِ مٽائين.

**زيادتي** - شام جو- گرميءَ ۾.

**ڪمي** - صبح جو- ٿڌيءَ هوا ۾.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - پلسٽلا.

**طاقت** - ٣x-٦x-٣٠ ۽ بلند.

## نيٽرم سلف (سوڊيم سلفيٽ)

*NATRUM SULPH*

(١) هي دوا دافع سائڪوسس (سوزاڪي زهر کي

دور ڪندڙ) آهي. ٽوجا ڪالپوءِ هيءَ ٻئي نمبر تي
آهي. (٢) سڀ تڪليفون گهميل موسم ۾ وڌن ٿــ
ليٿرم سلف دوا ٿيندي. (٣) هن دوا جو مريض ٻوسل
واڙين جڳهن ۾ رهڻ، سمنڊ جي ويجهو رهڻ ۽ ٻاڦي
پرسن پيدا ٿيندڙ سبزين کائڻ سان بيمار ٿيندو. (٤)
گهميل مند ۾ تر دم، سنڌن جا سور، دست وغيره
زياده ٿيندا آهن. (٥) سوزاڪ ۾ مبتلا والدين جي
ٻارن ۾ تر دم ۽ سبز بلغم گهڻو ٿيندو آهي. (٦) تر
کنگهه - ٣-٤ ٻجي صبح جو زياده - کنگهڻ وقت ڇاتيءَ
۾ سور- مريض ڇاتيءَ کي ٻنهي هٿن سان جهلي - کنگهه
دم وانگر گهميل موسم ۾ وڌي ۽ سائو بلغم زياده
نڪري. (٧) دست - تازا يا ٻراٽا- زرد رنگ جا، ٻاڦيءَ
جهڙا ڦڙا ڦهانو- ڦڙ ڦڙ جي زوردار آواز سان نڪري.
دست- صبح جو کٽ تان اٿي گهمڻ ڦرڻ سان اچن-
ڪثرت رياح سبب پيٽ ۾ گڙ ٻڙ. (٨) ليٿرم سلف جو
جگر تي خاص عمل آهي. جگر ۾ سور، جگر وڌيل،
يرقاني حالت، صفراوي ڪڙي قيءِ ۽ صفراوي قولنج،
ڪبي طرف سمهڻ سبب جگر جو سور وڌڻ- هن دوا
جي خاص علامت آهي. (٩) مليريا بخار- جنهن ۾ جگر
جي خرابي، صفرا جا دست يرقان- وات جو ذائقو
ڪڙو- زبان جي ٻاڙ گندي، سائيري يا پوري ڍڪجي.

ڀراڙي مليريا جي بد اثرن ۽ ڪوئنين جي زهر کي زائل
ڪري ٿي. (١٠) زبان- گندي سائيري يا پوري خصوصا
ٻاڙ ۾ ۽ ڏاڍو ڪوڙو. (١١) سوزاڪ (پرميل) ۾ سائيرو
زرد ۽ گهاٽو گند، بنا درد خارج ٿئي- گهميل موسم ۾
خراب. (١٢) دماغ تي ڌڪ لڳڻ جا بد اثر. (١٣)
سرسام (١٤) ذيابيطس (١٥) ڪپڙن لاهڻ شرط خارش.
(١٦) بهار ۾ جلدي تڪليفون وري پيدا ٿين.

**خاص علامتون** — گهميل مند ۽ پوسل وارين جڳهن
۾ تڪليف وڌي- پون ۽ بلغم سائيرا- ڪڍي پاسي
تي سمهڻ سبب تڪليف وڌي- زبان تي سائيرو يا
پورو گند و تهه-

**زيادتي** - برسات، سرد مند ۽ گهميل جاين ۾- ڪڍي
پاسي تي سمهڻ سان.

**ڪمي** — خشڪ مند ۽ کلي هوا ۾- ناشتي کانپوءِ-
حرڪت ۽ محنت سان.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - ريوم- ڪلڪيريا ڪارب.

**معاون** - آرسينڪ البم- ٿوجا- (نيٽرم سلف، ٻرائي اونيا
کانپوءِ بهتر ڪم ڪري ٿي).

**طاقت** — ٣x-٦x ٣٠-٢٠٠ ۽ بلند.

# سليشيا (سليڪاواري يا چقمق پٿر)

## *SILICEA*

(١) پوءِ تي هن دوا جو خاص عمل آهي. ڇاهي اها نرم گوشت ۾ يا سخت هڏي ۾ هجي. سليشيا جون ننڍيون طاقتون پوءِ (گند) ٻاهر ڪڍنديون ۽ بلند طاقتون انکي خشڪ ڪنديون آهن. (٢) مريض کي معمولي زخم ۽ رهڙ ۾ پوءِ پئجي وڃي. زخم پراڻا ٿي وڃن مگر درست نه ٿين. (٣) مريض کي سردي گهڻي ٿئي- گرميءَ ۽ ڪپڙن ويڙهڻ سان آرام- حرارت غريزي گهٽ هجي- ورزش ڪرڻ سان به گرم نه ٿئي. (٤) مريض، مٿي کي پوريءَ طرح ويڙهي ڇڏي. (٥) مٿي ۽ پيرن تي گهڻو پگهر- پيرن جو پگهر بدبودار هجي. (٦) اڪثر مرض، پيرن جي پگهر دٻجي وڃڻ سان پيدا ٿين. (٧) پيرن جي آڱرين جي وچين جاءِ ڪچي هجي ۽ ڳرندي رهي. (٨) ننهن تي سفيد داغ. (٩) ٻار- ڏٻرا، کاڌو هضم نه ڪري سگهن ۽ سڪندا رهن. (١٠) ٻار هٺازيري مزاج جا هجن- سندن مٿو ۽ پيٽ وڏو- تارون کليل- مٿي جا هڏا الڳ ۽ گوڏا ڪمزور ان سبب آسانيءَ سان گهمي نه سگهن. (١١) ڏندن

ڇمڻ وقت ۽ گرم موسم ۾ پلسٽلا وانگر رنگارنگي دستن
اچن مگر پلسٽلا ڪم نه ڪري ۽ پار سڪندو وڃي .
(۱۲) عجيب قسم جي قبضي - پاخانو نرم مگر مريض
ڪمزوريءَ سبب خارج ڪري نه سگهي . پاخانو زور
ڏيڻ سان ڏرا ٻاهر اچي ، وري اندر هليو وڃي .
(۱۳) لٺين چنب تي علامتون تيز ٿين . مثلا لٺين چنب
وقفه مرگهيءَ جا دورا ٿين . (۱۴) مٿي جو سور - ڪنڌ
جي پوئين حصي کان شروع ٿئي ، مٿي ڏي چڙهندو
وڃي . (۱۵) ماتا جي لڪن جا بد اثر . (۱۶) پٿر
ڪٽيندڙن جون تڪليفون خصوصا دم . (۱۷) بدن مان
مڇيءَ جو ڪنڊو ، سئي ، هڏي جو ٽڪرو ٻاهر
ڪڍي ٿي .

**خاص علامتون** - پونءِ تي عمل - پيرن جو سخت
بد بودار پگهر - مٿي کي سرد هوا سان تڪليف ۽
ويڙهڻ سان آرام .

**زيادتي** - لٺين چنب وقت - چوڏهينءَ رات وهنجڻ -
سردي - ٿڌي هوا ، حرڪت ۽ گوڙ سان .

**ڪمي** — گرمي - ٿاڪور - سمهڻ ۽ گرم پاڻيءَ سان
وهنجڻ سبب .

**معاون** - ٿوجا - پلسٽلا - هيپر سلفر - فاسفورس - لائيڪوپوڊيم.

**مصلح** - ڪيمفر - هيپر سلفر (سليشيا ڪالچوڻ هيپر سلفر، لائيڪوپوڊيم ۽ سيپيا ڏيڻ بهتر آهن).

**مخالف** - مرڪيورس سال - نڪس موسڪيٽا.

**هم اثر هوميوپيٿڪ دوائون** - پلسٽلا - مرڪيورس.

**طاقت** - ٦ - ٣٠ - ٢٠٠ - (ڪنگي ۽ ڄ) ٣٠ ۽ بلند - (ٻارن جي مرڪهي) ٢٠٠ -

# اپنڊيسائٽس (ورم زائده اعور)

## *APPENDICITIS*

**آئرس ٽيڪٽس**، 3X- هيءَ دوا هن تڪليف لاءِ مجرب آهي. سڀ کان اول هيءَ دوا ڏجي. ڊاڪٽر ڪلارڪ هن جي تعريف ڪري ٿو.

**بيلاڊونا** ۳۰- بيمار درد واري پاسي تي ليٽڻ پسند ڪري ۽ مات ۾ پيو هجي. هرڪت سان تڪليف ۾ اضافو، درد واري هنڌ کي هٿ به لائي نه سگهي مريض کي قبض هجي.

**مرڪيورس سال** ۳۰- رات جو درد پگهر ۽ ٻيون علامتون وڌن.

**برائي اونيا** ۳۰- مريض سڄي پاسي تي ليٽي- چپ چاپ پيو هجي ۽ کيس قبض هجي.

**رسٽاڪس** ۳۰- مريض کي سخت بي آرامي- هر هر پاسا پيو مٽائي.

**سورائينم** ۲۰۰- تڪليف جو حملو بار بار ٿئي.

نوٽ:- هن مرض ۾ اڪثر بيلاڊونا ۳۰- ۽ مرڪيورس سالو ۳۰ واري سان ڏيڻ ڪري فائدو ٿئي ٿو. انڪانسواءِ زيتون جو تيل پيارڻ ۽ انجي اينيما ڪرڻ نهايت مفيد آهي.

**ڊايوڪيهڪ** ۾ فيرم فاس X ٦ ۽ ڪالي ميور X ٦ مفيد آهن. ڇاري سان يا ملائي ڏجن.

## اڌرنگ

## *PARALYSIS*

**ايڪونائيٽ** ٦-٣٠ هر قسم جي فالج جي ۾ اڪثر ڪامياب آهي سرد خشڪ هوا لڳڻ سان فالج جو تيڪ ظاهر علامتون آهن.

**اوپيم** ٣٠-٢٠٠- پاخاني ۽ پيشاب جي رڪاوٽ - ٻوڙهن جو مرض،

**رسٽاڪس** ٣٠- گرم سرد ٿيڻ، پاڻيءَ ۾ پسڻ، آلي زمين تي ويهڻ يا سنڌن جي سور جي تڪليف ڪانپوءِ اڌ رنگ ٿئي.

**ڪاسٽيڪم** ٣٠- سڄي طرف چهري جو لقوو هجي. الڪانسواءِ زبان، مثاني، لقوه ۽ نڙيءَ جي اڌ رنگ لاءِ پڻ مفيد آهي. سردي لڳڻ سان تڪليف وڌي.

**ليڪسس** ٣٠- کٻي طرف جي اڌ رنگ لاءِ مفيد آهي. ننڊ ۽ زورن ڏيڻ سان تڪليف وڌي.

**جيلسيميم** ٣٠- اعصاب مفلوج ٿين طاقت جو ھس ختم ٿي وڃي، هٿ پير ۽ سڄو بدن ڏکيءَ بيمار سست ۽ بيهوشيءَ ۾ هجي. ٻارن جي اڌ رنگ ۾ اڪثر استعمال ڪئي وڃي ٿي.

**پلمبم** ۳۰- اڌ رنگ وارا عضوا سڪندا وڃن انهي خاص علامت آهي. سخت قبضي ۽ ڪمزوري گهٽي ٿيندي آهي.

**ٿوجا** ۳۰ ڪنهن به قسم جي انجيڪشن لڳڻ سبب فالج ٿي پوي.

نوٽ:- جيڪڏهن ڪنهن به دوا جون خاص علامتون نه ملن ته جيلسيميم ۳۰ ۽ ڪالي فاس ۳۰ واري سان ڏيڻ مفيد آهن اڌ رنگ جي قبضيءَ لاءِ اگنيشيا قبضيءَ کي کوليندي.

**بايوڪيمڪ** ۾ ڪالي فاس ۽ ميگنيشيا فاس استعمال ڪرائجن.

## اڌ متي جو سور

## *HEMI CRANIA*

**سينگونيريا** ۳۰ يا بلند سڄي پاسي ۾ اڌ متي جو سور جو سج اڀرڻ سان شروع ٿئي.

**اسپائيجيليا** ۳۰ يا بلند کٻي پاسي ۾ اڌ متي جو سور، جو سج سان گڏ وڌي يا گهٽ ٿئي.

**ڪالميا** ۳۰ يا بلند:- سڄي پاسي ۾ اڌ متي جو سور جو منجهند وقت سخت زياده ٿئي.

**سلٽيئم** ۳۰ يا بلند:- جڏهن متي جو سور سج

اپرط سان شروع ٿئي ۽ سج لهڻ سان ختم ٿي وڃي مگر آهستہ شروع ٿئي ۽ آهستہ ختم ٿئي.

سور ١٠ بجي صبح کان شروع ٿئي.

**پاڊوڪيڊ** ۾- ليٽرم ميور ٣٠ ۽ ٢٠٠:- مٿي جو سور ڏهين بجي صبح کان شروع ٿئي ٢-٣ بجي شديد ٿئي.

# اُرڙي

***MEASLES***

**فيرم فاس** X ٦ يا ٣٠- شروع کان بچاءَ لاءِ تائين بطور روز مره دوا جي استعمال ڪجي.

**جلسيميم** ٣٠- نيم بيهوشيءَ واري حالت ۾ مفيد آهي.

**بيلاڊونا** ٣٠ سخت بخار، مٿو گرم ۽ پير ٿڌا هجن، بيمار بڪواس ڪري.

**برائيني اونيا** ٣٠- داڻا پوريءَ طرح نہ نڪرن، دبجي وڃن. سيني ۾ سور ۽ کنگهہ هجي.

**پلسٽلا** ٣٠- ارڙيءَ جي بچاءَ لاءِ استعمال ڪرائجي صبح، شام خوراڪ ڏجي.

**يوفريزيا** ٣٠- اکيون سڄيل، پاڻي وهندڙ هجن ۽ اکين مان خراشدار پاڻي وهي.

**آرسينڪ البم ۳۰** - ڪاري اروڪ ۾، بي آرامي، ساس گهٽجي ۽ سخت ڪمزوري هجي ته مفيد آهي.

**بايوڪيمڪ ۾** - فيرم فاس X ۶ ۽ ڪالي ميور X ۶ هموزن روزانو ٽي چار ڀيرا کائون ڏيڻ مفيد آهن. داڻا ڏير سان نڪرن يا دير ڇڏي وڃن ته ڪالي سلف X ۶ به ان ۾ ملائجي.

# اکين جون بيماريون

## *DISEASES OF EYES*

**ايڪونائيٽ ۶-۳۰** اک تي سوڄ، ڳاڙهاڻ گهٽجي ۽ بخار هجي. اکين ۾ ڪا شيء پئجي وڃي.

**بيلاڊونا ۳۰** - اکيون ڳاڙهيون، اکين ۾ مٽي ۾ سخت سور، اکين مان پاڻي نه وهي. بيمار کي گوڙ ۽ روشني پسند نه هوي، هڪ جون ٻه شيون نظر اچن.

**هيپر سلفر ۳۰** - ڦنري ۾ زخم هجي. اکين مان تيز پاڻي زياده وهي، چپر لڳي پون.

**روٽا ۳۰-۲۰۰** دماغ جي زياده محنت ۽ اکين کان زياده ڪم وٺڻ کان نظر جي ڪمزوري ۾ مثلا سلائي، پرت پرڻ وغيره. سلائي وارن سڪولن جي طالبات لاء مفيد آهي.

**يوفريزيا X ۳-۳۰** اکين مان ڪوڙو ۽ تيز پاڻي وهي، ڇپرن جا ڪنارا سرخ ۽ سڄيل هجن. هر هر نڪ

صاف ڪرڻ جي ضرورت ٿئي. بيمار روشنائي برداشت نه ڪري.

آرنيڪا ٣٠- ڌڪ لڳڻ سبب اکين ۾ سور هجي ۽ ڪابه تڪليف پيدا ٿئي.

ارجنٽم نائٽريڪم- ٣٠-٢٠٠ اکين ۾ پيڙهن ٿيڻ لاءِ مفيد آهي. گهڻو وقت استعمال ڪجي.

ايپيڪاڪ Q- مان ٨-١٠ ڦڙا، هڪ آئونس ڊسٽلڊ واٽر ۾ ملائي روزانو ٽي چار پيرا اکين ۾ وجهجن، پيڙهن لاءِ نهايت مفيد خارجي علاج آهي.

ڪينابس اسٽيوا X-١-٣- اکين ۾ ڦلي ٿيڻ لاءِ مفيد آهي. اها دوا کارائجي ۽ يوفريزيا جو لوشن ٺاهي روزانو ٻه ٽي دفعا اکيون ڌوئجن.

بورڪس ٣٠- اکين ۾ وارن چڀڻ لاءِ مفيد آهي، روزانو چار پيرا ڪائي وقت کارائجي.

ڪلڪيريا فلور X ٦، موتئي ڀاڃي لاءِ کارائڻ مفيد آهي.

سينريريا مارٽيما Q- انجو لوشن ٺاهي، ٢-٢ ڦڙا روزانو ٽي دفعا اکين ۾ وجهجن. موتئي ڀاڃي لاءِ نهايت مفيد آهي. گهڻو وقت استعمال ڪجي.

نيٽرم ميور- اکين مان پاڻي وهڻ ۽ درد لاءِ مفيد آهي.

**پايوڪيوڪ** ۾- فيرم فاس X ٦، ۽ ڪالي ميور
X ٦- اکين اثر ۽ پيرين پوڻ لاءِ مفيد آهن. فقط
ڪالي ميور هر طاقت ۾ پيرين پوڻ لاءِ اڪسير آهي.

# الٽي ۽ اوڪارا

### *VOMITING*

**ايٿوزا** ٦، ٣٠- ننڍن ٻارن ۾ کير جي الٽي ۽ ان
کان ڪمزوري هجي.

**اپيڪاڪ** ٦، ٣٠- عام طرح ننڍن خواه وڏن جي
تڪليف لاءِ مفيد آهي.

**ويراٽوم البم** ٣٠- تمام گهڻي قيءِ ۽ تمام گهڻا
دست پيئي گڏ هجن. ڪالرا لاءِ نهايت مفيد آهي.

**ڪلڪيريا ڪارب** ٣٠- ڪتي ڏوءِ واري الٽي جا
ٻار کير پيئڻ ڪانپوءِ فورا قيءِ ڪري ڪڍي.

**فاسفورس** ٣٠- ٿڌي پاڻي پيئڻ جي گهڻي خواهش
مگر پاڻي جڏهن معدي ۾ وڃي ته گرم ٿيڻ ڪانپوءِ
الٽي اچي.

**پلسٽلا** ٣٠- سڻڀن کاڌن کائڻ سبب قيءِ ٿئي.

**آرنيڪا** ٣٠، ٢٠٠- ڌڪ لڳڻ سبب هوندي قيءِ اچي.

**هيماميلس** X ٢- ڪاري رنگ جي رت سخت
ٻهارن ۾ اچي.

ايڪانائٽ انڊيڪا Q، X ۱ سلھ جي مريضن ۾ هڪ ڪنگهه سان گڏ هرلي ڦيٿو اچي.

بايوڪيمڪ ۾- هولي ڦيٿو لاءِ فيرم فاس X ۲ ۽ عام ڦيٿو لاءِ فيرم فاس ۽ ڪلڪيريا فاس ملائي ڏجن.

# انڙي

## *STYE*

پلساٽلا ۳۰- هر قسم جي انڙيءَ لاءِ هڪ مجرب دوا آهي. ايڪونائيٽ ۽ هيپر واري ساڻ ڏيڻ نهايت مفيد آهي. اسٽيفيسيگريا ۳۰- پلساٽلا فيل ٿيڻ کانپوءِ هيءَ دوا ڏجي.

هيپر سلفر ۳۰- اگر هون خراب ٿي وڃو هجي ۽ بار بار ڌاڳا لڳن ۽ انهن ۾ درد گهڻو هجي.

سلهشيا X ۲- پڪڙ واري انڙيءَ لاءِ مفيد آهي.

بايوڪيمڪ ۾- ابتدا ۾ فيرم فاس X ۲ ۽ ڪالي ميور X ۲ مفيد آهي.

# انفلوئينزا

## *INFLUENZA*

انفلوئنزينم ۳۰- مرض جي بچاءَ لاءِ ڪم اچي.

ايڪونائيٽ ۲-۳۰ مرض جي شروعات ۾ ڏجي، معمولي بخار ۽ ڇڪون اچن.

**جيلسيميم ٣٠-** بيحد جسماني ڪمزوري، لرزو، بخار ۽ اڄ ڪالھ هجي.

**آرسينڪ البم ٣٠-** بي آرامي، بار بار پياس ۽ بيحد ڪمزوري هجي.

**برائي اونيا ٣٠-** ۽ فاسفورس ٣٠- واري واري سان ڏجن. جڏهن نمونيا جون علامتون ظاهر ٿين.

نوٽ:- آرسينڪ البم ٣٠ يا انفلوئنزينم- جي هڪ خوراڪ صبح جو بچاءَ طور ڏجي.

**بايوڪيمڪ-** نيٽرم فاس ١٠-گرين- ڪالي ميور ١٠ - گرين نيٽرم سلف ١٥ گرين نيٽرم ميور ٥- گرين - اهي مان ڇھ خوراڪون ٺاهي ڏجن. نيٽرسلف X ٦ - فقط بہ نهايت اڪسير آهي.

## آواز ويهجي وڃڻ

## *HOARSENESS*

**آرنيڪا ٣٠ -** زيادہ آواز استعمال ڪرڻ سان آواز ويهجي وڃي.

**ڪاسٽيڪم ٣٠-** ٿڪ لڳڻ يا نزلہ زڪام يا موسم جي تبديل ڪان آواز يڪدم بند ٿي وڃي. هيءَ دوا ليڪچرارن ۽ ڳائيندڙن جي آواز ويهجي وڃڻ لاءِ مفيد آهي. سلفر ٣٠ ڏئي پوءِ هيءَ دوا ڏجي.

**ڪاربوويج** ۳۰ - شام جو تڏ لڳڻ ڪري آواز ويهجي وڃي.

**اپيڪاڪ** ۳۰- آواز بلڪل ويهجي وڃي پٽن ڌوراڪن ڏيڻ سان صاف ٿي ويندو.

**فيرم فاس** ۳۰- نڙيءَ جي سوڄ ۽ سور سبب آواز ڀورو ٿي پوي.

**مرڪيورس سال** ۳۰ - ۽ بيلاڊونا ۳۰- برف ۽ ڪتاڻ ڪثرت سان کائڻ ڪري آواز ويهجي وڃي.

فيرم فاس، ڪالي ميور ۽ ڪالي سلف ملائي ڏيڻ به مفيد آهي.

**بايوڪيمڪ** - ۾ ڪالي ميور ۶X- هن مرض لاءِ مفيد آهي. زبان سفيد هجي.

## باد گولو (هسٽريا)

## *HYSTEREA*

**اگنيشيا** ۳۰- هيءَ دوا هن مرض لاءِ مفيد آهي. ٿڌا ساهه کڻڻ - نڙيءَ ۾ گولي جو اٽڪڻ ٻيٽ ۾ پرتي. مريض ڪڏهن کلي ڪڏهن روئي.

**ايسا فوٽيڊا** ۶ - ۳۰ - ٻيٽ هوا سان پريل هجي. گولو معدي مان اٿي نڙيءَ ڏانهن وڃي ۽ ساهه کڻڻ ۾ تڪليف ٿئي. مريض لڳاتار کهندي رهي ته

گولو هيٺ لهي.

**ماسڪس** ٣-٣٠- دوري سان بهوشي ٿئي ١٥ ١٥ منٽن ڪانپوءِ ڏجي ته دورو ختم ٿئي.

**پلسٽلا** ٣٠- حيض بند، موٽي خوبصورت عورت، نرم مزاج ڪڏهن روئي ته ڪڏهن کلي.

**بايوڪيمڪ** ۾- ڪالي فاس X ٦، X ٣٠ هن مرض لاءِ پهريون نمبر دوا آهي. جيڪڏهن ڪنهن دوا جون علامتون نه هجن ته هي دوا استعمال ڪرائجي.

## باد فرنگ

## *SYPHLIS*

**مرڪيورس سال** ٣٠- ۽ بلند- ڦٽن ۾ ساڙو ۽ سوڄ هجي ۽ انهن مان بدبو دار مواد نڪري. زبان ۽ واتت ۾ ڇالي، بکهر ۽ پياس گهٽي. سخت سور سبب مريض رات جو ننڊ ڪري نه سگهي.

**آرسينڪ آلبم** ٣٠ ۽ بلند- ڳرندڙ ۽ وڏ نڊ ڦٽ. جي باه والگر پيا جلن سردي ۾ تڪليف، گرمي ۾ آرام.

**ڪالي آيوڊائيڊ** ٣٠ ۽ بلند- هي هن مرض جي ٽئين درجي جي دوا آهي هڏين جي تڪليفن ۽ پاري جي خراب اثرن کي دور ڪري ٿي. گرمي ۾

تڪليف زيادهه.

**هيپر سلفر** ٣٠ ۽ بلند. ڦٽ نوايمه پر هس هجن. ڪپڙي ۽ هوا لڳڻ سان ڏکن. سردي ۾ تڪليف زيادهه. هيءَ دوا پاري جي خراب اثر کي وڃائي ٿي.

**نائٽرڪ ايسڊ** ٣٠ ۽ بلند. هيءَ دوا پاري جي خراب اثرن ۽ باد فرنگ لاء مفيد آهي. مريض جي پيشاب ۾ گهوڙي جي پيشاب جهڙي بوءِ هجي. وار ڪرڻ ۽ مرڪيورس سال کائڻ سان نقصان ٿيو هجي.

**آرم ميٽلليڪم** ٣٠ ۽ بلند. ٽڪ جي هڏين جو ڳرڻ، مريض کي هر وقت خود ڪشيءَ جو خيال دامنگير رهي.

**سفلينم** ٢٠٠. هن دوا جي هڪ خوراڪ هفتي بعد ڏجي. رات، ٽڪ ۽ مخصوص عضون جي ڦٽن لاء مفيد آهي.

**بائيوڪيمڪ** ۾. ڪالي ميور بهتر آهي. بخار هجي ته ان سان گڏ فيرم فاس به ڏجي.

## باب ۾ سڙڻ

***BURNS & SCALDS.***

**ڪينٿرس** - Q - ٦ يا ٣٠ مدر ٽنڪچر مان لوشن ناهي ان مان ململ جو ڪپڙو پوڙي سڙيل هنڌ تي

رکندو اچجي ڪاٺ لاءِ ڪينٿرس ٦ يا ٣٠ ڏجي.

٢٧ آرسينڪ البم ٣٠- جيڪڏهن ڪينٿرس ڪان ساڙو گهٽ نہ ٿئي تہ هيءَ دوا ڪارائتي.

٢٨ اڪونائيٽ ٣٠- ساڙ ڪان پوءِ بخار ٿي پوي تہ هيءَ دوا ڏجي.

ڪاسٽيڪم ٣٠- جيڪڏهن پراڻا ساڙيل ڦٽ ڀيهر پيدا ٿين تہ هيءَ دوا ڪم آڻجي.

٢٩ هيپر سلفر ٣٠- جڏهن ساڙيل زخمن ۾ پون پوي ۽ زخم بدبوءِ ڪن تہ مفيد آهي.

باهر ڪيمڪ جو هيءَ مرڪب ساڙن وارن ڦوڪٽن تي رکڻ سان هڪدم فائدو ڪري ٿو.
ڦيرم فاس X ١٢ - ڪالي ميور X ٣- ڪالي سلف X ٣ - نيٽرم ميور X ٣، نيٽرم فاس X ٣- هر هڪ دوا مان هڪ گرين- هڪ آني پاڻيءَ ۾ حل ڪري ٿي پسائي رکندا- ٢

نوٽ:- چوني جو پاڻي، السي جو تيل هموزن پاڻ ۾ ملائي ملم ٺاهي ڦٽن تي لڳائجي.

## ٿڻن جون بيماريون

## *MAMMARY GLANDS.*

براڻي اونيا ٣٠- ٿڻن جي سورش جڏهن

حرڪت سان تڪليف وڌي وڃي.

**بيلاڊونا** ٣٠- ٻڇي جي ڦرڙي، جڏهن سوڄ سرخ ۽ ٻر درد هجي.

**هيپر سلفر** ٣٠- جيڪڏهن ٻچي ۾ ڦرڙيءَ جي صورت ظاهر ٿئي ۽ ان ۾ گند ڀرجي رهيو آهي. هٿ لائڻ ناقابل برداشت هجي.

**فائٽولڪا** ٣٠- جڏهن ٻچن ۾ سوڄ هجي ۽ گند ڀرڻ جو شڪ هجي.

**ڪونيم** ٣٠ - ٻچن تي لڪ لڳڻ تي استعمال ڪجي.

فيرم فاس ۽ ڪلڪيريا فلور - ٻچن جي ٻچڻ لاءِ مفيد آهن.

**بائيو ڪيمڪ** ۾ - ڪلڪيريا فلور 6X- يا بلند ٻچن ۾ پٿر جهڙو سخت ورم هجي.

# بد هاضمو

## *DYSPEPSIA*

**نڪس واميڪا** ٣٠- گهڻي دماغي ڪم ڪرڻ، جاڳڻ، ڪاڏي جي بد پرهيزيءَ مصالحدار شين کائڻ ۽ چاءِ وغيره پيئڻ.

**آرسينڪم البم** ٣٠- ٿڌين شين يا برف جي

استعمال ڪــان، گهٽي تماڪ ڇڪڻ کــان پيٽ ۾ ساڙو ٿئي.

**لائيڪو پوڊيم** ۳۰- پيٽ ۾ هوا دن کان هيٺ ۽ پيٽ ڀريل معلوم ٿئي ۽ هڪ گره کائڻ سان ئي پيٽ ڀرجي وڃي.

**پلسٽلا** ۳۰- سٽيپ ۽ چربي وارن کاڌن کــائڻ سان بدهاضمو ٿئي.

**چائنا** ۳۰ بدلي رطوبتن جي گهٽي خارج ٿيڻ. سڄو پيٽ هميشه هوا سان ڀريل رهي.

**ڪاربوويج** ۳۰- پيٽ ۾ هوا دن کــان مٿان کٽمون، خراب اوڳرايون بدبو دار ريح خــارج ٿئي.

**بايو ڪمڪ** ۾ - نيرم فاس - کــالي ميور- يٽڪ م سلف ۽ ڪالي سلف ملائي ڏجن.

# بخار

## *FEVER*

**ايڪونائيٽ** ٦ يا ۳۰- هر قسم جي بخار جي شروع ۾ جيڪڏهن بي آرامي ۽ موت جو خوف طاري هجي.

**جيلسيميم** ۳۰ - شروع کان ئــي ڪمزوري ۽ نيم بيهوشي هجي.

**آرسينڪم البم** ۳۰- مريض ڪمزور ۽ تورو تورو

ٿاٽي هر هر ٿئي . پراڻو بخار .

**فيرم فاس** ۳۰- جيڪڏهن ڪنهن به دوا جون نشانيون ظاهر نه هجن.

**بيلاڊونا** ۶ يا ۳۰- مٿو گرم ۽ پير ٿڌا هجن.

**برائي اونيا** ۳۰- خشڪيءَ کان پياس گهڻي لڳي هجي. مريض حرڪت پسند نه ڪري.

**رسٽاڪس** ۳۰- گرم سرد يا بارش ۾ پسڻ سان بخار لڳي ساري بدن خصوصا ڇيلهه ۾ درد هجي.

**پلسٽلا** ۳۰- شام جو ۴-۵ وڳي بخار- وات خشڪ مگر پياس نه هجي.

**بايوڪيمڪ** ۱- اڄ ڪالهه هجي ته - فيرم فاس- ڪالي ميور- ڪالي سلف ۽ نيٽرم سلف ملائي ڏجن.

۲- اڄ هجي ته- فيرم فاس، ڪالي ميور، نيٽرم ميور ۽ نيٽرم سلف ملائي، روزانو چار يا ڇهه خوراڪون ڏجن.

۳- بخار جي لوبعد روڪڻ ۽ لڳيءَ لاءِ ڪالي ميور- نيٽرم ميور ۽ نيٽرم سلف ملائي ڏجن.

## بواسير
## *PILES*

**نڪس واميڪا** ۳۰- گرم ڪاڌن ۽ گرم دوائن جي سبب ڪان. جيڪڏهن صبح جو هڪ خوراڪ

سلفر ٣٠ ۽ رات جـو هڪ ڊوراڪ نڪس واميڪا ٣٠- جي ڏني وڃي ته اڪثر مفيد آهي.

ڪالنسونيا ٣٠- حامله جو بواسير ڏولي قبضـــي ۽ هيلهه ۾ سور هجي.

ايلوز ٣٠- جيڪڏهن موڪا انگور جي ڇڳن وانگر ٻاهـــر نڪتل هجن- سا ڙي ۽ خارش کي ٿڌي پاڻـي ۽ سان فرحت ٿئي. ريح نڪرڻ سان گڏ پائخانو به پاڻمرادو نڪري وڃي.

فاسفورس ٣٠-٢٠٠- پاڻالي ۾ هربار چمڪيدار سرخ رت جي ڌار اچي.

ڊوبوف ٿيلم ٣٠- وير کان پوءِ بواسير جنهن ۾ مقعد ٻاهر نڪري اچي.

لائيڪو پوڊيم ٣٠-٢٠٠- مقعد جي چوگرد خارش، ويهڻ وقت موڪا درد ڪن، پيشاب ۾ رت اچي.

ايڪيولس هپ ۽ هماميلس- جي ملم ٺاهي موڪن تي ساڙي ۽ سور لاءِ لڳائجي.

بايوڪيمڪ ۾- ڪلڪيريا فلور X ٢٠٠ هرهفتي يا چوٿين ڏينهن ڏجي، هون اينڊوهجي ته فيرم فاسX ٢٠٠ ان سان واري سان ڏجي.

# پائيوريا (مهارن مان گند اچڻ)

**PYORRHOEA**

**مرڪيورس سال** ٣٠- ٢٠٠ يا بلند طاقت استعمال ڪجي. وات ۾ بدبوءِ ۽ ٿڪ گهڻي هجي.

**پلانٽيگو ميجرQ-** ٣٠- مهارن کي ملجي ۽ کارائجي

**اسليفسگيريا** ٣٠- ٢٠٠- ڏند ڪارا ۽ ڪاڏل هجن.

**بايوڪيمڪ ۾-** سليشيا X ٦- ڪلڪيريا فلور X ٦-

**ڪلڪيريا سلف** X ٢- هموزن ملائي روزانو ٣- ٤ پيرا کارائجي بهترين مرڪب آهي.

نوٽ:- صبح جو سوير ۽ رات جو سمهڻ مهل شوڪر آف ملڪ ڏندن ۽ مهارن تي مهٽڻ بلڪل مفيد آهي. گوشت کائڻ ترڪ ڪجي.

# پيڇو ٻاهر ڪرڻ

**PROLAPSUS ANI**

**اگنيشيا** ٣٠- کاڪوس کانپوءِ پيڇو ٻاهر نڪري، مريض عصبي مزاج ۽ چيڙاڪ طبع هجي.

**پوڊوفائلم** ٣٠- هر ٻاهراني کانپوءِ پيڇو نڪري ۽ پيلي رنگ جا دست هجن.

**مرڪيورس سال** ٣٠- پيشاب سان پيڇو نڪري،

ڪاڪوس ڪرڻ جي مستقل حاجت (جيڪڏهن رت ڪوهڙو ۽ لبا گهٽ هجن ته مرڪ ڪار ٣٠ ڏجي.

**نڪس واميڪا** ٣٠- دائمي قبضي ۽ پيچو لڪري، ڪاڪوس وقت زياده زور لڳائڻو پوي. پيچوڪاڪوس ڪانپوء نڪري خصوصا صبح جي وقت.

**هيوراگلاڪ ايسڊ** ٣٠- پيشاب ڪرڻ وقت پيچو لڪري.

**لائيڪوپوڊيم** ٣٠- عام دوائن جي استعمال ڪرڻ سان جيڪڏهن فائدو نه ٿئي ته هن دوا کي ڪم آڻجي.

**بايوڪيمڪ** ۾- ڪلڪيريافلور X ٦- ڪليڪرياڦاس X ٣- ۽ فيرم فاس X ٦- هموزن ملائي ڪارائڻ مفيد آهي. يا رڳو ڪلڪيريا فلور X ٦- مان ٥ گرين ڏينهن ۾ چار ڀيرا ڪارائڻ به فائديمند آهي.

# پرميل

## *GONORRHOEA*

**ايڪونائيٽ** ٦ يا ٣٠- شروعات ۾ جيئن جو تڪليف محسوس ٿئي خوف ۽ پريشاني هجي.

**ڪينابس سٽائيوا** ٣٠- سي- ايم- سخت سور هجي. آلت کي ڪپڙو لڳڻ ۾ سمهي نه سگهجي.

**مرڪيورس ڪار** ۳۰- سي- ايم- مٿين دوا ڏيڻ ڪانپوءِ به ساڳو هجي، گند- گهاٽو ۽ سبز اچي.

**ڪينٿرس** ۳۰- پيشاب ۾ ساڙو ۽ قطرو- قطرو پيشاب ٿي اچي.

**پلسٽلا** ۲۰۰ يا ۱۰۰۰- فقط هڪ ڊوراڪ ڏجي- ڦڪي رنگ جو گهاٽو مواد نڪرندو هجي- ساڙو نه هجي.

**سلفر** ۳۰- پراڻي پرميل- هٿن پيرن ۽ پيشاب جي ناليءَ ۾ ساڙو هجي.

**مرڪ سال** ۳۰- جيڪڏهن بادفرنگ جو مرض هجي ۽ مواد ساوي رنگ جو ڏيکاري.

ڏنگرم سلف ۳X يا ٦X- روزانو چار دفعا ۽ ٽوجاه ۳ روزانو هڪ دفعو ڏيڻ مفيد آهي.

**بايوڪيمڪ** ۾- فيرم فاس ٦X- ڪالي ميور ٦X ميگنيشيا فاس ٦X- هموزن ملائي ڪارائڻ مفيد آهي،

# پيٽ جا ڪيئان

## *WORMS*

**سائنا** ۳۰- هن مرض جي خاص دوا آهي، ٻار ڏڪ ٿئي، ننڊ ۾ ڏند ڪرٽي ۽ سندس واتي مان پاڻي وهي، ڪيس ٻک، پيٽ جو سور ۽ قبضي هجي.

**ڪلڪيريا ڪارب** ۳۰- ٻار مٽي کائيندو هجي،

ٿلهو ۽ ڦيڻو هجي، سندس مٿي تي پگهر گهڻو ۽ دستن ۾ گهٽي پوڻ هجي.

سلفيڪم ٣٠- ٻار کي پيٽ ۾ سور هجي ۽ ٻار پيٽ پر ليٽڻ پسند ڪري.

ڪالي ميورٽيڪم ۽ نيٽرم فاس- مٿين ڏنل ۾ مفيد آهن.

بايوڪيمڪ ۾- نيٽرم فاس X ٦- ٣٠- گهٽي پوڻ وارا ۽ پيلي رنگ جا دستن بيمار ڪي هجن.

# پيشاب جو بند ٿيڻ

## *RETENTION OF URINE*

ايڪونائيٽ ٣٠- تازي ننڍن ٻارن جو پيشاب بند ٿي وڃي، خوف ڪان پيشاب جي بندش.

ڪاسٽيڪم ٣- آپريشن يا ويم کان پوءِ عورت جو پيشاب بند ٿي وڃي.

ڪيمفر Q- سردي لڳڻ سبب پيشاب، بند ٿئي. ٻه ڦڙا کنڊ ۾ ملائي ڏجن.

نڪس واميڪا ٣٠- گرم دوائن جي استعمال سان پيشاب جي بندش ٿئي.

اگنيشيا ٣٠- بادگولي سبب پيشاب جي بندش ٿئي.

آرنيڪا ٣٠- ڌڪ لڳڻ سبب پيشاب بند ٿئي.

فيرم فاس ٣٠- سخت بخارن ۾ پيشاب بند ٿي وڃي.

سلفر ۳۰- هڪ أي ڪوراڪ پيشاب جاري ڪندي مجرب آهي.

بايوڪيمڪ ۾- فيرم فاس، ميگنيشيا فاس، ليٿرم فاس ملائي ڏجن.

# پيشاب ۾ رت اچڻ.

## *HEAMATURTA*

آرنيڪا-۳۰- چوٽ لڳڻ سبب پيشاب ۾ رت اچي.

ٽيريبنٿينيا-۶-۳۰- پيشاب سان رت مليل هجي. پيشاب جو رنگ، دونهي جهڙو ڪارسرو هجي. پيشاب ڪرڻ وقت سور ٿئي.

ايسڊنائٽرڪ-۳۰-۲۰۰ پيشاب سرخ، گهون وارو ۽ گهاٽو، خون نه جمي.

ملي فوليم Q- پيشاب ۾ سرخ ۽ چمڪدار رت اچي.

هيما ميلس Q- پيشاب ۾ ڪارو رت اچي.

ڪينٿرس-۳۰ پيشاب سوڙهو ۽ ساڙي سان گڏ ڦڙو ڦڙو ٿي اچي.

نوٽ- رت مثاني کان اچي ته مريض جي پيٽ جي هيٺين حصي ۾ سور هوندو. رت بڪين کان اچي ته چيلهه ۾ سخت سور هوندو پيشاب جي نالي کان اچي ته خالص رت هوندو، پيشاب سان مليل نه هوندو.

# پيشاب ۾ ساڙو

## BURNING OF URINE

**ڪينٿرس ٣٠**:- پيشاب ڪرڻ وقت ساڙو ۽ سور ٿئي، پيشاب جي بار بار حاجت ھجي.

**مرڪيورس ڪار**:- ٣٠ ساڙو گھڻو مگر سور سخت ٿئي، پيشاب ڦڙو ڦڙو اچي ۽ انھي ايلبيومن نڪري

**نڪس واميڪا**:- گرم دوائن، شراب ۽ چاھ پيئڻ سان، پيشاب ۾ ساڙو ٿئي. پيشاب جي تڪليف سان، گڏ اپاھاڻي جي بار بار ۽ نا مڪمل حاجت ھجي. پوڙھن جي پيشابي تڪليف لاھ بہ نھايت مفيد آھي.

**بيلاڊونا ٣٠** عصبي تڪليف سبب پيشاب جي رڪاوٽ ۽ درد ھجي.

# چمڙيءَ جون بيماريون

## SKIN DISEASES.

**سلفر ٣٠**- سخت خارش- بدن کھرو، وھنجڻ کان نفرت، رات جو بستري جي گرميءَ سبب خارش زيادہ ٿئي.

**آرسينڪ البم ٣٠** پراڻي تڪليف ھجي، گرميءَ ۾ آرام ۽ سرديءَ ۾ تڪليف زيادہ.

**ڪروٽن ٽگ ٣٠** خارش گھڻي اپدن ۾ٽي بہ ھجي ۾ خاص عضون تي گھڻي ھجي.

**گريفائٽيس ۳۰** خارش وقت، بدن مان لڳ لڳ دار شيءِ نڪري، تڪليف مٿي ۾، ڪنن جي پويان ۽ آڱرين جي وچ ۾ هجي.

**رسٽاڪس ۳۰** بدن تي ڦوڪڙا هجن، جن مان پاڻي وهي ۽ انهن ۾ ساڙو ۽ خارش هجي.

**پلٽرولئم ۳۰** سياري ۾ پيدا ٿيندڙ جلدي امراض لاءِ نهايت مفيد آهي.

**ٿوجا ۳۰** چيچڪ جي ٽاڪي استعمال ڪرڻ بعد منهن تي خارش ٿي پوي.

**پائي ڪيمڪ** ۾ ڪالي ميور $X$ ۶، ڪالي سلف $X$۶، نيٽرم ميور $X$۶ نيٽرم سلف $X$۶ ۽ ڪلڪيريا سلف $X$ ۶ هموضن ملائي ڏيڻ مفيد آهي.

# چمڙيءَ جا ڳوڙها

## TUMERS

**ڪونيم ۳۰** يا بلاڊ هيءَ انهن ڳوڙهن ۽ غدودن لاءِ مفيد آهي. جي پٿر جهڙا سخت هجن. انهن ۾ ڪڏهن رات جو سور هجي. ننڍن لڳڻ سبب ڳوڙهن لاءِ به هيءَ دوا مفيد آهي.

**فائٽولئڪا ۳۰** هيءَ دوا ڇاتي ۽ بدن تي ڳوڙهن لاءِ مفيد آهي. ڪجهه عرصو دوا کارائجي.

بايوڪيمڪ ۾ ڪلڪيريا فلور 6X بلند طاقت ۾ هيءَ دوا ٿنڊ ۽ جوڙن سخت ڳوڙهن لاءِ مفيد آهي. خاص طرح ڇاتيءَ تي نڪرن. هيءَ دوا شروعات ۾ ڏيبي ته انهن مان سرطان (ڪينسر) نه ٿيندو.

## چيلهه جو سور

## LUMBAGO

آرنيڪا ٣٠ ۽ فيرم فاس ٣٠ واري واري سان استعمال ڪرائجن بار کڻڻ ڪري چيلهه ۾ سور پوڻ لاءِ مفيد آهن.

رسٽاڪس ٣٠ بارش ۾ پسڻ يا گرم سرد ٿيڻ سبب چيلهه ۾ سور پوي. ويهڻ ۾ سور زياده ۽ گهمڻ ڦرڻ ۾ گهٽ ٿئي.

براڪي اونيا ٣٠ گهمڻ ڦرڻ سان سخت سور ٿئي ۽ چپ چاپ ويهڻ سان آرام اچي.

بايوڪيمڪ ۾ ڪلڪيريا فلور 6X ۽ ڪالي فاس 6X چيلهه جي سور لاءِ هي ٻئي دوائون واري سان استعمال ڪرائجن.

## جلندر

## DROPSY

ايپس مليفيڪا ٣٠ سخت بخارن کان پوءِ هيءَ

مرض ٿئي - پياس نہ هجي پيشاب گهٽ اچي - اکين جي هيٺين ڇپرن تي سوڄ - بدن تي ڏڏر- بدن ۾ سور ۽ گرميءَ ۾ تڪليف زيادہ ٿئي .

**ڊيجيٽيلس ۳۰** دل جي خرابيءَ سبب هيءُ مرض ٿئي . دل جي حرڪت بي قاعدي، گويا بند ٿيڻ تي پيشاب ڪارو ۽ گهٽ اچي .

**آرسينڪ البم ۳۰** هيءَ هرقسم جي جلندر لاءِ مفيد آهي . دل ۽ واءُ ڦڦڙن جي خرابيءَ کان ٿئي . منهن ۽ اکين تي سوڄ، بدن جي چمڙي چمڪندڙ، مريض هر هر مگر ٿورو پاڻي پيئي .

**ايپوسائينم ڪينابينم Q** - سيني ۽ پيٽ جي جلندر لاءِ مفيد آهي - پيشاب ڪارو ۽ گهٽ اچي اڃ گهڻي مگر پاڻي پيئڻ سان پيٽ ۾ سور يا قيءِ معدي جو وسامڻ . دوا جا ڏهہ ڦڙا پاڻيءَ ۾ روزانو ٽي ڀيرا ڏجن .

**پاڊوڪيمڪ ۾** - نيٽرم ميور ۽ نيٽرم سلف ملائي پيا واري سان ڏجن .

## جيري جون بيماريون

## *LIVER AFFECTION*

**برائي اونيا ۳۰** - جگر ۾ درد مگر بيمار درد واري طرف سمهي سگهي .

مرڪيورس سال ٣٠- ڳوڙهو پڪو ۽ جيري جون تڪليفون.

ڏڪس واميڪا ٣٠- ڪاڏن ۽ دوائن جي بد پرهيزن جي ڪري اهڙي حالت ۽ مريض چيڙاڪ هجي.

پوڊوفائلم ٣٠- پرقالي علامتون جيري جي جاءِ کي هر وقت مهٽيندو رهي صبح جو دست بغير درد جي.

لائيڪو پوڊيم ٣٠- جيري جون پراڻيون تڪليفون ٿورڙي کائڻ سان معدو بلڪل پرپل معلوم ٿئي- جيلهه ۾ جٺڪ رسو ڪنهن چڪي پڌو آهي.

ڪيموملا ٣٠- ننڍن ٻارن ۾ پرقان ۽ ٻار جي طبع مختلف هجي.

بايوڪيمڪ ۾- فيرم فاس، ڪالي ميوره نيٽرم سلف ورم جگر لاءِ ڏجن. ميگنيشيا فاس ۽ نيٽرم سلف- درد جگر لاءِ مفيد آهن.

# چڪي اچڻ (ٻار جو ڪرڻ)

## *ABORTION*

ايڪونائيٽ، ڪيموملا- جذبات مثلا خوف يا ڪاوڙ سبب ٻار ڪري.

سفلينم، مرڪيورس ڪار- آتشي مادي سبب ٻار ڪري ته مفيد آهي.

آرنيڪا ۳۰- ڌڪ لڳڻ يا ڪرڻ سبب اسقاط لاءِ. (رحم مڙڻ ڪري گهٽو هون شروع ٿئي ۽ معمولي درد لڳي ته سنا مولر مفيد آهي)

ملي فوليئم - بغير سور جي رت اچي ته مفيد آهي.

وائيبرنم آپولس Q، ۳- جن عورتن کي بار ڪرڻ جي عادت ٿي وڃي ۽ ٻهرين شروعاتي مهينن ۾ اسقاط ٿيندو هجي ته هيءَ دوا مدر ٽنڪچر ۾ ۵ - ۵ ڦڙا هڪ آئونس پاڻيءَ ۾ ملائي ڪلاڪ ڪلاڪ جي وقفي سان ڏجي.

سباگنا ۳۰- ٽن مهينن واري بار ڪرڻ ۾ نمايان دوا آهي جن عورتن کي ٽن مهينن ۾ بار ڪرڻ جي عادت ٿي وڃي ته انهن کي ٻهرياٺين شروع ڪرائجي. هون گهٽو. چمڪندڙ ڳاڙهو، ڪجهه جمل ۽ ڪجهه پاڻيءَ جهڙو هوندو آهي.

سمي سي فيوگا ۳۰- وائي سورن وارين عورتن لاءِ ٻهرئون نمبر دوا آهي.

ڪالو فائلم ٦ - ۳۰- ڪوڙن دردن لاءِ بيحد مجرب آهي، رحم جي ڪمزوري ۽ بار ڪرڻ ۾.

سيڪيل ڪار ۳۰- ڪمزور ۽ ڏٻريون عورتون تي جو اسقاط، ڪامل هوا جي خواهش، هون ڪارو پاڻيءَ جهڙو هن جو استعمال شروع حمل کان ڪرائجي.

بايوڪيمڪ ۾- ڪلڪيريافلور 6X، نيٽرمفاس 6X ۽ ڪاليفاس 6X ملائي ڪلاڪ ڪلاڪ جي وقفي سان ڏجن جڏهن فائدو ٿئي ته وقفو وڌائجي.

نوٽ ٢- نيٽرمفاس 200X پار نه ٿيڻ (سنڌيو) لاءِ مفيد آهي. ۽ اڳيئر هيض جي خرابي دور ڪندي وڃي.

نوٽ ٣- نيٽرم ميور ٢٠٠- برٿ ڪنٽرول لاءِ مفيد آهي. هيض ختم ٿيڻ بعد، مسلسل ٽي ڏينهن ڪارائتي روزانو هڪ خوراڪ ڏجي-

## ڄڻن ۽ خصين ۾ درد

## HERNIA

نڪس واميڪا ٣٠- ٢٠٠- هن دوا جو باقاعدي استعمال ڪيو وڃي ته اڪثر مريض کي فائدو ٿئي ٿو ۽ آپريشن جي تڪليف کان بچي وڃن ٿا. هيءَ دوا ڪهي پاسي واري ڄڻن لاءِ مفيد آهي.

سلفر ٣٠- تجويز ڪيل دوائن سان هن دوا جو استعمال به مفيد ٿئي ٿو.

لائيڪوپوڊيم ٢٠٠- سڄي پاسي واري خصيءَ جي ڄڻن لاءِ مفيد آهي.

بيلاسس پيريلس ٣- ٣٠- ڪهي پاسي واري خصيءَ جي ڄڻن لاءِ مفيد آهي. جڏهن سور ۽ سوڄ هجي ۽

ٿڌي هوا لڳڻ ۽ وهنجڻ سان تڪليف زياده ٿئي.

آرنيڪا ۳۰- ۲۰۰- ڌڪ لڳڻ سبب ڇُن لاءِ مفيد آهي.

ڪلڪيريا ڪارب ۳۰. ٿلهن متارن ٻارن جي ڇن لاءِ مفيد آهي.

سليشيا ۳۰- ڪمزور ٻارن جي ڇن لاءِ مفيد آهي.

ڪلڪيريا فاس X ۶- ۳۰- ڪنهن طرف واري ڇن لاءِ مفيد آهي.

بايوڪيمڪ ۾- ميگنيشيا فاس X ۶- ۳۰ يا ۱۰۰۰ طاقت- خصين جي سور ۽ سوڄ لاءِ مفيد آهي.

# حمل دوران ڏکايفون

***PREGNANOY AFFCTIONS***

اپيڪاڪ ۳۰:- الٽي ۽ اوڪارن لاءِ پهريون نمبر دوا آهي.

نڪس واميڪا ۳۰- قبضي ۽ صبح وقت الٽي ٿئي

سمفوري ڪارپسQ:- رات ڏينهن قيء اچي، ڪابه دوا فائدو نه ڪري، ۱۰- ۱۲ ڦڙا دوا پاڻيءَ ۾ ملائي ڏجن، يا نمبر ۲۰۰ هڪ خوراڪ ڏجي.

ڪالڪسونيا X ۱- ۳- حامله جي قبض لاءِ نهايت مفيد آهي.

سيپيا ٢٠٠:- ۽ اوپيم ٢٠٠- حامله کي پواسير، قبضي ۽ سوري هجي.

ڪلڪيريا ڪارب ٣٠:- حامله کي ڪوئلي، مٽي ۽ ميٽ کائڻ جي خواهش هجي.

ميگنيشيا ڪارب ٣٠- حامله جي ڏندن جي سور لاءِ مفيد آهي.

سائيڪليمن ٣٠- حامله جي هڏڪيءَ لاءِ مفيد آهي.

ليڪسيس ٣٠- حامله جي هٿن پيرن جي سوڄ لاءِ مفيد آهي.

بائيوڪيمڪ ۾- ڪالي فاس 6X، ڪلڪيريافاس 6X، ڪلڪيريافلور 6X هموزن ملائي، ڏهن خوراڪ پنج گرين گرم پاڻيءَ سان ڏجي. حمل جي عرصي ۾ هر تڪليف لاءِ مفيد آهي.

## حيض درد سان اچڻ

## *DYSMENORRHOEA*

ڪالوسنٿ ٣٠- حيض وقت سور هجي ته اڌ اڌ ڪلاڪ ۾ خوراڪ ڏجي.

پلسٽلا ٣٠- رت جو رنگ ڪارو، سخت سور، نرم مزاج عورت ۽ گرم ڪمري ۾ تڪليف وڌي وڃي.

بيلا ڊونا ۳۰- مدهن ڳاڙهو، سور يڪدم شروع ٿين ۽ يڪدم ختم ٿين، هيٺ تي دٻاءُ هجي.

ڪالوفا ئلم ۳۰- حيض تمام ٿورو اچي مگر ٻار ۽ سور گهڻو هجي. سيني، ٻانهن، ٽنگن ۽ ڪُهڙ ۾ سور هجي.

سمي سي فيوگا ۳۰- چيلهه ڪان وٺي رانن ۽ ڪلهن تائين سخت سور هجي. رت جا چمل ٽڪر نڪرن، بيمار تمام ڪمزور ٿي وڃي.

اوپيم ۳۰- ۲۰۰:- قبضيءَ واري حالت ۾ ڏجي ۽ ان سان گڏ.

ٻاڦوڪيوڪ ۾- ميگنيشيا فاس X ۶، يا ۳۰- گرم پاڻيءَ سان استعمال ڪرائجي.

## حيض جو گهڻو اچڻ

***MANORRHAGIA***

اپيڪاڪ ۳۰:- خون گهڻو، ڳاڙهو چمڪدار ۽ قيءَ هجي.

ايڪونائيٽ ۳۰:- خون ڳاڙهو چمڪندڙ ۽ موت جو خوف هجي.

ڪلڪيريا ڪارب ۳۰:- حيض مقرر ڏينهن کان اڳي اچي، مريضه ٿلهي هجي، پير ٿڌا رهن ۽ خون

گهٽو ايندو هجي .
**نڪس واميڪا ٣٠ :-** خون حيض مقرر ڏينهن کان اڳي اچي ۽ ٿمڻي هجي .
**چائنا ٣٠، ٢٠٠ :-** ڪارو رت ۽ ڇيل، رت جي وهڻ ڪري ڪمزوري ۽ ڪنن ۾ آواز ٿيڻ تي فائدو ڪندي
**فاسفورس ٣٠ :-** عورت ڏيري، ٻڪهي قد واري، مگر خوبصورت . حيض گهٽو اچي ، ٻنهي ڪلهن جي وچ ۾ ساڙو هجي .

# حيض جي بندش

***AMENORRHOEA***

**ايڪونائيٽ ٣٠-** ٿڌي ۽ خشڪ هوا ۾ گهمڻ کان حيض بند ٿي وڃي .
**بيلاڊونا ٣٠ -** اکيون ڳاڙهيون، دوران خون دماغ ڏانهن زياده ۽ زناني عضوي جو ٻار ۽ ڌڪ هيٺ طرف هجي .
**پلسٽلا ٣٠-** پيرن پسڻ ڪري حيض بند ٿي وڃي ۽ شام جو تڪليف وڌي .
**برائي اونيا ٣٠ -** حيض بدران نڪهير اچي . اچ گهٽي ۽ حرڪت سان تڪليف وڌي .
**ڪلڪيريا ڪارب ٣٠-** ٿلهيون عورتون ، مٽي آئي

پگهر گهڻو ۽ پير ٿڌا هجن کين مٺي، ميٽ ۽ ڪوئلي کائڻ جي خواهش هجي.

**فاسفورس** ۳۰ - دق واريون ڏبريون عورتون جنکي حيض بجاءِ نڪ ۾ رت اچي.

**ڊيلرمهيور** ۲۰۰ بعد حيض کي جاري ڪرڻ لاءِ اڪسير آهي.

**ڊاڪاهارا** ۳۰- پير آلا ڪرڻ، ٿڌ لڳڻ، گهميل هوا برسات ۾ تڪليف ٿئي.

**بايوڪيمڪ** ۾ فيرفاس، ڪلڪيرياڦاس، ڪالي فاس، ميگنيشيا فاس، ۽ ڪالي سلف ۳X مرڪب حيض جي جملي خرابين لاءِ مفيد آهي.

## خصين ۾ پاڻي پوڻ

## *HYDRO CELE*

**آرنيڪا** -۳۰- ۲۰۰ ڌڪ لڳڻ سبب سوڄ ۽ پاڻي پوڻ جي شڪايت ۾.

**پلساٽلا** - ۳۰ - ۲۰۰- سوڄ ۽ پاڻي پوڻ جي تازن ڪيسن ۾.

**آيوڊم** ٦ - اندروني طرح کارائڻ سان پاڻيءَ کي خشڪ ڪندو. خارجي طرح ٽڪچر آيوڊين لڳائڻ سان سوڄ کي ڳالدو ڏئي ٿو.

گريفائيٽس -٦-٣٠- جي ڪڏهن خصين ۾ خارش جي شڪايت هجي ۽ ٿمضي ته سان پاڻاڻو ڳنڍين جهڙو اچي.

روڊو ڊينڊران - ٣٠-٢٠٠- سوڄ ۽ پاڻي ڀوڻ جي پراڻن ڪيسن ۾ ڏجي، جڏهن سنڌن جا سور به موجود هجن.

بايوڪيمڪ ڪلڪيريا فاس X٦ - X٣٠ نهايت مفيد آهي. ڪلڪيريا فاس X٦ X٣٠- اهي مناسب دوا سان گڏ هي دوا ڏجي. هيءَ هن مرض جي خاص دوا آهي.

ڪاڪيريافلور X٢ X٣٠ خصين ۾ سختي هجي.

# خصين جي خارش

## PRURIGO SOROTI

گريفائيٽس ٣٠ جڏهن ڪنهن ڪسان ٻوه لڳ لڳ واري پاڻيٺ لڪري ته مفيد آهي.

ڪروٽن ٽگليم X٣ - گريفائيٽس فائد و نه ڪري ته هن دوا جي لنيدي طاقت شفا ڪندي هي ته دوا منهن جي خارش لاءِ مفيد آهي.

ڪليڊيم Q دوا جا ١٥ ٢٠ قطرا، پاءَ پاڻيءَ ۾ رجهي روزانو ٽي دفعا ٻهارڻ ڪرجن نهايت مفيد آهي.

هائيڊروڪوٽائيل Q مان ١٠ قترا صمع جو ۽

١٠ ڦڙا شام جو، هڪ آئونس پاڻيءَ ۾ وجهي بيمار جن تہ جلد فائدو ٿيندو .

## خنـــاق

## *CROUP*

ايڪونائيٽ ٣٠ - ٢٠٠ - سرد ۽ خشڪ هـــوا لڳڻ شرط، خناق جو حملو ساڳئي ڏينهن ٿئي. کنگهہ خشڪ ۽ بخار بہ هجي .

سپونجيا ٣٠ - ٢٠٠ ڪتي جي کنگهہ جهڙي خشڪ کنگهہ لڳيءَ ۾ خرخر جو آواز، دم گهٽجڻ، ساهہ ۽ سيٽي جهڙو هيپرسلفر ٣٠ - ٢٠٠ - ڇاتيءَ ۾ بلغم جو آواز اچي کنگهڻ وقت بلغم نڪري.

نوٽ:- مٿيون ٽيئي دوائون واري سان ٥ - ٥ يا ١٠ - ١٠ منٽن کان پوءِ ڏيڻ سان مرض جي شدت دور ٿي، آرام اچي ويندو .

بايوڪيمڪ ۾ فيرم فاس X ٦ ۽ ڪالي ميور X ٦ واري سان ڏيڻ مفيد آهن.

## دستا

## *DIARRHOEA*

ڪئموملا ١٢ يا ٣٠ - ننڍن ٻارن خاص ڪري ڏندن

لڪرڻ واري وقت ۾ پار ۾ گوڙٺي چڙ ۽ بي آرامي ھجي دستن جو رنگ سائو هوندو آهي ان ۾ نهايت ڪارآمد آهي.

**فيرم فاس** ۳۰- ڪير ھضمدڙ ٻارن جا دست ھاٺي ۽ والگر ۽ ان سان گڏ بخار به هجي.

**ڪلڪيريا ڪارب** ۳۰- اڇي رنگ جا دست ۽ کٽي بوء وارا دست.

**ارجنٽم نائٽريڪم** ۳۰- متاڻ زيادہ ڪائڻ وارا ٻار ڪاڪوس لڪرڻ وقت رنگ پيلو لنهن کان پوءِ رنگ منھي سائو ٿئي.

**ايلوز** ۳۰- ڪاڪوس بي اختيار لڪري وڃي.

**پلسٽلا** ۳۰- ڪاڪوس جو رنگ منجھي سنجي وڃي

**پوبوفائلم** ۳۰- سخت بدبودار ھاٺي ۽ والگر دست سواءِ درد جي.

**چائنا** ۳۰ بدھاضمي جا دست.

**ڪروٽن ٽگليم** ۳۰- پچڪاري ۽ والگر دست.

**ڪالوسنٿ** ۳۰- دست ۽ ان سان گڏ درد هجي.

**بايوڪيمڪ** ۾- فيرم فاس، ڪالي فاس، ڪلڪيريا فاس ۽ نيٽرم فاس X-٦ مرڪب، ٻارن جي قي ۽ دستن لاءِ مفيد آهي. ڪالي سلف ۽ نيٽرم سلف- وڏن عمر وارا ٻارن جي بدھاضمي وارن دستن لاءِ مفيد آهن.

# دل جو تڙڪو

## *PALPITATION*

**ڊيجي ٽيلس** ٣٠- نبض جي رفتار سست، هلندي ٻه چار سيڪنڊ غائب ٿئي، ڇو ته دل جي حرڪت بند ٿيڻ تي آهي. بدن جو رنگ نيرو هجي.

**اسپائجيليا** ٣٠-دل جي تڙڪي سان گڏ درد به هجي ۽ سڄو بدن پيو لڏي، حرڪت سان تڪليف ۾ اضافو، سڄي پاسي ليٽڻ ۽ مٿو مٿي ڪرڻ سان آرام.

**ڪيڪٽس** ٣٠- مريض محسوس ڪري ته انجي دل کي ڪنهن لوهه جي ڇنڊي ۾ بند ڪيو آهي ۽ حرڪت جي گنجائش ڪانهي.

**ڪالميا** ٣٠- سنڌن جي سور ڪان پوءِ دل جو ڌڙڪو ٿئي، کبو پاسو ٻي حس هجي.

**نڪس وامڪا** ٣٠- بدهضمي ڪان دل جو ڌڙڪو ٿئي.

**ڪريٽيگس** Q- هيءَ دوا دل جي هر تڪليف لاءِ اڪسير بي نظير آهي. بنا خطري استعمال ڪري سگهجي ٿي. پنج ڏهه ڦڙا ٽي پيرا روزانو استعمال ڪرائجي.

**بايوڪيمڪ** ٻر- ڪالي فاس X ٦، ڪالڪيريا فاس X ٦، ليٽرم ميور X ٦ ۽ فيرم فاس X ٦ هموزن ملائي

گرم پاڻيءَ سان استعمال ڪرائجي. دل ۾ سور هجي ته الهن ۾ ميگنيشيا فاس X ٦ ملائجي.

## دل جو درد

## *ANGINA PECTORIS*

**ايمل نائٽريٽ Q** - فوري آرام لاءِ هن دوا جا چار پنج ڦڙا رومال ۾ وجهي سنگهائجن.

**ايڪونائيٽ X ٣** - تڏ لڳڻ سبب يڪدم دل ۾ درد شروع ٿئي، پريشاني ۽ مونجهه گهڻي هجي. مريض کي هروقت موت جو خوف هجي ۽ موت جو وقت ٻڌائي.

**گلونائن ٣٠** - هن دوا جي خاص علامت هيءَ آهي ته بدن جي هر هڪ حصي جون شريانيون ڦڙڪنديون آهن ۽ سور دل کان شروع ٿي سيني هنڌ پکڙجندا آهن.

**ڪريٽيگس Q** - هيءَ دوا دل لاءِ بطور ٽانڪ استعمال ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن يڪدم دل عمل ڇڏڻ جو انديشو هجي ته هيءَ دوا ضرور ڏجي.

يمجيٽيلس کان به وڌيڪ آرام ڏيندي آهي.

**ڊيجيٽيلس ٣٠** - جڏهن نبض غير منتظم هجي، هلندي هلندي ٻه چار سيڪنڊ غائب ٿي وڃي. هيءَ دوا ننڍين طاقتن ۾ نه ڏجي. ٣٠ طاقت بهتر آهي.

**ڪيڪٽس ٣٠** - مريض ائين محسوس ڪري ته دل

لوهي شڪنجي ۾ ڪنهن بند ڪئي آهي ۽ حرڪت ڪرڻ لاءِ ڪا باقي جاءِ نه آهي. اهڙو احساس ته ڪنهن وقت دل کي دٻايو پيو وڃي ۽ ڪنهن وقت ڇڏيو ٿو وڃي.

اسپاڱجيليا ٣٠- دل جو ڌڙڪو زيادهه، اينتريقدر جو آواز پڌرو ٿي اچي. سور ڪنڌ ۽ ٻانهن تائين ويندا آهن ۽ حرڪت سان وڌي وڃن ٿا.

وسلاڪس ٣٠- زيادهه ورزش ڪرڻ سان جيڪڏهن دل وڌي وڃي ۽ درد ٿين.

بايوڪيمڪ ۾- ميگنيشيا فاس ۽ ڪالي فاس ملائي گرم پاڻيءَ سان جلد جلد ڏجن.

## دم (ايپساهي)

## *ASTHMA*

اپيڪاڪ ٦ يا ٣٠- دم جي دوري وقت اڌ اڌ ڪلاڪ بعد خوراڪ ڏجي.

آرسيڪم البم ٣٠- جيڪڏهن دم جو دورو اڌ رات کان پوءِ ٿئي ۽ بيمار سمهي نه سگهي.

نڪس وامڪا ٣٠- هاضمي جي خرابيءَ کان گوشت، تماڪ پيئڻ ۽ ڪثرت چاءِ وغيرهه کان دم ٿي پوي.

ڊيسباپلم ٢٠٠ـ هڪ ڦوراڪ هر هفتي ڪالهوءَ لمبع سبب ڦقڙن کي طاقت نٿي ٿي.

ايڊلي موليم ڪارب ٣٠ :- ٻلغم جي نيڪال لاءِ مفيد آهي.

ڪاربوويج ٣٠- پيٽ ماڻهن جي دم لاءِ مفيد آهي.

نيٽرم سلف ٣٠ـ٢٠٠ـ ننڍن ٻارن جي دم ۾ خاص طرح مفيد آهي فقط هڪ ڦوراڪ ڏجي (دوري ۾ نه ڏجي)

پلاٽا اوريٽلس Q ٿلهن ٻلغمي مزاج وارن لاءِ مفيد آهي. دوره وقت نهايت ڪسي ڪاهت نٿي ٿي.

اڪاليفا انڊيڪا ٣X دوره وقت به ٿي ڦقڙا رومال تي ڦاري سنگهائڻ مفيد آهي.

بايوڪيمڪ ۾ - ڪالي فاس ٣X مگنيشيا فاس ٦X هر ون ملائي ١٥ ـ ١٥ منٽن ۾ گرم پاڻيءَ سان ڏجي نهايت مفيد آهي.

اڪسير دم: اپيڪاڪ ٦ ۽ آرسينڪ البم ٦ هر هڪ دوا کي ١٠ ـ ١٠ منٽن بعد واري واري سان ٻه ٻه ڦوراڪون ڏيڻ ته دوري جي شدت ختم ٿي ويندي مڪمل فائدي واسطي اپيڪاڪ ١٠٠٠ ۽ آرسينڪ البم ١٠٠٠ جي هڪ ڦوراڪ هر هفتي ڪان دوه ڏيڻ گهرجي.

نوٽ: دم جي مريض کي ڪجهه ڪانگهارو گهٽو آهي

٦. سليشيا ٢٠٠ ۽ ته ليئترم سلف ٢٠٠ هڪ خوراڪ روز ڏجي.

# ڌڪ ۽ زخم

## *HURT & WOUNDS*

آرنيڪا ٣٠- ڌڪ لڳڻ ڪري درد ۽ سور زياده
هجن ته اندروني طور آرنيڪا کارائجي ۽ ٻاهروني آرنيڪا Q
مان ٻٽي ڦڙا پاڻيءَ ۾ وجهي لوشن ناهي، پٽي اُن مان
پسائي ٻاهر رکجي.

ايڪونائيٽ ٣٠- سخت بي آرامي ۽ بخار هجي.

هائپريڪم ٣٠- هٿن يا پيرن جي آڱرين تي ڌڪ لڳو
لڳي ۽ اعصاب زخمي ٿي پوي ته مفيد آهي.

ڪيلنڊولا Q- (مان هڪ حصو ۽ پاڻي ڇهه حصا
ملائي لوشن ناهي) زخمن تي ٻاهرين طرح اڳڙ ٻوڙي
رکجي. جيڪڏهن رت وهندو هوندو ته بند ٿي ويندو.

چائنا ٣٠- گهڻي خون وهڻ ڪري ڪمزور لاءِ.

ليڊم پال ٣٠- ڪوبه چهنبدار اوزار پير ۾ لڳي وڃي
مثلا ڪو سوئو وغيره

سليشيا ٣٠- جيڪڏهن سئي يا ڪاٻو بدن جي
ڪنهن به حصي ۾ لڳي پيهي پوي ۽ زخمي وڃي ته
ان کي ٻاهر ڪڍي.

اسٽيفسيگريا ٣٠- چاقو، ڇري، ڪهاڙي،

شيشي وغيره لڳڻ سان ٿيل زخمن لاءِ مفيد آهي ۽ آپريشن بعد دردن لاءِ مفيد آهي.
بايوڪيمڪ- فيرم فاس ۽ ڪالي ميور ڪارائتي ۽ زخمن تي انهن جي ملم رکي ٻڌجي.

## ڏڏر

*URTICARIA*

ايپس ميلفيڪا ٣٠- ڏڏر جي ڏنگن ۾ اڀار ۽ ڏنگ دار سور ۽ گرميءَ کان تڪليف وڌي وڃي.
رسٽاڪس ٣٠- سنڌن ۽ چمڙي جي سور سبب ڏڏر لڳي.
بيلاڊونا ٣٠- حيض جي خرابيءَ کان ڏڏر لڳي ته مفيد آهي.
آرسينڪ البم ٣٠- ڏڏر ۾ ساڙو بي آرامي ۽ گرميءَ کان آرام ملي.
سلفر ٣٠- هٿن پيرن ۾ ساڙو هجي ته مفيد آهي.
بايوڪيمڪ- نيٽرم ميور- خارش هجي ۽ ملٿيريا کان بعد لڳي. فيرم فاس ۽ نيٽرم فاس بخار ۾ هجي.

## ڏڀ

***RING WORM***

بيسي ليلم ٢٠٠ جن ماڻهن جي ٻچڻ ۾ سِل ۽ دق

هڏن آڱرين جي ڏڦ لاءِ مفيد آهي. الڪالسواءِ ڏاڙهيءَ
۽ مڇن جي وارن لاءِ به اڪسير آهي هفتي ۾ هڪ
خوراڪ ڪافي آهي.

سلفر ۳۰- وهنجڻ ۽ بستري جي گرميءَ سان
تڪليف زيادہ ٿئي. ان حالت ۾ سلفر جي هڪ
خوراڪ صبح ۽ هڪ خوراڪ شام جو لڳاتار ڪافي
عرصو ڪارائجي.

سيپيا ۳۰- سلفر سان آرام نه ٿئي ۽ ڏڦ هر هنڌ
جي منڍ ۾ ٿئي تہ ان حالت ۾ هيءَ دوا بلڪل مفيد آهي.

اسڪوڪم چڪ X۳- هر قسم جي ڏڦ جي لاءِ مفيد آهي
بائيوڪيمڪ ۾ ڪالي ميور ۽ نيٽرم ميور مفيد آهن.

## ڏندن جو سور

***TOOTH AOHE***

ايڪونائيٽ X۲ روزمره جي دوا آهي، مضبوط
ڏندن ۾ سور هجي.

مرڪيورس سال ۳۰- ڏندن جي سور ۽ ڄاڙن جي
ڦروڙيءَ لاءِ مفيد آهي.

اسٽيفسيگريا ۳۰- ڪارا ۽ ڪاري رنگ جا ڏند-
ٿڌي پاڻي سان وڌي.

ڪيموملا ۳۰- سور کان بيمار چريو ٿئي. رات ۾

گرم شيءِ رکڻ سان سور وڌي .

ڪافيا ٣٠- وات ۾ ٿڌي پاڻيءَ رکڻ سان آرام .

اسپائجيليا ٣٠- ڪنهن پاسي چڱن پلن ڏندن ۾ سخت سور .

پلانٽيگو Q، ٣- بطور روزمره جي ٤ طاقت ڏهن پندرهن منٽن بعد خوراڪ ڏجي ۽ مدر ٽنڪچر سان پوري ڀسائي سوراخ ۾ رکجي جيڪڏهن ٽنگ نه هجي ته ڏند يا ڏاڙ جي چوڌاري ۽ مهارن تي لڳائجي، ازالسواءِ ٻاهر ان سور واري جاءِ تي لڳائجي .

ڪريازوٽ Q ٣٠- جيڪڏهن پلانٽيگو فائدو نه ڏئي ته ڪريازوٽ اندرولي ۽ ٻيرولي استعمال ڪرائجي .

آرنيڪا ٣٠- ڏندن ڪيرائڻ کان پوءِ سور ۽ رت جي بند ڪرڻ لاءِ ازالسواءِ مصنوعي ڏندن وجهرائڻ يا ڏند پرائڻ کان پوءِ سور ٿئي ته مفيد آهي .

بايو ڪيمڪ ۾- فيرم فاس $6X$، ميگنيشيا فاس $1X$ ۽ فلور ڪلڪيريا $6X$ هموزن ملائي ١٥، ١٥ منٽن بعد وٺڻ گهرجي .

# ڏند ڄمڻ

## *DENTITION*

ڪيموميلا ١٢ - ٣٠:- ڏندن ڪڍڻ وقت جيڪي

ٻارن کي تڪليفن لمن ٿيون . چنانچہ ٻ- دست ،
بخار ۽ الٽي وغيره ٻار ٻي چمن ۽ چڙ وارو هوندو آهي.
**بيلاڊونا ٣٠** :- متو گرم ۽ بيهر ٿڌا، ٻار لنب
مان ڇرڪ پري اٿي .
**ڪلڪيريا ڪارب ٣٠** :- ٻار ٿلهو ۽ ٿيڻو ٻ-ڊ ن
۽ هوندو - اڇي رنگ جا دست ۽ کٽي بوء وارا،
متي کائڻ جي رغبت ۽ متي تي پگهر ڏهڻو ايندو .
**ايٿوزا ٣٠** قي ڪ، آسد ۽ سائي رنگ جا دست هجن
**بايو ڪيمڪ** - فيرم فاس ۽ ڪلڪيريافاس، گڏي
کارائڻ مفيد آهي .

# ڏينهن لڳڻ

## *SUN STROK*

**گلونائين** $X$ ٣ کان ٣٠ تاء :- ڏينهن لڳڻ لاء
بهترين لمبر دوا آهي . مريض کي بخار ۽ بيهو شي
هجي . جلد جلد ڏجي .
**بيلاڊونا ٦ - ٣٠** :- منهن ڳاڙهو، اکيون ڳاڙهيون
۽ لمبر بيهوشي .
**ايڪونائيٽ ٣٠** :- بيمار کي گهڻي پريشاني ۽
موت جو خوف هجي .
**بايوڪيمڪ** - نيٽرم ميور $6X$ يا $X$ ٣٠ :- هڻ

مرض لاءِ بهترين دوا آهي . بخار جي حالت ۾ فيرم
فاس X ٦ سان ملائي ڏجي ، ۽ جاڙول جي حالت ۾
ڪالي فاس X ٦ سان گڏي ڏجي .

# ذيابيطس ( مٺا پيشاب )

## DIABETES

**فاسفورڪ ايسڊ** Q يا ٣٠ يا ٢٠٠- هن مرض لاءِ
مفيد آهي . پيشاب کير جهڙو اڇو — بيمار نهايت
مايوس - رات جو پيشاب گهڻا . گهڻي جماع سبب
مرض لڳي .

**فاسفورس** ٣٠ :- سل وارا مريض جن کي پيشاب
۾ کنڊ ايندي هجي .

**ارجنٽم نائٽريڪم** ٣٠ :- بيمار مٺين شين کائڻ
جو شوقين هجي - هميشه ريح سان پريل رهي .

**يورينيم نائٽريٽ** X ٣ يا ٣٠ :- بد هضمي ۽
ڪان هجي ۽ مرض نيو هجي- مريض کي بک ۽ اُڃ گهڻي
هجي ۽ سڄي ڪاڏي هوندي ته ڪمزور ٿيندو وڃي
**سائي زي جمم** Q - X ١:- هن دوا کائڻ سان
پيشاب ۾ کنڊ اچڻ بند ٿي ويندي . ٥ - ١٠ ڦڙا
آئونس پاڻي ۾ ملائي روزانو چار پيرا ڏجي .

**نوٽ :-** سائيزي جمم X ١ ۽ يورينيم نائٽريٽ X ٣ :-

واري واري سان ڏيڻ کري هفتي کن ۾ گهٽ اچڻ
بلڪل گهٽجي ويندي . روزانو ٻه ٻه ڦوراڪون
ڪافي ٿينديون .

**بايو ڪيمڪ ۾** - ڪلڪيرياڦاس - ڪالي فاس -
فيرم فاس ميگنيشيافاس نيٽرم سالف ۽ ڪالي ميور هر هڪ
6X هموزن ملائي رکجي . هر راڪ پنج گرين روزانه چار ڀيرا
6X طاقت مان فائدو نه ٿئي ته 12X استعمال ڪرائجي
اڃا به فائدو نه ٿئي ته 30X طاقت ڏيڻ بيحد مفيد
ثابت ٿيندي .

ڪالي فاس فيرم فاس ڪلڪيرياڦاس - نيٽرم فاس -
مرڪب - بغير شڪر ڪئرس پيشاب لاءِ مفيد آهي .
ڊيڪم مرسلف - ذيا بيطس لاءِ اڪسير آهي .

## رعشه، (عضون جو ڏڪڻ)

## *CHORIA*

**اگاريڪس** 30- مرض جي شروعات ۾ هي دوا
مفيد آهي . اکين جا تارا هر وقت چرندا رهن
مگر ننڊ ۾ بند رهن. عضوا ڏڪن ، ڪلهن جي گهگرو
۾ تڪليف زياده ٿئي ۽ جسم جي خارش ، هن دوا
۾ مرض ڪڏهن پاڻهي ۽ سڄي ٽنگ يا سڄي ٻانهن ۽ ڪٿي ٽنگ
۾ هوندو آهي .

ٿو نڪولا هسپاڊيم ۳۰ - هيءَ دوا سڀني پانون ۽ سڀني ٽنگن جي رعشي لاءِ مفيد آهي. ننڊ جي حالت ۾ به عضوا ڇر ڇر ڪندا رهن ٿا ۽ ڇر راڳ پڌو لاءِ مرض گهٽ ٿئي ٿو.

سمي سي، فيوگا ۳۰ - جيڪڏهن مرض سنڌن جي سور ۽ رهمر جي هراڻي سبب ٿئي ته اهاءَ هيءَ دوا مفيد آهي. خوف ۽ بي هوائي ۽ گهوڙ جي قوت فنا ٿيڻ هن دوا جون نشانيون آهن.

سياگلا ۳۰ - آنڊين ۾ ڪمزن سبب مرض ٿئي.

بائوڪيمڪ ۾ - ميگنيشيافاس $6X$ ۽ بلند طاقتون هيءَ دوا هن مرض لاءِ مفيد آهي. هيءَ فائدو ڪري ته ڪلڪيريا فاس ڏجي.

# ريح پيدا ٿيڻ

## *FLATULANOY*

ڪاربووبج $3X$ - ۳۰ يا بلند طاقت جيڪڏهن ريح سخت ۽ بدبودار هجن -

چائنا ۳۰ - کنن ۾ آواز پيدا ٿين ۽ اوڳراڻ سان آرام نه اچي.

لائڪوپوڊيم ۳۰ - ڏن جي هضم ٿيڻ هوا جو زور ۽ پڇڻ ڳرهن سان پيٽ ڀرجي وڃي.

**اگنيشيا ۳۰** - عورتن جي ٻادگولي ۾ هوا جو گولو نڙيءَ ۾ معلوم ٿئي .

**نڪس واميڪا ۳۰** - مصالحدار کاڌن جو گهڻو استعمال يوناني ۽ انگريزي دوائن جو کائڻ ۽ چيڙاڪ طبعيت هجي

**ارجنٽم نائٽريڪم ۳۰** - بيمار مٺين شين جو شوقين هجي. ۽ بلند آواز اوڳرايون ڏئي. ريح زور سان نڪرڻ ڪري، مريض مجلس ۾ نه وڃي سگهي .

**پلسٽلا ۳۰** - سٺين شين کائڻ بعد ريح پيدا ٿئي.

**بايوڪيميڪ ۾** - نيٽرم فاس ۽ نيٽرم سلف مفيد آهن .

# زڪام ۽ نزلو

*CORYA & CATARRRHS*

**ايڪونائيٽ ۳۰** - يا فيرم فاس ۳۰ - شروع زڪام ۾ ڪلاڪ ڪلاڪ جي وقفي بعد ٻه چار ڀورا ڪون ڏيڻ مفيد آهي .

**نڪس واميڪا ۳۰** :- بند زڪام لاءِ ٻين هوميوپيٿڪ دوائن جي استعمال سان يا ائين بند ٿي ويو هجي مفيد آهي .

**يوفريزيا ۳۰** - اکين کان پاڻي گهڻو وهندو هجي.

**آرسينڪ البم ۳۰** - نڪ ۾ ساڙو، مواد پتڙو وهي.

**مرڪيورس سال ۳۰** :- جڏهن ڳلي تي اثر پوي.

**پلسٽلا ۳۰** :- جڏهن زڪام پڪو ٿئي ۽ مواد جو رنگ پيلو هجي.

**نوٽ** :- زڪام ۽ کنگهه هڪ وقت ۾ ٻئي موجود هجن ته آرسينڪ ۳۰ ۽ بيلاڊونا ۳۰ واري وارو سان استعمال ڪرائجن.

**ڊيلڪامارا ۳۰** :- نڪ ۽ اکين مان پاڻي، زڪام شروع ٿيڻ کان اڳ، ڇڪون ۽ ٿڪجي.

**جسٽيشيا ۳۰** :- نزلي، زڪام ۽ کنگهه لاءِ جو نئون ٿئي بطور مجرب ۽ روز مره جي دوا جي استعمال ڪريو.

**بايو ڪيمڪ ۾** - فيرم فاس $6X$، ڪالي ميور $6X$، ڪالي سلف $6X$ ۽ نيٽرم ميور $6X$ هموزن، ۵ گرين ڏي ڪوراڪ روزانو چار ڪوراڪون ڏجن. ڪالي ميور ۲۰۰ ۽ نيٽرم سلف ۲۰۰ ڏيڻ سان جلد فائدو ٿئي ٿو. فيرم فاس $200X$ - بار بار ٿيندڙ زڪام کي روڪڻ لاءِ مفيد آهي. ڪلڪيريا فلور $6X$ - ڪاڪڙي ڪرڻ لاءِ ڪارائجي ۽ گلسرين ۾ ملائي لڳائجي.

## زهريلي جانورن جو ڏنگڻ

## *STINGS OF INSECTS*

**ايپس ميلفيڪا ۳۰** :- ماکي جي مک ۽

ڏينهون ۾ وغيره جي ڏنگڻ تي.

**آرسينڪ البم ۳۰** :- بي آرامي گهٽي ٿي ۽ گرم ٽڪور سان آرام ٿئي.

**ليڊم پال Q** - ۳۰ ميرن ۽ ٺيڍن جيتن جي ڏنگڻ ۾ ليڊم پال ۳۰ کارائجي ۽ Q مان ٿورو پوري ٻاهر رکجي.

**آرسينڪ البم ۳۰** :- وڇون ۾ جي ڏنگ ۾ کارائجي ۽ آرنيڪا Q مٿان لڳائجي.

**هائپريڪم ۳۰** - آڱر جي چوٽي ۾ ڪوئو يا لوريشڙو چڪ پائي ته ڏجي تڪليف کاڌل هنڌ کان اڳتي وڌندي وڃي،

**ليڪوم ميور ۳۰** - ۲۰۰ :- وڇون ۾ جي ڏنگ لاءِ مفيد آهي، هن جو پائيليوشن ڏنگ واري جاءِ تي لڳائجي.

**سيڊران** Q - ۲۰۰، ۱۰۰۰ ۽ بلند- نانگ جي ڏنگ لاءِ مريض کي کارائجي آرسينڪ البم ۽ اڪنيشيا به مفيد آهن.

**لاڪسين ۲۰۰** :- چتي ڪتي جي چڪ پائڻ لاءِ مفيد آهي نمبر ۲۰۰ جي خوراڪ هر ڇهن ڪلاڪن بعد ڏجي ۽ احتياطن هفتي ۾ نمبر ۲۰۰ جي هڪ خوراڪ ڏجي.

**پايروڪيوڪم**-ميگنيشيا فاس 6X-سور هڻڻ لاءِ ڏجي.

# هوسام

## *MENINGITIS*

ايڪونائيٽ ۳۰ - شروع مرض ۾ ڏجي، اڄ گهڻي، موت جو خوف ۽ بي آرامي.

بيلاڊونا ۳۰- شروع مرض ۾ ڏجي، مٿو گرم، هٿ پير ٿڌا، اکيون ۽ منهن ڳاڙها، جابول ۽ تيز بخار هجي. مريض ننڊ مان ڇرڪ ڀري اٿي.

هائيوسائمس ۳۰- مريض بيوقوف ٿي پوي. ڪپڙا ڦاڙي، اٿي ٻاهر ڀڄي، بستري جي ڪپڙن کي هٿن سان پڪڙي ۽ اگهاڙي ٿيڻ جي ڪوشش ڪري، ڪڏهن روئي ته ڪڏهن کلي.

اسٽراموني‍م ۳۰- بيمار جي اکين جون پتليون ٽڙيل هجن، ٻکهر ۾ آلو هجي، هر وقت بڪي، گهور ڪري نهاري ۽ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪري.

آرنيڪا ۳۰- جڏهن مٿي تي ڌڪ لڳڻ سبب تڪليف ٿئي.

بايوڪيمڪ ۾- فيرم فاس، ڪالي فاس، نيٽرم ميور نيٽرم سلف 6X مرڪب مفيد آهي.

# سنڌ مڙي پوڻ

## *SP RAINS*

آرنيڪا Q- ۳۰۳- هي سنڌ مڙڻ جي اولين دوا آهي

هنجي مدر لنڪڙ مان لوشن لاهي تڪليف وارن هنڌن تي لڳائجي ۽ هن دوا جي ٣ يا ٣٠ طاقت کارائجي
بيلس پرينس ٣ - ٤٨ ڪلاڪن اندر آرنيڪا ڪم نه ڪري ته پوءِ هيءَ دوا ڏاڍي مفيد آهي.

**رسٽاڪس** ٣٠ - بار کڻڻ سبب سٽ اچي يا سنڌ مڙي پوي ته مفيد آهي. رات جو ۽ گهميل موسم ۾ درد زياده ٿئي.

**هائپريڪم** ٣٠ - سخت سٽ ۽ ڌڪ لڳڻ سبب اعصاب کي تڪليف پهچي.

**روٽا** ٣٠- جڏهن هڏين کي سخت ڌڪ لڳو هجي.

**ايڪونائيٽ** ٣٠ - سنڌ مڙڻ کانپوءِ سخت بخار بي آرامي ۽ شديد درد هجي.

**آرنيڪا ۽ رسٽاڪس** - ڪوبه عضوو مڙي پوي ته واري سان ڏاڍي مفيد آهن.

**بايوڪيمڪ** پر- فيرم فاس X ٦ — ٣٠ سنڌ مڙڻ لاءِ مفيد آهي. هن سان مرض جا پراڻا اثر به ختم ٿين ٿا. فيرم فاس ۽ ڪالي ميور - گڏي ڏاڍي به مفيد آهي.

## ساهه جا ڳوڙها (خنازير)

*SCRO FULA*

**ڪلڪيريا ڪارب** ٣٠ ۽ بلند - هيءَ دوا خنازير

لاءِ خاص دوا آهي. مٿي تي ڪٿي ٻوءِ وارو ٻد ٻودار ڦڪور، ڳردن جا غدود سڄيل، پيٽ وڏو وڏيل تارون ڪليل، ٻير ٿڏا ۽ رات جو مٿي تي گهڻو ڦڪور اچڻ بيمار کي بيضي ڪائڻ جي گهڻي رغبت، ڪلڪيريا ڪارب جي خاص علامت آهي.

سلفر ۳۰ - خنازيري مادي جي دفع ڪرڻ لاءِ سيني دوائن جي سرتاج دوا آهي- هٿن پيرن ۽ مٿي جي چوٽيءَ ۾ جلن، ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو وڃڻ سلفر جي خاص علامت آهي. ڦرڙين وغيره جو نڪرڻ.

مرڪيورس سال ۳۰ ۽ بلند - هيءَ دوا بيلابونا ڪان پوءِ سٺو ڪم ڪري ٿي خصوصا ڳلي جي غدودن لاءِ مفيد آهي، وات مان ڳگ وهڻ ۽ ساهه ۾ بدبوءِ خاص علامت آهي.

سلهشيا ۽ بلند - غدودن مان ڳند جو نڪرڻ (ننڍي نمبر ۾ ڳند جو نيڪال ڪرائيندي ۽ وڏي طاقت چنانچ نمبر ۲۰۰ يا بلند طاقت ڳند کي سڪائيندي)

ڪونيم ۳۰ ۽ بلند - سرطاني غدود خصوصا پين جا عارضا تن لاءِ مفيد آهي.

اسپونجيا ۳۰ ۽ بلند - گوءِگور يا ڳلو-ڙ (نڙيءَ مٿان ڳرڙهو) تنهن لاءِ مفيد آهي.

باڊيو ڪيمڪم - ڪلڪيريا فلور 6X ۽ بلند -

ٺهر جوڙن سخت ڳوڙهن لاءِ مفيد آهي.

فيرم فاس، ڪيلڪيريا فاس، ميگنيشيا فاس مرڪب مفيد آهي.

## سلهه ۽ دق

*T.B.*

**ايڪالفا انڊيڪا Q** - جڏهن خشڪ کنگهه هجي ۽ کنگهه بعد خون نڪري، هيءَ دوا ڦڦڙن مان رت اچڻ جي تڪليف کي روڪڻ لاءِ لاجواب دوا آهي. هن دوا جي Q جا ڏهه، پندرهن ڦڙا هڪ پاءُ پاڻيءَ ۾ وجهي، ٻوءِ هڪ هڪ چمچو ڪلاڪ ڪلاڪ بعد ڏيندو اچجي ته ڏاڍو فائدو ٿيندو.

**ايلم اسٽائيوا** - ٣ - ٣٠ - شروع مرض ۾ ڏيڻ اڪثر مفيد آهي. مريض جي ڇاتيءَ ۾ کنگهه سان بلغم موجود هوندو آهي. اڪثر صبح جو تڪليف زياده ٿيندي آهي ۽ بلغم ڪوٺي تڪليف سان نڪرندو آهي.

**فاسفورس** :- جيڪڏهن بيماري ڪافي وڌي ويئي هجي ۽ ڦڦڙن جي وچ ۾ ڇاتيءَ ۾ ساڙو هجي راس جو سمهڻ مهل پگهر اچي ته هيءَ دوا مفيد آهي ڏيڻ، سڀني پوري رنگ جي بيمارن لاءِ مفيد آهي.

جي به لحاظ عمر گهڻو وڏي ويا هجن ، اهڙن بيمارن کي ٿڌ جلد لڳندي آهي ، نڙي سور ڪندي آهي ، آواز ويهجي ويندو آهي ، ڪڏهن ڦڦڙن جي مٿين حصي ۾ درد ٿيندو آهي ، اڪثر بيمار ڪهڙي طرف سمهي نه سگهندو آهي .

ڪلڪيريا ڪارب - جيڪڏهن بيمار خنازيري مزاج وارو ۽ بدن جو ٿلهو معلوم ٿئي ۽ ڪليل هوا ۾ مرض ۾ شدت محسوس ڪري ۽ سڄي ڦڦڙ جو هيٺيون حصو مرض ۾ گرفتار هجي . شام جي وقت ڪنگهه خشڪ ٿئي ، ڏاڪڻ چڙهڻ وقت ڇاتي سور ڪري ۽ ساهه کڻڻ ۾ تنگي ٿئي - بلغم پيپ دار ٿڪو ۽ سبزي مائل نڪري ۽ ڪڏهن رت به اچي ، ۽ مريض گوشت کان نفرت ڪري ، جوان عورتن جو جيڪڏهن حيض جو خون بند هجي ، ڪمزوري گهڻي هجي ۽ رات جو پگهر ايندو هجي ته هيءَ دوا خصوصا مفيد آهي .

ڊاڪٽر ڪينٽ - جي چوڻ موجب ڪلڪيريا ڪارب سلهه جي مادي کي گنڍين جي صورت ۾ بند ڪندي آهي ۽ مريض شفاياب ٿي ويندو آهي حالانڪ هيپر سلفر انهن گنڍين ۾ پيپ پيدا ڪندي آهي ۽ بيمار جو صحتياب ٿيڻ مشڪل ٿيندو آهي . بهتر آهي ته

چند روز ڪلڪيريا ڪارب ٣٠ ڪارائي پوءِ ٢٠٠ طاقت جي هڪ خوراڪ ڏيڻ گهرجي تنهن کان پوءِ هرگز وڌيڪ طاقت نه ڏجي اهائي طاقت ساهه جي مادي کي گهٽائڻ ۾ بند ڪندي. ڪلڪيريا ڪارب جي علامتن موجود هجڻ سان رات جو هڪ خوراڪ آرسينڪ آيو ڊائيڊ جي ڏني وڃي ته ٻنهي دوائن گڏجي آرام ڏيندڙ ٿيندو.

(٢) تجويز ڪيل دوا جي دوران استعمال سلفر ٣٠ جي هڪ خوراڪ ڪڏهن ڪڏهن هفتي ڏيئي ڪانپوءِ ڏيڻ گهرجي ته جيئن سودا مادو ختم ٿيندو وڃي. پر بيمار ڪمزور هجي ته سلفر ڏيڻ ۾ احتياط ڪجي.

(٣) جن بيمارن ۾ سلهه جا زهر هجن، انهن کي سلفر سليشيا، فاسفورس ۽ هيپر سلفر گهري اثر واريون دوائون نه ڏيڻ گهرجن. پر جيڪڏهن مٿين دوائن ڏيڻ جي ضرورت پوي ته ٣٠ طاقت ئي ڪافي آهي، وڌيڪ طاقت نه ڏجي.

بايوڪيمڪ ۾:- اڪثر فيرم فاس X ٣٠ ۽ ڪالي ميور X ٣٠ مفيد آهن.

ڪلڪيريا فاس، ڪالي فاس، نيٽرم فاس - ملائي ڏجن، طاقت پيدا ڪرڻ لاءِ مفيد آهن.

## سوري

## *DYENTERY*

ڪرچي $Q$ يا $X$ ٢ بطور روز مره دوا جي استعمال

ٿئي ٿـي .

مرڪيورس سال ۳۰ - جنهن ۾ لپا مرا زياده، ۽ رت هون گوشت ۽ مروڙ هجي .

ڪالوسنٿ ۳۰ - بيمار پيٽ کي هٿ سان دٻائي.

نڪس واميڪا ۳۰ - ڪاڪوس کان پوءِ ٿورا فرصت ٿئي. ابتدا ۾ ذيرط ڪري تڪليف جلد ختم ٿيندي.

سلفر ۳۰ - پراڻي پيچش جا بار بار واقع ٿئي.

پلسٽلا ۳۰ - سٽيمن شين جي کائڻ کان پيچش ٿئي.

مرڪيورس ڪار ۳۰ - وات جو ذائقو ڪوڙو- اڃ نہ هجي- لپا ۽ هون هجي. جڏهن پاخاني ۾ لهسن مرن کان رت زياده اچي .

نوٽ - اڪثر مرڪيورس سال ۽ مرڪيورس ڪار واري سان ڏيرط مفيد ٿئي ٿو .

بايو ڪيمڪ ۾ - فيرم فاس ۳X ڪالي فاس ۳X ڪالي ميور ۳X ميگنيشيا فاس ۳X هموزن ملائي ڏيرط ليمر گرم پاڻيءَ سان مفيد آهي .

# عام بدني ڪمزوري

## GENERAL WEAKNESS.

چائنا ۳۰ - ۲۰۰ - زياده رت نڪرڻ يا بدني رطوبتن زياده نڪرڻ ڪري ڪمزوري ٿئي .

**ايسڊ فاس** Q، ۳۰ ۲۰۰- عصبي ڪمزوري، زياده دماغي محنت ڪرڻ، گهڻي جماع يا دائمي ڏک ۽ غم ۾ رهڻ ڪري پيدا ٿي هوي. پيشاب ۾ فاسفيٽ اچي.

**پڪرڪ ايسڊ** ۳۰- جڏهن دماغي محنت ۾ گهڻي رنج ۽ غم ڪرڻ سبب بدلي ۽ عصبي ڪمزوري ٿئي

**ڪاربوويج** ۳۰- پوڙهن ماڻهن جي ڪمزوريءَ لاءِ مفيد آهي، جي پراڻي بدهضميءَ ۾ مبتلا هجن. عورتون، جي ٻارن ڪي گهڻي ڄارائڻ سبب ڪمزور ٿين.

**بايو ڪيمڪ** - ڪالڪيريافاس 6X، ميگنيشيافاس 6X ۽ ليٿم فاس 6X (ڪالوفاس) هموزن روزانو ٽي چار پيرا کارائڻ مفيد آهن.

## عصبي سور

## *NEURALGIA*

**ايڪونائيٽ** 3X- سرد، خشڪ هوا لڳڻ ڪري چهري ۾ سور ٿئي مريض کي هر وقت موت جو خوف هجي.

**بيلاڊونا** ۳۰- اکين جي اعصاب ۾ درد هجي. سور يڪدم ٿئي ۽ وري جلد ختم ٿئي- منهن سڄيل، سرخ، چمڪدار ۽ سڄي پاسي جو سور هجي.

**ڪالوسنٿ** ۳۰- منهن ۾ کٻي پاسي جو سور هجي. دٻائڻ سان آرام ٿئي.

**آرسينڪ البم** ٣٠ :- اڌ رات کان پوءِ درد ٿين، ساڙو ۽ بي قراري گهڻي هجي.

**اسپا ئجيليا** ٣٠ :- منهن جي کٻي پاسي ۾ سور هجي. سج اڀرڻ سان شروع ۽ لهڻ سان ختم ٿئي.

**ڪيموميلا** ٣٠ :- نه سهي سگهڻ جهڙو سخت سور رات جو، گرميءَ ۽ غصي ۾ شديد ٿئي — مريض چيڙاڪ هجي.

**پلانٽيگو** مدرٽنچر $Q$ يا $X$ ١ ڪن ۽ ڏندن جي سور لاءِ مفيد آهي. ٻه چار ڦڙا گرم ڪري ڪن ۾ وجهڻ سان سور ختم ٿي ويندو ۽ دوا سان ڪپهه جو ٽڪر ٻوڙي ڏندن ۽ ڄاڙن تي مهٽجي ته ڏندن جو سور غائب ٿي ويندو.

**سلفر** ٣٠ — تجويز ڪيل دوا فائدو نه ڪري ته هن دوا جي هڪ خوراڪ ڏئي پوءِ دوا شروع ڪرائجي

**بايوڪيمڪ** ۾ - ميگنيشيا فاس ٦X :- چهري جي عصبي سور لاءِ نهايت مفيد آهي - بجليءَ وانگر اعصاب ۾ درد پکڙجن ۽ رکي رکي پالي لڳڻ جهڙا سور ٿين - هيءَ دوا گرم پاڻيءَ سان ڏيڻ گهرجي.

فيرم فاس، ڪالي فاس، ميگنيشيا فاس ٦X مرڪب هر قسم جي عصبي سور لاءِ مفيد آهي.

## عصبي ڪمزوري
## NEURA STHANIA

**ايسڊ فاس Q** ڪثرت جماع ۽ ڪثرت احتلام جي ڪمزوريءَ لاءِ ۴ - ۵ ڦڙا پاڻيءَ ۾ وجهي هر ڪاڏي ڏائڻ کائڻ گهرجن.

**نڪس واميڪا ۳۰** - ڪثرت مطالعہ کان دماغ ڪمزور ٿي پوي ۽ چڙ موجود هجي.

**اگنيشيا ۳۰** - غم جا بد اثر ۽ مريض ٿڌا ساهه کڻي.

**چائنا ۳۰** - ڪنهن به جسم جي ڀاڱي مان رت گهڻو نڪري وڃي ۽ انڪري دماغ ڪمزور ٿي پوي.

**آرنيڪا ۳۰** - ڌڪ لڳڻ سبب دماغ کي تڪليف پهچي.

**بائيوڪيمڪ ۾** - ڪالي فاس 6X - بهترين دوا آهي.

## غدودن جون بيماريون
## GLANDULAR AFFECTIONS

**بيلا ڊونا ۳۰** - تازي سوڄ، جا - رخ ۽ نهايت ڌر درد هجي.

**مرڪيورس سال ۳۰** - ڳچي جي غدودن سوڄڻ ۾ جنهن ۾ واسو کان پاڻي يا ڳگ گهڻي نڪري.

**سليشيا 6X ۲۰۰ - ۱۰۰۰** - گند جي نيڪال لاءِ

ننڍي طاقت ۾ گند سڪائڻ لاءِ وڏي طاقت ڪم آڻجي.

ڪلڪيريا ڪارب ٣٠- مريض ٿلهو، مٿي تي پگهر گهڻو هجيس، بيمار ٿيڻ ڏي مزاج هجي.

سلفر ٣٠ - ٢٠٠ سڙهي ڦوڙا ۽ هٿن پيرن جي ترين ۽ مٿي جي چوٽيءَ تي ساڙو هجي.

بايوڪيمڪ ۾ - ڪلڪيريا فلور 6X ننڍڙا ڦوڙا بنا درد ۽ محدود هجن. هن جي وڏي طاقت زيادهه مفيد آهي. مثلا ٢٠٠ ۽ ١٠٠٠ وغيره.

# ڦوڙيون

*BOILS.*

براٿي اوڊيا ٣٠ - چند ڦوڙاڪون ڏٺي، هڪ ڦوڙاڪ سلفر ڏيڻ بهترين علاج آهي.

بيلاڊونا ٣٠- سرخ رنگ جون ڦوڙيون ۽ ڏر درد.

سليشيا 6X- گند جي نيڪال لاءِ ڏجي. گند سڪائڻ لاءِ وڏي طاقت ڏجي. آگر ويڙهي لاءِ نهايت مفيد آهي.

اڪينيشيا ٣٠- بار بار ڦوڙيون نڪرڻ کان بچاءَ لاءِ مفيد آهي.

هيپر سلفر - ننڍي طاقت گند نه پوڻ لاءِ وڏي طاقت گند صاف ڪرڻ لاءِ ڏجي.

سلفر ۲۰۰ - هفتن ۾ ساڳو هجي ته فقط هڪ خوراڪ ڏيڻ گهرجي.

نوٽ صبح جو نمبرالي هڪ خوراڪ سلفر ۳۰ ۽ ڏينهن ۾ ٻي خوراڪون آرنيڪا ۳۰ - جون ڪجهه وقت ڏيڻ سان ڦرڙيون نڪرڻ بند ٿي وينديون.

بايو ڪيمڪ ۾ - ڪلڪيريا سلف 6X فيرم فاس 6X ڪڏي ڏيڻ مفيد آهي.

# ڦڙا نڪرڻ

## *WARTS*

ٿوجا ۳۰ - ۲۰۰ - ڦڙن لاءِ اندروني طرح ڪار ائتي ۽ ٻيروني طور ٿوجا مدر ٽنڪچر ڦڙن تي صبح شام لڳائجي نمبر ۳۰ جون ڏينهن ۾ ٻي خوراڪون ڏجن چند ڏينهن ڪائڻ سان فائدو ٿيندو ۽ جيڪڏهن فائدو نه ٿئي ته پوءِ نمبر ۲۰۰ روزانه يا ٻئي ٽئين ڏينهن هڪ خوراڪ ڪارائجي.

مٿين دوا ڪتن، گهوڙن ۽ جانورن وغيره جي ڦڙن بجاءِ ڪارائتي آهي.

اسٽيفسگيريا ۳۰ - ۲۰۰ - ٿوجا جي استعمال سان جيڪڏهن فائدو نه ٿئي ته نمبر ۳۰جون روزانه خوراڪون چند روز ڪارائجن فائدو ٿئي ته پوءِ نمبر ۲۰۰ روزانه

يا ٻي ٽئين ڏينهن هڪ خوراڪ کارائجي.

**فيرم پڪريڪم** X۳۰ - جيڪڏهن هٿن تي گهڻا اپار ٿين والگر نڪرن ته هيءَ دوا نمبر X۳ سفوف جي صورت ۾ استعمال ڪجي.

**نيٽرم ميور** ۳۰ - ۲۰۰- جيڪڏهن هٿن جي ترين تي ڦاٽ نڪرن ته هيءَ دوا مفيد آهي،

**ڪاسٽيڪم** ۳۰-۲۰۰- هن دوا جي مريض جي ڪل عموما خراب ٿيندي آهي خصوصا ڦڙا منهن تي نڪرندا آهن.

**سلفر** ۳۰ - ان علامات مطابق مفيد آهي.

**پاڙو ڪيئم** نمبر ۱۰۰۰ هفتي ۾ هڪ خوراڪ ۽ سلفر نمبر ۱۰۰۰ هفتي ۾ هڪ خوراڪ واري واري سان کارائڻ مفيد آهن.

**بائيو ڪيمڪ** ۾- سليشيا X۶ ۽ بلند چڱي دوا آهي الڪالپوءِ **فلورڪ ايسڊ** استعمال ڪرائجي ته شفا ٿي ويندي. ڪالي ميور به مفيد آهي.

ٻاهرئين لڳائڻ لاءِ مجرب نسخو :- ٻاڙ وارو چونو، سوڊا بائيڪارب يا ڪار اچي، مناسب وجهي ڪاٽي سان گهڻائي ٿين تي صبح ۽ شام لڳائجي.

# قبضي

## *CONSTIPATION*

نڪس واميڪا ٣٠- ٢٠٠- بار بار پائخاني جي
حاجت، مگر ٿورو نڪري. جلاب کان پوءِ قبضي
لي هوي.

برائي اونيا ٣٠ - اڃ گهڻي، وات ۽ چپ سڪل
پائخانو سڪل، ٻارن جي قبضيءَ ۾ عموما استعمال
ڪئي وڃي ٿي.

سلفر ٣٠-٢٠٠- هٿن پيرن ۽ مٿي جي چوٽيءَ ۾
ساڙو هجي ۽ مقعد ۾ به ساڙو ٿئي. بواسيري مريض
جي قبضيءَ لاءِ سلفر ٣٠ صبح ليرالي ۽ رات جو سمهڻ
وقت نڪس واميڪا ٣٠ جي خوراڪ ڏيڻ مفيد آهي.

سيپيا ٣٠- حامله جي قبض لاءِ مفيد آهي. پائخانو
ڪرڻ لاءِ زور لڳائڻو پوي.

ڪالنسونيا ٣٠ - حامله جي قبض لاءِ مفيد آهي
مريض کي بواسير به هجي.

اوپيم ٣٠- ٢٠٠- پائخاني جي حاجت، ٻن ٻن ڏهن
ڏهن ڏينهن گذرڻ يا وڌيڪ ڏينهن گذرڻ بعد به نه ٿئي.
هنجي ٢٠٠ طاقت وڌيڪ مفيد آهي.

بايوڪيمڪ ۾ - ڪالي ميور ٣X، نيٽرم ميور ٣X،
ڪاڪيريا فلور ٣X سليشيا ١٢X مفيد آهي.

# قولنج (پيٽ جو سخت سور)

## *COLIC*

**ڪالوسنٿ ٦، ٣٠** مريض سخت سور سبب اڳتي جهڪي ۽ هٿن سان پيٽ کي دٻائي ته ڪجهه سور ۾ آرام اچي .

**ڪيمو ملا ١٢، ٣٠** ۽ بيلاڊونا ٣٠، واري واري سان ڏيڻ ٻارن جي قولنج ۾ مفيد آهن .

**نڪس واميڪا ٣٠** - دير هضم کاڌي ڪارڻ سبب ۽ غير هوميوپيٿڪ دوائن جي استعمال سبب قولنج ۽ بار بار ڪاڪوس جي نا مڪمل حاجت ٿئي.

**ڊائسڪوريا ٦ - ٣٠** - مريض کي سور ۾ سڌي ٿيڻ سبب آرام اچي. (ڪالوسنٿ جي ابتڙ)

**پلساٽلا ٣٠** - سڻڀن ۽ مصالحيدار کاڌن ڪارڻ سبب پيٽ ۾ سور ۽ گڙ ٻڙ ٿئي .

**لائڪوپوڊيم ٣٠** - پيٽ ۾ ريح گهڻو پيدا ٿئي ۽ آنڊن ۾ ڦوڪ سبب الهو . نيڪال نه ٿئي هيءَ مڪسچر مفيد آهي . ڪالوسنٿ ٦ - چار ڦڙا ، ڊائسڪوريا ٦ - چار ڦڙا نڪس واميڪا ٢X - ١٦ ڦڙا ، ميگنيشيا فاس ٦X - هڪ ڊرام - ايڪوا - چار آئونس - اهي چارون گڏجي ۽ گرم ڪري پيارجن .

بائيو ڪيمڪ ۾ — ميگنيشيا فاس ٢X ، ڪلڪيريا فاس ٣X ، فيرم فاس ٦X ۽ نيٽرم سلف ٣X، هموزن ملائي گرم پاڻيءَ سان استعمال ڪرائجي .

## ڪالرا

### *CHOLERA*

**ڪيمفر Q** هر ڪيس جي ابتدا ۾ ٥-١٠ منٽن کان پوءِ ٻه ٽي ڦڙا کنڊ يا پتاشي ۾ وجهي کارائجي . جڏهن جسم ٿڌو ٿي وڃي .

**ويراٽرم البم ٣٠**- جڏهن قيءَ، دستن گهڻا هجن، منهن تي ٿڌو پگهر اچي .

**ڪيوپرم ميٽليڪم ٣٠**- جڏهن ڇڪڻ جا دورا سخت ٿين ۽ پيرن کان شروع ٿين .

**ڪاربوويج ٣٠**- ڪمزوريءَ سبب قيءَ ۽ دست بند ٿيا هجن. حالت نازڪ ۽ جسم ٿڌو هجي .

**سلفر ٣٠**- بچاءَ طور هڪ خوراڪ صبح جو کارائڻ مفيد آهي. ابتدا ۾ سٺو ڪم ڪريندي .

**نوٽ** :- مريض کي ٽامي جي منڊي پارائجي ۽ ٽامي جو ٽڪر سندس پيٽ سان ٻڌجي .

**بائيو ڪيمڪ ۾** - فيرم فاس - ڪالي فاس - ميگنيشيا فاس - نيٽرم ميور ۽ نيٽرم سلف ٦X مرڪب

هردوا جا چار گرين، چار آئونس گرم پاڻيءَ ۾ ملائجن
۽ هر ۱۰ - ۱۵ منٽن کانپوءِ هڪ ننڍو چمچو ڏجي.
مرض کان بچاءَ لاءِ نيٽرم سلف X۲۰۰ ڏجي.

## ڪليون پوڻ

*TONSILLITES*

بيلاڊونا ۳۰ - واهه ڪ، ساڄي طرف جي ڪليءَ ۾ سوزش هجي ۽ ڳهي نه سگهجي.
مرڪيورس سال ۳۰ - وات مان گگ وهي ۽ بدبوءِ هجي.

بيرائيٽا ڪارب ۳۰ - ۲۰۰ - سردي لڳڻ کان ڪليون پون، ٻار دماغي ۽ بدني طور ڪمزور هجن، اهڙن ڪيسن لاءِ مفيد آهي.

ايپس ميلفيڪا ۳۰ - ڳاڙهو سرخ، هڻڪ ۽ چمڪندڙ، ڪيٽ ڏيڻ وقت ڏنگن لڳڻ جهڙو سور ٿئي. نڙي ۽ ڪليون سڄيل هجن.
بايوڪيمڪ ۾ - فيرم فاس X۶، ڪالي ميور X۶ ۽ ڪالي فاس X۶ هموزن مفيد آهن.

## ڪن رڳ جو سور

*SCIATICA*

ڪالوسنٿ ۳۰ - ڏاڍو سور، ساڄي ٽنگ ۾.

رسٽاڪس ٣٠ - گرم سرد ٿيڻ - چيلهه ۽ ڄنگهه جو ڪٺيل درد .

بيلاڊونا ٣٠ - درد يڪدم شروع ٿيڻ ۽ يڪدم ختم ٿيڻ - پيرن لڙڪائڻ سان آرام ملي .

نڪس واميڪا ٣٠ - گهڻو وقت ويهي ڪم ڪندڙ شخص مثلاً ڪلارڪ ۽ ماستر قبضي شامل هجي .

ايڪونائيٽ ٣٠ - ٿڌي هوا لڳڻ ڪري بخار ، درد ۽ بي آرامي هجي .

لائيڪوپوڊيم ٣٠ - پراڻي مرض ۾ مفيد آهي . ڇڏهن ڏنگ دار درد ٿئي .

بايوڪيمڪ ۾ - ميگنيشيا فاس 6X ۽ ڪالي فاس 6X ، هن مرض لاءِ نهايت مفيد آهن . گرم پاڻي ۾ ساڻ ڪارائجن .

## ڪن جو سور

## *EAR ACHE*

پلسٽلا ٣٠ - ٻارن جي ڪن جي سور لاءِ روزمره جي استعمال جي دوا آهي .

ڪيموملا ١٢- ٣٠ - چيڙاڪ ٻار ۽ ڏندن نڪرڻ وقت مصري هراش سبب ڪن جو سور پيدا ٿئي .

مرڪيورس سال ٣٠ - ڪن جو سور رات جو

وڌي وڃي، ڪن کان بدبودار پَرو مواد نڪري، ساهه
کڻڻ ۽ جسم کان بدبوءِ اچي.

**ايڪونائيٽ** ۶-۳۰- ٿڌي هوا لڳڻ ڪري ڪن
جو سور پيدا ٿئي، ڪن جو سور سخت ٿيندو آهي
شروع مرض ۾ زياده مفيد آهي.

**بيلاڊونا** ۶-۳۰- سخت درد، جو يڪدم شروع ٿين
۽ يڪدم بند ٿي وڃن. ماٿوف ڪن ۾ سوڄ ٿيندي
آهي، رات جو تڪليف گهڻي ٿي ويندي آهي.

**هاپو ڪيمڪ** ۾- نمرم ناس X ۶- ڪن جي
سخت درد ۽ سوزش لاءِ مفيد آهي، جڏهن بيلاڊونا ڪم
نه ڪري، ته هيءَ دوا ڏجي.

**مولين آئل-** (گرم) ڪلاڪ ڪلاڪ جي وقفي سان
سان وجهرائجي جيستائين سور ڇڏي وڃي.

**نوٽ ۱-** پوريائين هائڊروجن ڪن ۾ وجهي ڪن کي
ڪپهه سان صاف ڪري ڪيلينڊولا Q سان پوءِ آلو ڪري
ڪن اندر رکجي ۲- ڪيلينڊولا Q ۲۰ قطرا، بيلاڊونا Q ۱۰
قطرا، گليسرين ۲ ڊرام. ڪن جي سور ۽ وهڻ لاءِ مفيد آهي.

## ڪن وهڻ ۽ پوڙاڻ

### *OTORRHOEA*

**پلساٽلا** ۳۰- جڏهن ڪن مان ٿڪو سائو گهاٽو گند

وهي. ٻار يا وڏي جي طبيعت نرم ۽ جلد روئي ويهڻ.

**سلشيا** X ۶-۳۰. کن مان بدبوءِ دار ڦڪو ڳاڙهو گند وهي. قدري پوڙهائپ ۾ هجي ڳلي جا غدود سڄيل هجن. کنن ۾ آواز پوندا هجن.

**سلفر** ۳۰- پراڻي تڪليف هجي کن مان بدبوءِ دار گند نڪري، هٿن پيرن تي ساڙو ۽ جسم تي ڦرڙيون هجن.

**هيپر سلفر** ۶-۳۰- مريض کي هوا جي جهوٽي لڳڻ سان تڪليف ٿئي ۽ اونهاري ۾ منهن، مٿو ويڙهي ڇڏي بدبوءِدار گند وهي.

**مرڪيورس سال** ۳۰- ڏندن، کن ۽ نڪ جو سور رات جو سخت ٿئي کن مان بدبوءِ دار پنڙو گند نڪري جسم ۽ ساهه کڻڻ ۾ بدبوءِ هجي ۽ ڳليون سڄيل هجن.

**سورائينم** ۲۰۰-۱۰۰۰- کن وهڻ لاءِ بهترين آهي هفتي يا ٻن کانپوءِ هڪ خوراڪ ڏجي.

**نوٽ:-** ۱- ڊاڪٽر جو ست، هن مرض ۾ پلسٽلا ۳X روزانو ٻه دفعا ڇهه ڏينهن کارائي، چار ڏينهن ترسي پوءِ سلفر ۳۰ روزانو ٻه دفعا ڇهه ڏينهن کارائيندو هو. اهان ۾ نه ڇڏي ته ٽي ڏينهن کانپوءِ سلشيا X ۶ يا ۳۰ کارائيندو هو.

نوٽ ۲:- پلانٽيگو Q ڊرام- بورڪ ايسڊ ۳۰-گرين ۽ گليسرين آئونس ۾ ملائي، ٻه دفعا روز ڪن ۾ وجهجي.

نوٽ ۳:- هڪ آئونس اسپرٽ ريڪٽيفائيڊ ۾ پنج گرين بورڪ ايسڊ ملائي ڪن کي هائڊروجن سان ڌوئي ٻه دفعا روزانو وجهجي.

نوٽ ۴:- ارڙيءَ ڪالپوءِ ڪن وهڻ لاءِ پلسٽلا ۳X بهتر آهي.

بايوڪيمڪ ۾ ڪالي ميور X ۶ ڪن جي بيمارين لاءِ اڪسير آهي.

# ڪنگي (دق الاطفال)

## *MARRASMAS*

ڪلڪيريا ڪارب ۳۰- مٽي لي ٻگهر گهٽو، هٿ پير ٿڌا، سائي رنگ جي بدبودار ۽ کٽي قي، پيٽ وڏيل مٽي کائڻ جي رغبت، ٻار جي ٻگهر، دستن ساري جسم کان کٽي بوءِ اچي خصوصا ٿلهي مزاج وارن ٻارن لاءِ مفيد آهي.

آيوڊيم ۳۰- زياده بک مگر باوجود کائڻ جي ڪمزور ٿيندو وڃي هن دوا جي خاص علامت آهي. المدبان فدود سچمل.

نيٽرم ميور ۳۰- بيمار ٻار جو ڪنڌ تمام ڪمزور

اوڪ ڪائرڪ جي هواهش، پياس ۽ سخت قبضي هن دوا جون خاص علامتون آهن.

**ميگنيشيا ڪارب ۳۰** - ساوا پاخانا، کٿي بوء ۽ درد سان اچن- کير بلڪل هضم نه ٿئي، هضم ٿيڻ کان اڳي قيء ذريعي نڪري وڃي. ان کان سواء سلفر، هيپر سلفر، پرائٽنا ڪارب، ايرائيمنر، سليشيا علامتن مطابق مفيد آهن.

**بايوڪيمڪ** - ڪلڪيريا فاس X ۶، فيرم فاس ۽ نيٽرم فاس X ۶ هموزن مقدار هوراڪ ۵ گرين ڏينهن ۾ چار پيرا ڏجي- دق الاطفال لاء بهترين آهي، ٻچش، ڪمي هون، بدهضمي جي دستن ۽ کير هضم نه ٿئي، بخار ۽ ڪمزوريء لاء نهايت مفيد آهي.

**ڪلڪيريا فاس ۶ X ۽ بلڊ** - اڪثر ڪيس هن دوا جي استعمال سان شفاياب ٿين ٿا- ٻنيء جي هڏي جي ڪمزوري- گردن ڍلي، مٿو جهلي نه سگهي. سائي رنگ جا دست ۽ ڏارون ڪرڻ ٻارن لاء مفيد آهي.

## ڪوڙهه

## *LFPROSY*

**هائيڊروڪوٽائل Q** - ڪيترين ئي هن مرض ۾ دوائون ڏنيون وڃن ٿيون مگر هائيڊروڪوٽائل سڀ کان اعليٰ ثابت ٿي آهي. هيء برهمي بوٽيء مان تيار ڪئي

وڃي ٿي جا اول نمبر مصفيءَ ڪرڻ آهي. هن دوا جي مدر ٽينچر مان ١٠ ڦڙا صبح ۽ ١٠ ڦڙا شام جو اڌ آني پاڻيءَ ۾ وجهي بيمار کي ڪافي عرصي تائين پيارجن. جيڪڏهن برص (سفيد داغ) نڪرڻ شروع ٿيو ته شروعات ۾ اها دوا پيارڻ سان شفا ٿي ويندي مگر علاج استقامت سان گهڻو وقت چالو رکجي. هن مرض ۾ ٿرم ميور ڪارائتو ۽ مفيد آهي.

ايڪائينشيا Q- جو ماٿين دوا سان ڪڏو ڌ مسلسل ڪمو وڃي ته بهتر ٿيندو.

سلفر ٣٠-٢٠٠- جڏهن ڪو ڙهڻ ۾ دم واري سان ٿين.

ازانسواء هفتي ڏينهن بعد بيسيلينم ٢٠٠ يا ١٠٠٠ ڏجي.

بايوڪيمڪ ۾- سليشيا X ٢٠٠ ۽ ڪالي ميور X ٢٠٠ هر چئن ڏينهن بعد واري سان ڏجن.

# گردن جون تڪليفون

## TROUBIES OF KIDNIES

ڪينٿرس ٣٠- چيله ڪيءَ ۾ سور هجي. ڪولي پيشاب سخت ساڙي سان ۽ ڦڙو ڦڙو ٿي اچي.

چائنا ٣٠- گردي جي سور روڪڻ لاءِ لڳاتار هڪ ڏينهن روزانو هڪ خوراڪ ڏارائجي هيءَ پتي ۾ پٿريءَ

جي پيدائش روڪڻ لاءِ مفيد آهي.

**لائيڪوپوڊيم** ٣٠- سڄي پاسي واري گردي ۾ سور هجي پيشاب ۾ واريءَ جا سخ ذرا اچن. سخت سور ۾ جلد جلد ڏجي.

**ڊوبروس ولگيرس** Q- هيءَ دوا ٻنهي پاسي واري گردي ۾ سور لاءِ مفيد آهي. ٻڪيءَ ۾ ساڙو ۽ سور هجي. سمهڻ يا ويهڻ سان تڪليف گهٽجي ٿئي.

**ٽيري بن ٿئيا** ٣٠- گردن جي جاءِ تي دٻاءُ ۽ سور هجي. پيشاب هوڻي، ڪارسرو دواهي جهڙو اچي.

**ڊيجيٽيلس** ٣٠- گردن جي تڪليف سان گڏ دل جي تڪليف به هجي نبض سست پيشاب گهٽ يا رڪجي اچي.

**ارٽيڪا يورنس** Q- گردي يا مثاني جي پٿريءَ کي ٻاهر ڪڍي ٿي- پٿريءَ جي پيدائش کي روڪي ٿي- ٥ ڦڙا روزانو ٻه دفعا ڏجن.

**ڪلڪيريا رينالس** X ٢-٣٠- گردي جي پٿريءَ ۽ واريءَ لاءِ مفيد آهي. پٿريءَ جي پيدائش کي روڪي ٿي.

**آرسينڪ البم** ٣٠- گردن جي پراڻي سوڄ لاءِ مفيد آهي- ڪمزوري ۽ بي آرامي هر هر ٻڪ ٻڪ

پاڻي پيئي- اڙ ڏينهن يا اڙ راتيون ڪان پوءِ تڪليف زياده ٿئي .

**بائيو ڪيمڪ ۾** - سور وقت ڪالي فاس ، ميگنيشيا فاس ۽ عام طرح ڪلڪيريا فاس ، نيٽرم ميور ۽ نيٽرم سلف ڏجي .

## گهٽ سڄڻ ( ڳايون پوڻ )

*SORE THROAT*

**بيلاڊونا ٣٠ ۽ فيرم فاس ٣٠**- واري واري سان کارائجي جيڪڏهن وات خشڪ هجي ته مفيد آهي.

**مرڪيورس سال ٣٠**- وات مان گهڻو پاڻي وهي ته مفيد آهي .

**پلسٽلا ٣٠** - گهٽ ڏکي ورڻ ۽ خاصيا سڄي پون ته مفيد آهي .

**بائيو ڪيمڪ ۾**- فيرم فاس X ٦ ۽ ڪالي ميور X ٦ ٻئي دوائون هن مرض لاءِ مفيد آهن- واري سان کارائجن.

## ڳڌڙيون يا ڏيڏرو (ٻارن ۾)

*CONVULSIONS IN CHILDREN*

**ڪيمفر Q**- دوري وقت ٻارن کي سنگهائجي .

**بيلاڊونا ٣٠**- ٻار ٿلها ، منهن مٿو گرم ، منهن

ڳاڙهو، هٿ ۽ پير ٿڌا هجن.

**ڪيموملا ٣٠**- ٻار ضدي ۽ چيڙاڪ، سندس هڪ ڳل ڳاڙهو ۽ ٻيو ٿڌو.

**سائلا ٣٠** - پيٽ ۾ ڪيئن سبب ڳڙيون، يا ر ڏند ڪرڻ ۽ لڪ موٽي.

**پيسي فلورا Q**- مان ڪجهه ڦڙا ڳڙيـــن کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ڏجن.

**ڪلڪيريا فاس ٦X** ۽ ميگنيشيافاس ٦X ڪمزور ٻارن کي ملائي استعمال ڪرائجن.

**بايوڪيمڪ ۾** - ميگنيشيافاس ٦X هر قسم جي ڳڙين لاءِ مفيد آهي.

## ڳڙ ۽ وڏيون ڦرڙيون

### *ABSCESS*

**بيلاڊونا ٦-٣٠**- ڳڙ جو رنگ سرخ ۽ سخت سور هجي، منجهس گند نه پيو هجي.

**هيپر سلفر ٢-٣٠-٢٠٠**- گند پوڻ کان اڳ ۾ هن دوا جي ننڍي طاقت ڏجي ته ڳڙ ڦاٽي گند نڪري ويندو. پر وڏي طاقت ڏجي ته گند سڪي ڦٽ ڇٽي ويندو. ڳڙ نهايت ذڪي الحس هجي.

**سليشيا ٦X-٣٠-٢٠٠** هيپر سلفر وانگر هن

دوا جي ننڍي طاقت گهڻ کي، ڦاڙي گند ڪڍي ٿي پر وڏي طاقت ڏيڍ سان گند کي سڪائي ڦٽ چڙهائي ٿي. هن دوا جي وڏي طاقت مقعد جي ناسور لاءِ مفيد آهي.

**ليڪسيس** ۳۰- گهڻ جي ڦوڙاري جاءِ نيري رنگ جي هجي.

**رسٽاڪس** ۳۰- ڪهوراڙيءَ جي سوڄ لاءِ مفيد آهي.

**مرڪيورس سال** ۳۰- مهارن ۾ ڦرڙيءَ لاءِ مفيد آهي. بيمار جي وات ۾ بدبوءِ ۽ گگ گهڻي هجي.

**نوٽ** ۳۰- مهارن جي ڦرڙيءَ لاءِ بيلاڊونا ۽ مرڪيورس سال واري واري سان ڏيڻ مفيد آهي.

**اينٽيم ڪروڊم** ۳۰- پليءَ گهڻ لاءِ مفيد آهي. گهڻ چوگرد سخت ۽ سخت هجي ياڻ وانگر پيو سڙي.

**پائرو جينم** ۲۰۰- خون جي خرابيءَ سبب بار بار نڪرندڙ گهڻن لاءِ مفيد آهي.

**بايو ڪيمڪ** ۾- فيرم فاس 6X ۽ ڪالي ميور 6X- ابتدائي ڦرڙين لاءِ مفيد آهن. جن جو منهن اچو ۽ ساڙ گاڙهو هجي. پوءِ اهي بدن جي ڪهڙي به حصي تي هجن ڪالي ميور 6X ۽ ڪالي سلف 6X- اهي ڦرڙيون جن جو رنگ ڦڪو ۽ اڇو هجي، تن لاءِ مفيد آهن.
ڪالي ميور ۲۰۰- مٿي تي ڦرڙين لاءِ مجرب آهي.

# ڳهڻ جي سوڄ

***METRITIS***

**ايڪونائيٽ** ٦-٣٠- شروع شروع ۾، بخار تيز شديد بي چيني، خوف موت جو ۽ پيٽ جو سور پڻ موجود هجي .

**ايپس** ٣٠- رحم يا خصيةالرحم ۾ ڏنگ دار درد واس خشڪ ليڪن پياس نه هجي، پيشاب گهٽ خاص علامت ڏنگ دار درد .

**بيلاڊونا** ٦- ٣٠- مٿي جو سور گهڻو، دوران خون دماغ جي طرف گهڻو، منهن سرخ، بڪواس ۽ هيٺ لي دباءَ .

**آرسينڪ البم** ٣٠- سخت بي آرامي، جلڻ دار درد- شديد پياس مگر ٿورو ٿورو پاڻي بار بار پئي (خاص علامت آهي) ٿڌي پاڻي پيئڻ سان تڪليف وڌي.

**برائي اونيا** ٣٠- چيڙاڪ مريض، جا الڳ رهڻ گهري، سخت درد جي حرڪت سان وڌڻ، ڪنگهڻ يا گهري ساهه کڻڻ سان خصية الرحم ۾ چهڪندڙ درد، پاڻي گهڻو پيئي ۽ گهڻي دير ڪان پوءِ.

**پلسٽلا** ٣٠- نرم مزاج [illegible] وارئون عورتون، حيض يا نفاسي خون [illegible] [illegible]، رات جي وقت پراسوال

واءِ خشڪ ليڪن پياس نه هجي،

**سيڪيل ڪار** ۳۰ - اخراجات بدبودار، ڏٻريون،
ڪمزور عورتون جي گرمي پسند نه ڪن.

**پايو ڪيمڪ** ۾ - فيرم فاس X ۶ - پهرين درجي
جي بخار ۽ اجتماع خون رحم جي طرف هجي. ٻئي
درجي ۾ جڏهن رطوبت رحم ۾ ٺهي وڃي ۽ ڪيس
پراڻو هجي ته ڪالي ميور X ۶ استعمال ڪجي.
جڏهن ڳوڙ ۾ سختي زياده هجي ته ڪلڪيريا فلور
X ۶ سختي جي گهٽ ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ آڻيو.

## ڪنگهه

## *COUGH*

**بيلاڊونا** ۳۰ - خشڪ ڪنگهه ۽ ڪاڻن واري حالت
۾ مفيد آهي.

**مرڪيورس سال** ۳۰ - ڪليون پوڻ ۽ وات مان
ڳڳ وهي.

**برائي اونيا** ۳۰ - ڪنگهه خشڪ ۽ سيني ۾
سور هجي.

**فاسفورس** ۳۰ - ڪنگهه خشڪ جيڪا برائي اونيا
سان ٺيڪ نه ٿئي.

**ڪاربوويج** ۳۰ - پڙهن ماڻهن جي ڪنگهه لاءِ مفيد آهي.

نڪس واميڪا ۳۰- صبح جي وقت کنگهه زياده ٿئي.
اپيڪاڪ ۳۰- ٻارن جي کنگهه- سيني ۾ بلغم گهڙڪو ۽ ٻار گهڪڻ ڪاٽهائي.
آرسينڪ البم ۳۰- خشڪ کنگهه جيڪا اڌ رات کان پوءِ زياده تڪليف ڏئي.
ڪاسٽيڪم ۳۰- هر ڀيري کنگهه سان پيشاب نڪري، ٿڌي پاڻي پيئڻ سان کنگهه گهٽجي پابند ٿئي.
بايوڪيمڪ ۾- فيرم فاس X ۶، ڪالي ميور X ۶، ميگنيشيا فاس X ۶ هموزن ملائي وڏن لاءِ ۵ گرين ۽ ٻارن لاءِ اڌائي گرين ڏينهن ۾ چار يا ڇهه خوراڪون گرم پاڻيءَ سان ڏجن هر قسم کنگهه ۽ ٻارن جي ڪُهي لاءِ معمول مطب آهي.
فيرم فاس X ۶، ڪالي ميور X ۶، نيٽرم ميور X ۶، تازي کنگهه لاءِ مفيد آهي ان سان زڪام هجي ياله.

# لاڪڙو

## CHICKEN POX

ايڪونائيٽ X ۳ :- شروعات مرض ۾ ۽ بخار تيز هجي.
رسٽاڪس ۳۰ :- بخار گهٽ ٿيڻ ڪانپوءِ روزانو ٽي خوراڪون ڏيڻ سان ڦاڙها داڻا ڪارا ٿيڻ شروع ٿيندا ۽ خشڪ ٿي ڪري پوندا.

**ڪينٿرس ٣٠ :—** ڏاڙهن ۾ ساڙو هجي .

نوٽ: ڪاسٽيڪم ۽ ڪينٿرس واري سان
ڏيڻ ڪري جلد فائدو ٿيندو .

**بايو ڪيمڪ ۾** – فيرم فاس، ڪالي ميور ، ڪالي سلف ، مرڪب ڏجي .

# ليڪوريا (گهرڙ مان رطوبت وهڻ)

*LEUCORRHOEA*

**ڪريازوٽ ٣٠ يا مرڪيورس سال ٣٠**
جيڪڏهن رطوبت جو رنگ سبزي مائل هوندو ته
آهي دوائون مفيد آهن ڇاڪ ڪريازوٽ ۾ تيزابي ماده
جي اخراج سبب عضوا ڇلجي پوندا آهن . مواد
بدبودار هوندو آهي . مرڪيورس سال ۾ مواد سائي
رنگ جو رات جو زياده ۽ خارشدار ، اڄ کوٽي ۽ وات
مان تڪ کوٽي ايندي آهي .

**پلسٽلا ٣٠– ١٠٠ :—** هن دوا ۾ پلسٽلا جي
مزاج واريون عورتون نرم مزاج ، جلد روئڻ ، جلد
ڪاوڙ ۽ خوش ٿيڻ واريون اچي وڃن ٿيون — ٻر هن
جي ليڪوريا زردي مائل سبز رنگ جي گهاٽي هوندي
آهي — هن جي ليڪوريا بالا خارش به ٿيندي آهي .
**سيپيا ٣٠ – :—** ڏرن ۾ هيٺين طرف ڀار جهو

احساس، ڳڻن تي پوري رنگ جا نيشان، ۽ معده
۾ خالي هئڻ جو احساس. اهي نيٺي علامتون مخصوص
آهن — ليڪوريا کير جي رنگ جهڙي ۽ ماهواري
اچڻ کان اڳ گهٽ وهي.

**بوريڪس ٣٠ :—** آنڊي جي سفيدي جهڙي
رطوبت مقدار ۾ زياده. جڏهن ليڪوريا خارج ٿئي ته
ائين محسوس ٿئي ته گويا گرم پاڻي وهي رهيو آهي،
اها خاص علامت آهي.

**ايلومينا ٣٠ — ٢٠٠ :—** سفيد رطوبت تمام
گهڻي اندار ۾ نڪري ايتري قدر جو مرن ۽ ٽنگن تائين
پهچي وڃي — ڏينهن جو مواد وهڻ اهي هيٺئي
خاص علامتون آهن.

**اوواٽسلا X ٣ :-** جيڪڏهن ڪنهن به دوا جون
علامتون صاف نه ملن بطور روز مره دوا جي استعمال
ڪرائجي- هرراڪ ٥ گرين ڏينهن ۾ ٽي چار هوراڪون
ٽي چار هفتا ڏجن-

**اليٽرس فارنوسيا-** Q مان ١٠ قطرا اڌ آني پاڻي ۾
۾ ٽي چار پيرا استعمال ڪرائجي. گهٽو هڪري نوي
في صدي ڪيس ليڪوريا جا ٺيڪ ٿي وڃن ٿا.

**بايو ڪيمڪ ۾ —** ڪلڪيريا فاس X ٢
هر قسم جي سيلان الرحم لاءِ مفيد آهي،

ڪالي ميور، لمثرم ميور، ڪالي فاس، ڪلڪيريا فاس هرهڪ X ٦ ۽ سليشيا X ١٢ مرڪب مفيد آهي.

## ماتا

## *SMALL POX*

**اينٽي مونيم ٽارٽ** ٣٠- هيءَ ماتاجي خاص دوا آهي، چملهه ۾ سور، قيءِ ۽ بيهوشي مريض ۾ هجن. بچاءَ طور به ڏجي.

**ويريولاڻيئم** ٣٠- هيءَ دوا به ماتا لاءِ خاص آهي. مرض ڪان اڳ ۽ موهه بدا خطري ڏئي سگهجي ٿي: ڦلڪن کي خشڪ ڪري ٿي ۽ بدن تي داغ نشانن بچاءَ طور به ڏجي.

**نوٽ:-** ويريولائيم ۽ اينٽم ٽارٽ. واري سان ڏيڻ نهايت مفيد آهن.

**براڻي اونيا** ٣٠- ماتا جا دا ڻا ڪلي نڪرن، مريض کي اکيون، سيني ۾ سور اچ گهٽي هجي ۽ هرڪت سان تڪليف وڌي.

**ڪيمفو Q**- ماتا جا داڻا دٻجي وڃن، مريض ٿڌو ٿي وڃي، حالت نازڪ ڏسجي ته ٻه چار ڦڙا ڪنڊ جا بتاشي ۾ وجهي جلد جلد کارائجن.

**آرسينڪم البم**- ٣٠- ڪمزور ٿي ماتا، ڪمزوري

بدبودار دست ۽ مريض کي بار بار ٿڪ ڦاٽڻ جي مٺاڻ جي خواهش هجي.

ايپس ميلفيڪا ٣٠- منهن ۽ ڳچيءَ تي سوڄ، ڏنگڻ لڳڻ جهڙو سور،

سلفر ٣٠- جڏهن ڪابه تجويز ڪيل دوا فائدو نه ڪري ته سلفر جي هڪ خوراڪ ڏيئي پوءِ ساڳي دوا ڪارائتي ٿي مڪمل فائدو ٿيندو.

بايوڪيمڪ ڄڙ- فيرم فاس X ٦، ڪالي ميور X ٦ ۽ ڪالي سلف X ٦ هموران روزانو چار خوراڪون ڏجن.

## ماشرا (ڏڏري)

*ERYSIPELAS.*

بيلاڊونا ٣٠- هن بيماريءَ جي خاص دوا آهي، سڄيل حصي ۾ ساڙو، چمڙي سرخ ۽ مٿي ۾ سور ۽ بي آرامي هجي. مريض روشني ۽ گوڙ برداشت نه ڪري سگهي.

ايپس ميلفيڪا ٣٠- ماکيءَ جي مک جي ڏنگ جهڙي سوڄ ۽ سور، پيشاب گهٽ، اڃ ڪانه.

رسٽاڪس ٣٠- ناڙيءَ سان ننڍا ڦوڪڻا نڪرن، منجهن سخت ساڙو ۽ خارش هجي. ٿڌ لڳڻ يا ڇهڻ سان مريض تيز هجي.

بايوڪيمڪ ڄڙ- فيرم فاس X ٦ نهايت مفيد آهي.

# مٿي جي ڦيري

*VERTIGO*

ڪونيم ٣٠- هيءَ دوا هر قسم جي ڦيريءَ لاءِ مفيد آهي. هر شيءِ گول ڦرندي نظر اچي، ڏاڪڻ چڙهڻ ۽ لهڻ وقت، مٿي کي ساڄي کٻي ڦيرائڻ وقت ۽ بستري ۾ سمهڻ وقت تڪليف زياده ٿئي. پوڙهن جي بيماريءَ لاءِ مفيد آهي.

نڪس واميڪا ٣٠- هاضمي جي خرابيءَ، ڪاڌي کائڻ ۽ نشيدار شين کائڻ بعد ڦيري ٿئي.

پلسٽلا ٣٠- سڻڀن ڪاڌن کائڻ کان پوءِ هاضمي جي خرابي سبب ڦيري ٿئي.

فيرم ميٽ ٣٠- رت جي کميءَ سبب ڦيري ٿئي. مريض ويهي اٿي، سمهي، هلڻ کان هيٺ لهي يا وهندڙ پاڻيءَ تان لنگهي ته ڦيري ٿئي.

چائنا ٣٠- بدني رطوبتن ضايع ٿيڻ سبب ڦيري، ڪنن ۾ آواز.

بائيوڪيميڪ - ڪالي فاس 6X، دماغي محنت سبب ٿيل ڪمزوري سبب ڦيري ٿئي.

نيٽرم فاس 6X - معدي جي خرابيءَ کان ڦيري ٿئي.

# مٿي جو سور

***HEAD AOL***

نڪس واميڪا ٣٠ :- جيڪڏهن نزلي يا زڪام جي بند ٿي وڃڻ ڪان مٿي جو سور ٿيوي .

بيلا ڊونا ٣٠ :- مٿي جو سور اکين ڳاڙهين ۽ درد ڪن .

نيٽرم ميور ٣٠ :- مٿي جو سور جو ١٠ — ١١ بجي صبح جي وقت شروع ٿئي ،

برائي اونيا ٣٠ :- مٿي کي اوڏڻ — ڪپڙو ٻڌڻ سان تڪليف وڌي وڃي ۽ دٻائڻ سان آرام ٿئي.

اپيڪاڪ ٣٠- مٿي جي سور سان گڏ قيء ۽ اوڪارا.

بايوڪيمڪ ۾ - فيرم فاس X ٦ - ميگنيشيا فاس X ٦ ڪالي فاس X ٦ هموزن گڏائي کارائڻ مفيد آهن.

# (مدي جو بخار)

***TYPHOID FEVER***

برائي اونيا ٣٠ :- اڄ ڪوٺي- قبضي هجي. زبان تي اڇو تهه - ماٿ ۽ صبر سان بيمار سمهيو پيو هجي.

جيلسيميم ٣٠ :- بخار جي شروع ۾ ننڊ ٿيندي هجي مگر پياس نه هجي.

خاص طرح ڇاتيءَ ۾ سور هجي.

بپٽيشا Q - ٣٠ :- بدبودار اخراجات - بڪواس ۽ نيم بيهوشيءَ واري حالت بخار کي هٽائڻ ۽ مدي گهٽائڻ لاءِ اڪسير آهي.

آرسينڪ البم ٣٠ :- ڪمزوري گهڻي هجي. گهڙيءَ گهڙيءَ پاڻيءَ جي ڍڪ جي طلب ۽ بي آرامي هجي.

پائروجينم ٢٠٠ :- جڏهن بخار ١٠٥ کان وڌي وڃي ۽ زهري علامتون پيدا ٿيڻ لڳن ته صرف هڪ خوراڪ ڏجي.

فاسفورڪ ايسڊ ٣٠ :- گهڻي ڪمزوري - سخت بخار - نيم بيهوشي - بخار کي جاڳائڻ ۾ سستي هوش اچي.

بائيو ڪيمڪ ۾ - فيرم فاس 6X ڪالي ميور 6X ڪالي فاس 6X هموزن ملائي ڏيڻ روزانو ٦ - يا ٨ خوراڪون بلحاظ عمر جي ڏيڻ مفيد آهن.

## مردانيون بيماريون

*DISEASES OF MEN*

ايگنس ڪئس ٣٠ - ٢٠٠ :- رڳن ڪمزور ۽ بدهاضمي جو شڪار هجي. ڪيس جريان هجي.

**ايسڊ فاس Q ٣٠** :— مريض مشت زني يا گهڻو جماع ڪيو هجي، ان سبب ڪري جريان ٿيو هجي. سندس پيشاب جو رنگ سفيد هجي.

**ڊڪس واميڪا ٣٠**- مشت زني ۽ معدي جي مريض لاءِ مفيد آهي، جي ڇيڙاڪ هجن، ڪين قبض ۽ پاڻاڻي جي هر هر ناڪام حاجت هجي.

**سليڪم- ٢٠٠** ۽ ١٠٠٠- اڙن پوڙ لاءِ مفيد آهي. صبح جو مٿي ۾ سور، ڪمزوري ۽ پيشاب پاڻاڻي ڪان پوءِ مني وهي وڃي. جوانن جي مردمي ڪمزوري ۾ لاءِ اڪسير آهي.

**سڪيو ٽيايريا لٽيري فلورا ٦- ٣٠**- ٽڙن پوڙ لاءِ نهايت مفيد آهي- مريض کي ٿيڪ نه ٿيڻ جو خوف هجي، روزانو چار پيرا هفتو ڪن ڪارائجي.

**ايوينا اسٽائيوا Q**- ڪثرت جماع، مشت زني، ٽڙن ڪانپوءِ ڪمزوري ۽ دل جي ڌڙڪي لاءِ مفيد ترين دوا آهي، روزانو ٽي پيرا ١٠ ڦڙا گرم پاڻيءَ ۾ ڏجن.

**اگنس ڪاسٽس Q**- مرداني ڪمزوري ۽ ٽڙن پوڙ لاءِ نهايت مفيد آهي، جڏهن اهي تڪليفون ٻرميل ڪان پوءِ ٿيون هجن، آلت ۽ خصيا ٿڌا، سهيل ۽ سخت هجن.

**ايوينا اسٽائيوا Q**، ايسڊ فاس Q، ۽ ڊميانا Q

هموزن ملائي رکجن. ١٠- ١٥ ڦڙا روزانو ٽي ڀيرا ڏجن مرداني طاقت لاءِ مفيد آهن.

لائڪوپوڊيم ٢٠٠ - ۽ سي - ايم - پاورن جي نامرديءَ لاءِ مفيد آهي.

بائيوڪيمڪ ۾- نيٽرم فاس ٦X، ڪلڪيريا فاس ٦X نيٽرم ميور ٦X ۽ ڪالي فاس X ٦ هموزن ملائي روزانو چار ڀيرا کارائجن. جريان، احتلام، سرعت انزال ۽ نامرديءَ لاءِ مفيد آهي.

## مرگهي

## *EPILEPSY*

بيلاڊونا ٣٠ — بيماريءَ جي دوري ۾ جڏهن منهن ڳاڙهو، مٿو گرم ۽ پير ٿڌا هجن.

سليشيا ٣٠ — ٿيڻ چند مهينن ٽي مرگهيءَ جا دورا ٿين. غدود سڄيل هجن.

نڪس واميڪا ٣٠ — بيمار کي قبض ۽ بدهضمي هجي، طبيعت چڙاڪ هجي.

بيوفو ٣٠ يا بلند - مشت زنيءَ ڪانپوءِ مرگهيءَ جو حملو ٿئي.

ڪيمفر Q مريض کي دوري جي حالت ۾ سنگهائجي.

ڪيوپرم ميٽاليڪم ٣٠ ۽ بلند - دورو هٿن

ٻمرن جي آڱرين ڇڪجڻ سان شروع ٿئي مريض جو
منهن ۽ چپ ڳاڙها هجن.

**بائيو ڪيمڪ** ۾ - دوري جي حالت ۾ ڪالي فاس ۽
ميگنيشيا فاس ڏجي. دورا رات جو ۽ ٿڌين ڇنڊ وقت
سليشيا ۲۰۰ ۽ عام طرح ڪالي ميور ڏجي.

# مليريا بخار

*MALARIA FEVER*

**اپيڪاڪ** ۳۰ - بطور روز مره دوا جي استعمال
ڪجي جڏهن ڪنهن به دوا جون علامتون نه ملن.

**نيٽرم ميور** ۳۰ - صبح جو اٺين يا ڏهين بجي
مول سيءَ سان بخار ٿئي. قبضي ۽ مٿي ۾ سور هجي.

**نوٽ** - دوري جي وقت هن دوا کي هرگز
استعمال نه ڪجي، پر دورو ختم ٿئي ته پوءِ استعمال
۾ آڻجي.

**آرسينڪم البم** ۳۰ — اڌ ڏينهن يا اڌ رات
ڌاري بخار ٿئي ۽ سخت بي آرامي هجي.

**پلسٽلا** ۳۰ - چئين بجي شام جو بخار ٿئي ۽ اڃ نه هجي

**بائيو ڪيمڪ** ۾ - فيرم فاس X۶، ڪالي ميور X۶،
نيٽرم سلف X۶ هر ٽن ڏينهن ۾ چار پهرا
استعمال ڪرائجي.

نيٽرم ميور X ۳۰ ۽ نيٽرم سلف X ۲۰ واري سان يا
ملائي ڏيڻ مفيد آهي.

# معدي جون بيماريون

## *GASTRIC TROUBLES*

**نڪس واميڪا ۳۰** - شراب، ڪباب، مصالحدار کاڌن، تماڪ ڇڪڻ، چاهه وغيره جي بد اثرن کي وڃائڻ لاءِ مفيد آهي.

**ڪاربوويج ۳۰** - پيٽ ۾ گهڻو ريح هجي ۽ بدبودار ريح نڪري. هيءَ دوا ڪٽين اوڳراين ۽ معدي ۾ جلڻ لاءِ مفيد آهي جن ۾ معدي جي مٿئين حصي ۾ ريح جو دٻاءُ ٿيندو آهي اڪري نڪتي ۽ دل جي ڌڙڪي لاءِ خصوصا مفيد آهي. ازانسواءِ ڪراڙن جي پراڻي بدهضمي جڏهن معدي ۾ پرتي، جلن ۽ بدبوءِ هجي.

**پلسٽلا ۳۰** - مٿين شين کائڻ بعد معدي جي خرابي.

**لائيڪوپوڊيم ۳۰** - هن ۾ پرتي پيٽ جي هيٺين حصي ۾ رهندي آهي، (چائنا ۾ سڄي پيٽ ۾ ڪاربوويج ۾ دن جي مٿان) پيٽ ۾ هوا جو دٻاءُ، ٿورو گرهڻ کائڻ سان پيٽ، کاڌي کائڻ سان ئي پيٽ ۾ بار تڪليف شروع ٿيڻ، کائڻ جي گهڻي خواهش، رات جو تڪليف وڌي هجي.

انا ڪارڊيم ٣٠- ڪاڌي کائڻ سان تڪليف ۾ اڦاڻو ۾ ٻن ٽن ڪلاڪن کان پوءِ وري تڪليف شروع ٿئي ٿي.

ارجنٽم نائٽريڪم ٣٠- مٺين شين کائڻ جي خواهش، انهن جي کائڻ کانپوءِ تڪليف ٿئي.

چائنا ٣٠- بغير درد جي دست، سڄي پيٽ ۾ آئي نفخ کاڌو هضم ٿيڻ کانسواءِ دستن رستي نڪري وڃي ٻمت ۾ گڙ گڙ، اسهال رات جو زياده، ڪڍڻ ۾ آواز شان شان يا ٻاڦي ڪڍڻ جهڙا آواز- جسماني رطوبتن ضايع ٿيڻ جي ڪري ڪمزوري ۽ معدي جي طاقت لاءِ مفيد آهي.

## ذوا سير

## *FISTULA*

ڪاسٽيڪم ٣٠-٢٠٠- مقعد ۾ سخت سور ۽ خارش هجي.

ٻيسيليئم ٢٠٠- مريض کي سلهه هجي. هفتي ۾ هڪ خوراڪ ڏجي.

ڪيلنڊيولا Q- هڪ ڊرام- ٻن آئونس ڊسٽلڊ اٽر ۾ ملائي اِن لوشن سان مقعد کي صاف ڪجي.

ليڪسس، ٣٠-٢٠٠ شرابين جي ناسورلاءِ مفيد هي.

بائيوڪيمڪ ۾- ڪلڪيريا فاس X ٦-جڏهن نشتر جي چهري سان خراب ٿي پوي. لواسير ۽ ڇاتيءَ جون تڪليفون واري سان ٿين سليشيا X ٣-٢٠٠- لواسير جي خاص دوا آهي، ڪلڪيريا فاس- هڪ هفتو روزانو لـــي ڏنعا ۽ سليشيا ٻئـــي هفتـــي ۾ روزانو ٽي ڏنعا ڪجهه وقت لاڳيتو ڏيڻ مفيد آهي.

# موهيڙا ۽ ڇاڙوون پوڻ

## ACNE

سلفر ٣٠- پراڻي تڪليف، هٿن پيرن ۽ منهن جي چولي‌ءَ ۾ ساڙو ٿئي.

ٻيلاڊونا ٣٠- منهن تي ڳاڙهي رنگ جون ڦرڙيون ۽ مزاج دموي هجي.

پلسٽلا ٣٠- ماهواري جي خرابيءَ سبب تڪليف لئي.

ڪالي برومائيڊ ٣٠- نوجوانن جي موهيڙن ۽ ڇالون لاءِ مفيد آهي. هيءُ هن مرض لاءِ روز مره جي دوا آهي.

گريفائيٽس - سي - ايم - هن مرض لاءِ نهايت مفيد دوا آهي.

بربرس ايڪي فوليم Q - لي ٽڪا ني هوراڪ روزانو ٽي ڏنعا پيارجي -

نوٽ - ويزلين ۾ ڪيلنڊولا Q ملائي ٻيروني طور لڳائجي.
بايوڪيمڪ ۾ - ڪالي ميور نهايت مفيد آهي.

# مهار ۾ ڦرڙي
## GUMBOIL

بيلاڊونا ٦ - ٣٠ - ابتدا ۾ سوزش ۽ سور لاءِ مفيد آهي.
مرڪيورس سال ٣٠ روزمره استعمال جي دوا آهي
واٽ ڪان گگ وهي ۽ ساه ۾ بدبوءِ هجي.

هيپر سلفر ٣٠ - مهار ۾ گند ڀرڻ جوامڪان هجي
ته استعمال ڪرائجي.

سليشيا ٣٠ - اگر گند نيڪال ٿي وڃي، آئنده گند
جي روڪڻ ۽ ڦٽن کي ڇٽائڻ لاءِ استعمال ڪرائجي
ٻن ٻن ڪلاڪن بعد خوراڪ ڏجي،

هيڪلا لاوا X٣ - X٦ - مٿين مرض لاءِ مجرب آهي
هن دوا جو عمل خصوصاً ڄاڙيءَ تي ۽ مهارن جي
ڦرڙي تي گهڻو آهي.
بايوڪيمڪ ۾ - فيرم فاس X٦، ڪالي ميور X٦
واري واري سان ڦرڙي ڦاٽڻ کان اڳ ڏني وڃي ته
تڪليف اتي ئي ختم ٿي ويندي.
ڪلڪيريا سلف X٦ - گند جي نيڪال ڪرڻ ۽
زخم کي ڇٽائڻ لاءِ اڪثر مفيد آهي، هن دوا ڏيڻ
گند اتي جو اتي ختم ٿي وڃي ٿو.

# نڪوڦير

## *EPISTAXIS*

آرنيڪا ۳۰ - مٿي اچي ڌڪ لڳڻ سبب نڪوڦير لاءِ مفيد آهي ۔

چائنا ۳۰ - صبح جو سڀوءِ ائين ڪان گهڻو رت اچي ۽ ان سبب بيحد ڪمزوري ٿئي ۔

ملي فوليم Q - مان ۵ ڦڙا پاڻي ۾ ملائي هر اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڏجي ۔

ايمبروسيا Q - مان ۵ کان ۱۰ ڦڙن تائين پاڻي ۾ ملائي هر اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ ڏجي ۔

ٽرليم ڪانگڏ ۽ ڪيم ۳ - مان ۱ ڊرام - ۸ آئونس پاڻي ۾ ملائي هڪ هڪ آئونس پيار ڻجي نڪوڦير لاءِ نهايت مفيد آهي ۔

هيماميلس X ۳ - رت جو رنگ ڪارو هجي مدر ٽنڪچر مان ڦهو ٻوڙي نڪ ۾ ڏجي ۔

بايوڪيمڪ ۾ - فيرم فاس X ۶ - ۲۰۰ - رت جو رنگ ڳاڙهو هجي. نڪوڦير لاءِ خاص دوا آهي ۔

فيرم فاس ۽ ڪالي فاس ۾ ملائي ڏيڻ به مفيد آهي ۔

# ننڊ نہ اچڻ

## *INSOMNIA*

ڪيمومِلا ٣٠ - ٻارن کي ننڊ نہ اچي ، ٻيـــڪ ۽ سور ۽ هر وقت ڪڇي کڻائڻ ٿوي، ضدي ٻار.

نڪس وامڪا ٣٠ - هاضمي جي خرابي، تماڪ، چاهه يا نشيدار شين جي زياده استعمال ڪرڻ ســـان ننڊ نہ اچي.

پيسي فلورا Q - ٣٠ ڪان ٦٠ قطرا تائين گرم پاڻي ۾ ملائي ڪتراڻي دفعا ڏجي جيستائين ننڊ اچي هيءَ دوا بنا خطري استعمال ڪجي، بيضرور آهي.

آرنيڪا ٣٠، ٢٠٠ - ٿڪ ڪرڻ يا بدني محنــت ڪري، ٿڪ سبب ننڊ نہ اچي تہ مفيد آهي .

بايوڪيمڪ ۾ - ڪالي فاس 6X ۽ 200X دماغــي ٿڪ سبب بي، هوائي لاءِ نهايت مفيد آهي.

# نمونيا ۽ پاسي جو سور

## PNEUMONIA & PLEURISY

ايڪونائيٽ ٣٠ - شروع مرض ۾ ڏجي، بي آرامي ۽ اڃ گهڻي، بدن گرم ۽ خشڪ، گهگهہ زياده ۽ موت جو خوف هجي.

برائي اونيا ٣٠- سڄي طرف جي نمونيا لاءِ ۽ سور لاءِ مفيد آهي، مريض کي اچ گهڻي سخني ۽ ڇاتي ۾ سخت سور، حرڪت سان تڪليف زياده ٿئي.

فاسفورس ٣٠- کٻي طرف جي نمونيا لاءِ مفيد آهي. مريض جي ڇاتيءَ جي مٿين حصي ۾ بار هجي ۽ اٽڪ ڳاڙهسري رنگ جي اهيس ڪمزور هجي.

نوٽ :- برائي اونيا ۽ فاسفورس واري سان ڏٺو هن مرض ۾ نهايت مفيد آهن ٻارن هـواه وڏن جي تڪليف دور ڪن ٿيون.

اينٽمني ٽونيم ٽارٽ ٣٠- مريض کي ساهه کڻڻ ۾ تڪليف ٿئي. سندس ڇاتي بلغم سان ڀريل هجي مگر گهڻي کنگهڻ کانپوءِ به ٻورو نڪري.

مڪسچر نمونيا- اينٽم ٽارٽ X٣. برائي اونيا X٣ ۽ اپيڪاڪ X ٣ هموزن ملائــي رکجن. وڏن لاءِ ١٠ ڦڙا ۽ ٻارن لاءِ ٥ ڦڙا روزانو ٽي ڀيرا ڏجن مڪسچر سان ڪل ڪالي ميور X٦ ڏيڻ مفيد آهي.

بادوڪيمڪ ۾- فيرم فاس X ٦، ڪالي ميور X٦ هموزن ملائي شروع مرض ۾ ڏجن ۽ جڏهن پيلي رنگ جو بلغم نڪرڻ شروع ٿئي ته پوءِ ڪالي ميور جي عيوض، ڪالي سلف ڏجي.

# وات پچڻ

## *APATHAE IN CHILDREN*

بورئڪس ٦-٣٠- ٻارن جي وات پچڻ لاءِ مفيد آهي.
مرڪيورس سال ٣٠- جيڪڏهن وات کان لگ وهي.

بائيوڪيمڪ ۾- ڪالي ميور X ٦ اڇن ڦوڪڻن ۾ ۽ زبان سفيد هجي. جيڪڏهن بخار به هجي ته فيرم فاس ملائي يا واري واري سان ڏجي ۽ گهڻي پاڻي وهڻ جي حالت ۾ نيٽرم ميور X ٦ پڻ ملائجي.

# وائي سور (سنڌن جو سور)

## *RHEUMATISM*

ايڪونائيٽ X ٣- هڪدم ۽ سرد هوا لڳڻ سان يڪدم تڪليف ٿئي.

رسٽاڪس ٣٠- سرد هوا لڳڻ سان تڪليف ٿئي سور جي شدت سبب مريض هر هر پاسا بدلائي حرڪت ڪرڻ سان تڪليف ۾ اضافو.

برائي اونيا ٣٠- سنڌن تي سوڄ هجي هڪ چاپ رهڻ سان آرام ۽ حرڪت سان تڪليف ۾ اضافو.

ڪيموملا ٣٠- درد برداشت ڪري نه سگهي.

# وڏي کنگهه

## *WHOOPING COUGH*

ڪيسٽينيا ويسڪا Q - ۳ X ابتدا ۾ هن دوا مان ۲۰ کان ۳۰ قطرا پاڻي ۾ ملائي روزانو چار دفعا ڏيڻ مجرب آهي.

پرٽوسن ۳۰- فقط هيءَ دوا ئي اڪثر مفيد ثابت ٿئي ٿي.

بيلاڊونا ۳۰- ٻار ٿلهو متارو هجي. کنگهه وقت منهن ڳاڙهو، خشڪ کنگهه، رات جو تڪليف وڌاءُ

ڊروسرا ۶-۳۰- رات جو ۱۲ بجي کان پوءِ سخت دورا. ٻار دانهون ڪري هن مرض ۾ هانمن اعظم جي پهريون نمبر دوا آهي. نمبر ۲۰۰ مفيد آهي. هڪ خوراڪ ڏئي نتيجي جو انتظار ڪجي. هر هر دوا نه ڏجي.

اپيڪاڪ ۳۰- کنگهه سان سخت قيءِ ۽ آون ڇاتي ۾ بلغم کڙڪو مگر خارج نه ٿئي. ٻار تمام ڪمزور نه هجي.

اينٽيمونيم ٽارٽ ۳۰- ڇاتي بلغم سان ڀريل هر کڙڪي کنگهه کانپوءِ ٿورو اکري ٻار جي زبان سفيد، طبيعت چڙاڪ ۽ ڪمزور

نوٽ - هن مرض کان بچاءَ لاءِ تندرست ٻار کي پرٽوسن ۳۰- هڪ خوراڪ صبح ۽ هڪ خوراڪ شام ڏجي.

بايوڪيمڪ ۾ - ڪالي ميور 6 X ، ميگنيشيا فاس 6 X ، ليٽرم فاس 6X ، ڪلڪيريا فاس 6X ۽ ڪالي فاس 6X هموزن ملائي ، گرم پاڻيءَ سان ٻن ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ ڏجي .

# ويم بعدءِ ورتاجي ڏنگ - جو سفيد ورم
## WHITE LEG

ايڪونائيٽ ٣ — ٣٠ :— مرض جي شروعات ۾ ان ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ استعمال ڪرائجي .
پاسٽلا ٣٠ :— ايڪونائيٽ ڪانپوءِ ڏجي جڏهن رڳن ۾ گنڍيون پئجي وڃن .

هيماميلس Q — ٣٠ : - هيءَ هن مرض جي خاص دوا آهي - هيءَ دوا کارائجي ۽ ان جو لوشن ٺاهي لنگ تي لڳائجي .

نوٽ :- هن مرض ۾ بيلاڊونا، آرنيڪا ، برائيونيا ۽ رسٽاڪس به حسب علامات مفيد آهن.
بايوڪيمڪ ۾ - فيرم فاس ۽ ڪالي ميور - ابتدا ۾ ڏجن. ڪالي فاس ۽ ميگنيشيا فاس - سخت سور ۾ ڏجن-

# وهم جو بخار

## *PUEPERAL FEVER*

**پائروجينم ٢٠٠** - جڏهن نبض ڪمزور هجي ۽ ٿرماميٽر ڏيڻ سان بخار زياده ڏيکاري. تمام اخراجات مثلا پيشاب، ڪاڪوس، پگهر وغيره ۾ بدبوءِ هجي ۽ ساري بدن ۾ درد هجي.

**آرسينڪ البم ٣٠** - سخت بي آرامي، بار بار ٿوري ٿوري پاڻيءَ جي پياس، ڪمزوري ١ يا ٢ بجا منجهند يا رات جي وقت ۾ بخار جو ظاهر ٿيڻ.

سلفر ٣٠ - هٿن پيرن جي ترين ۾ ساڙو هجي.

ايڪائينشيا X ١ اخراجات بدبوءِ دار ۽ جسم ۾ درد

**بايوڪيمڪ ۾** - فيرم فاس ٦، ڪالي ميور ٦X ڪلڪيريا فاس ٦X ۽ ڪالي فاس ٦X هموزن ٥ گرين في خوراڪ چار يا ڇه خوراڪون روزانو.

ڪالي فاس ٦X - اخراجات بدبودار، بکواس ۽ اعصابي ڪمزوري هجي.

# وهم ۽ ان ڪانپوءِ سور

## *AVFTER PAINS*

**ڪالي فاس ٦X** :— جڏهن سور شروع ٿيس ته

هن دوا جا ١٠ گرين ٻي خوراڪ هر ڏهن منٽن بعد
گرم پاڻيءَ سان ڏجن - ٻن ٽن خوراڪن کان پوءِ ويم
آسانيءَ سان ٿي ويندو.

ڪالوفائلم ٣- ٣٠ ويم کي آسان بڻائڻ لاءِ هيءَ
دوا هر ١٠ منٽن کان پوءِ ڏجي.

پلسٽلا ٣٠-٢٠٠- هيءَ دوا ڪمزور دردن کي تيز
ڪري ويم سولو ڪرائي ٿي. انهيءَ دوا جڏهن ٻار غلط
پوزيشن ۾ اچي ته انکي درست حالت ۾ آڻي ٿي.

آرنڪا ٣٠-٢٠٠- ويم کانپوءِ سورن لاءِ نهايت
مفيد آهي، هر تڪليف وڃائي ٿي.

بائيوڪيمڪ ۾ - ويم کي آسان بنائڻ لاءِ،
ڪلڪيريا فلور 6X، ميگنيشيا فاس 3X، ڪالي فاس
3X ۽ فيرم فاس 3X هموزن ملائي هر ١٠ منٽن بعد
گرم پاڻيءَ سان ڏجي. ويم کانپوءِ سورن لئه فيرم فاس،
ميگنيشيا فاس ۽ نيٽرم سلف هموزن ملائي ڏجن.

## هڏڪي

## HICCOUGH

نڪس واميڪا ٣٠ :- بد هضميءَ ۽ مصالحيدار
کاڌن جي استعمال ڪري پيدا ٿئي.

جانسنگ Q- هڏڪي جي هر حالت ۾ مفيد آهي.

بايوڪيمڪ ۾ - ميگنيشيا فاس 6X يا ٣٠ روزمره دوا جي استعمال ٿئي ٿي.

نوٽ :- ننڍين ٻارن لاءِ ميگنيشيا فاس 6X جون ٻه چار خوراڪون يا ڏڪس وارن کا ٣٠ جون هڪ ٻه خوراڪون ڪافي آهن.

# هڏين جون بيماريون

## BONE DISEASES

آرم ميٽاليڪم ٣٠ - جڏهن ڪا هڏي اندر ڳري سڙي رهي هجي ۽ ان جي مٿان ڦوڙهو پيدا ٿئي، اهڙا بدبودار ۽ رات جو سخت سور ٿين. اڌالسواءِ آتشڪ جي ڪيس ۾ هيءَ دوا نهايت مفيد آهي.

سمفائٽم Q - جڏهن ڪا هڏي ڀڄي پوي ۽ انجا سرا پوريءَ طرح نه ڳنڍجن ته هن دوا جي مدر ٽڪچر استعمال ڪرائڻ سان ڳنڍجي ويندا. سمفائيٽم Q خارجي طرح ڦٽن ۽ ڦرڙن جي ملم پٽيءَ لاءِ به ڪم اچي ٿو.

هيڪلالاوا X ٣-٣٠ تڪ جي هڏيءَ ۾ زهر يا ڪنهن تتل ۽ خراب ٿيل ڏندن ڪان ڇوري جو ڦوٽڪو يا سور شروع ٿي وڃي يا جاڙيءَ جي هڏي سڄي پوي ته مفيد آهي.

سلفيشيا X ٦ - ٣٠ - ٢٠٠ - هيءَ دوا ٻارن جي ڪنگي ۾ ڏاڍي مفيد آهي- هڏين جو ڏنگو ٿيڻ ۽ ڳرڻ سڙڻ، بيمار جو پگهر گهڻو بدبودار ٿيندو آهي. نڪ ۾ زخم ۽ نڪ جي هڏيءَ جو ڳرڻ، بدبودار مواد نڪرندو آهي- بيمار کي سرديءَ سان تڪليف ٿئي ٿي، فلورڪ ايسڊ جي بيمار کي سرديءَ سان اهڙو محسوس ٿئي ٿو.

فلور ايسڊ ٣٠ - ٢٠٠ - هن جو اثر ڊگهين هڏين جهڙوڪ ٽنگن جون هڏيون، ڪن جون هڏيون ۽ ڊگهين هڏين تي گهڻو آهي. هوا آهستي آهستي هوا لڳڻ جي مرڪبات ڪائڻ جو نتيجو هجي- مائوف جڳهه کان زرد، هوا آلود، بدبودار مواد نڪرندو آهي.

بايوڪيمڪ ۾- ڪلڪيريا فلور X ٦ - ٣٠ ۽ بلڪل هڏيءَ مٿان ڳوڙهو سخت ۽ هڏين جو وڌڻ.

ڪلڪيريا فاس X ٦ - هڏين جي ڳنڍڻ لاءِ مفيد آهي، ٻارن جي ڪنگي (دق الاطفال) لاءِ لاثاني آهي- ٻارن جي رڪٽس مرض (هڏين جو ڏنگو ٿيڻ) ۽ ڪمزوريءَ لاءِ مفيد آهي.

مٿيون ٻئي دوائون پڻ هڏي جوڙڻ لاءِ مفيد آهن.

## هياڻچو (تري وڌڻ)

## *SPLEEN ENLARGED*

سيانوٿس Q- هيءَ هياڻچي جي خاص دوا آهي.

تري وڏيل ۽ ان ۾ درد هجي- بيمار جو منهن ڦڪو هجي- ۵ ڦڙا ڏي ڦوراڪ پاڻيءَ ۾ روزانو ٻه ڀيرا ڏيارجي.

نيٽرم ميور ۳۰- ۲۰۰- مليريا بخار ۾ گهڻي ڪونين کارائڻ ڪري تري وڌي وڃي، مريض جي زبان جي ٻنهي طرفن تي ڳجهه جا ڦوڪڻا هجن- مريض کي مٿي جو سور- قبض ۽ پياس هجي ۽ لوڻ گهڻو کائي.

چائنا ۳۰- مريض کي ڪنن ۾ آواز ٻڌڻ ۾ ايندي ۽ تريءَ ۾ سور ۽ سوڄ هجي.

آرنيڪا ۳۰- تريءَ تي ڌڪ لڳڻ سبب درد ۽ سوڄ ٿي هجي.

نوٽ:- اڪثر ڊاڪٽر چائنا ۾ نيٽرم ميور ۳۰ منجهند کان اڳ ۽ ان کان پوءِ سيانوٿس Q جون ٻه ڦوراڪون ڏيندا آهن- گهڻي وقت استعمال ڪرائڻ سان مرض جي پاڙ پٽجي ويندي.

ٻاهرين ڪيمڪ ۾- فيرم فاس، ڪالي ميور ۽ ڪالي فاس ملائي ڏجن،

## يرقان ( سائي )

## JAUNDICE

برائي اونيا ۳۰- ساڄي طرف پاسرين هيٺان ڇهڻ تي سور، چيرو ستيل، حرڪت سان تڪليف.

سڀني طرف ليٽڻ سان آرام - حرڪت يا ساهه کڻڻ سان
درد ۽ سور واري جاءِ کي دٻائڻ .

ذڪس واميڪا ۳۰ — ايلوپيٿڪ دوائن جو
استعمال شراب ٻوري مصالح دار کاڌا کائڻ - دستن
ڪندڙ دوائن کائڻ ڪري يرقان ، پاخاني جي بار بار
۽ ناڪام حاجت .

مرڪيورس سال ۳۰ — زبان جو زرد رنگ ، جگر
جي دٻائڻ سان سور ٿئي - مريض سڄي پاسي تـــي
ليٽي نه سگهي ، ساهه بدبودار ، سڄي بدن تي پگهر.
چيليڊونيم Q ۳۰ — سڄي ڪلهوي جي هڏيءَ
جي هيٺين حصي ۾ لڳاتار درد ، گرم پاڻي پيئڻ ۽
کاڌي کائڻ سان وقتي آرام .

پوڊوفائلم ۳۰ — يرقان ، مريض جگر جي جاءِ تي
هر وقت هٿ مهٽيندو رهي . صبح جو پيا درد دستن.
چيونئنٿس Q ۰ — ۱۰ قطرا — هي دوا پراڻي
يرقان لاءِ مفيد آهي . ان ڏهن ڏينهن ۾ بلڪل
آرام ٿيندو .

ٻايوڪيمڪ ۾ ڪالي ميور X ۶ ، نيٽرم ميور X ۶
نيٽرم سلف X ۶ ۽ ڪلڪيريا فاس X ۶ هـــموزن
ملائي ڏجن .

پورو ٿيو

# ماخذ

۱- سائیکلو پیڈیا آف - از ہومیو ڈاکٹر کاشی رام۔ اردو
ہومیو پیتھک ڈرگس

۲- کلینکل میٹریا میڈیکا۔ از ہومیو ڈاکٹر کاشی رام ”

۳- ہومیوپیتھی کی اہمی کتاب۔ از ہومیو ڈاکٹر عابد حسین ”

۴- کیمک ہومیوپیتھک گائیڈ - از ” ” ” ”

۵- کیمک میٹریا میڈیکا۔ از ” ” ” ”

۶- چمکش ہومیوپیتھی - از ہومیو ڈاکٹر محمد اسماعیل
اختر ”

۷- چمکش بایو کیمسٹری - از ” ” ” ”

۸- ذکاس ہومیو پیتھی - از ہومیو ڈاکٹر غضنفر علی
نقوی ”

۹- ہومیوپیتھک میٹریا میڈیکا۔ از ہومیو ڈاکٹر دولت سنگھ ”

۱۰- ہومیوپیتھک علاج - از ہومیو ڈاکٹر لطیف چوہان ”

۱۱- بایو کیمک سالٹس - از ڈاکٹر شرف الدین ”

۱۲- ایلمنس کی لوئس - از ہومیو ڈاکٹر ایچ۔ سی۔
ایلن انگلش۔

۱۳- جرمن ڈاکٹر - از ہومیو ڈاکٹر گپتا۔

# رهبر هوميوپيٿي بابت رايا

(١)

از:- جناب هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر سيد ابو محمد بديع الدين شاهه راشدي جهنڊي وارو

هوميوپيٿڪ علاج فطرت انساني جي موافق آهي ۽ سندس افاديت ۽ مقبوليت هر حلقي ۾ تسليم ٿيل لڳي آهي. مگر سنڌي زبان ۾ هن فن تي ڪو اهڙو ڪتاب نه لکيو ويو آهي، جنهن مان سنڌي پڙهندڙ مستفيض ٿين.

اڄ ڪتاب "رهبر هوميوپيٿي" منهنجي نظر مان گذريو، آءٌ ان کي هن ڪمي جو ڪنهن قدر پورائو سمجهان ٿو. منجهس پنج باب آهن. ١- فلسفه هوميوپيٿي ٢- دوا سازي ٣- ميٽريا ميڊيڪا ٤- بايو ڪيمڪ سائنس ٥- علاج الامراض.

ڪتاب جا مولف لائق صد تحسين ۽ سنڌي پڙهندڙن وٽان آفرين جا مستحق آهن، منهنجي دعا آهي ته شل الله تعاليٰ هن ڪتاب کي مقبول عام بڻائي ۽ مولفن جي همت ۽ سعي کي مبارڪ ڪري.

(آمين)

(۲)

## از:- جناب هوميو پيٿڪ ڊاڪٽر گل محمد صاحب ميمڻ ٻوبڪائي

"رهبر هوميوپيٿي" سنڌي زبان ۾ ماهرانه پيشڪش آهي ۽ هيءَ حقيقت به آهي ته سنڌي ۾ هڪ هوميوپيٿڪ ڪتاب جي سخت ضرورت هئي، جنهن جي لاءِ منهنجي پنهنجي دوستن ڪافي ڪوشش ڪئي آهي.

مونکي اميد آهي ته طب هوميوپيٿيءَ سان محبت رکندڙ سنڌي خواندن لاءِ هيءُ ڪتاب نهايت مفيد ثابت ٿيندو ۽ آءٌ پنهنجي پنهنجي دوستن هوميو ڊاڪٽر عثمان علي انصاري ۽ محمد رمضان چڇڙي کي هن محنت لاءِ مبارڪباد پيش ڪريان ٿو.

(۳)

## از:- جناب هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر حسين الزمان خان صدر سوسائٽي آف هوميوپيٿس لاڙڪاڻو

سنڌي زبان ۾ رهبر هوميوپيٿيءَ واري ڪتاب جي اشاعت هن علائقي لاءِ نيڪ فال آهي ۽ مولفن جي ڪتاب لکي وقت جي هڪ وڏي ضرورت پوري ڪئي آهي. هنن جنهن محنت ۽ جانفشانيءَ سان ڪتاب جي موضوعات کي پيش ڪيو آهي. اللهءِ هو قابل مبارڪباد آهن. ڪتاب

هن اعتبار سان به پڪ سان رهبر آهي. ته ان ۾ فن هوميوپيٿيءَ متعلق ابتدا تا انتها هر شعبي جو تفصيل موجود آهي.

(۴)

## جناب هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر مختار احمد ڪوثري صاحب - سکر

ڪڏهن به اهڙي ترقي لاءِ ضروري آهي ته ان فن لي مختلف علائقائي زبانن ۾ ڪافي ڪتاب شايع ڪيا وڃن. ان ڳالهه جي مدنظر هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر عثمان علي انصاري جو محنت ڀريل ڇپرو، لائق - صد احسان آهي. جيڪو علم هوميوپيٿيءَ تي سنڌي زبان ۾ هڪ جامع ۽ مفيد ڪتاب لکي سنڌي قوم جو ڳاٽ اوچو ڪيو آهي.

(۵)

## ماهوار "الرحيم سنڌي" حيدرآباد سنڌ (جنوري ٦٨)

سنڌي ٻوليءَ ۾ طبي ڪتابن جي تمام گهڻتائي آهي. وري به طب يوناني تي ڪجهه ڪتاب ملن ٿا. باقي هوميوپيٿيءَ علاج تي ته سنڌي ۾ ڪو به ڪتاب نظر نه ٿو اچي. اهڙي نوجوان ڊاڪٽرن جس لهڻي جو هن هوميوپيٿي علاج تي ڪرائون سائز ۾ ۳۹۴ صفحن

جو ڪتاب لکيو آهي. ڪتاب جو تعارف حيدرآباد سنڌ جي نامياري هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر محمد اسماعيل نامي صاحب لکيو آهي.

حقيقت آهي ته هيءُ ڪتاب سولي ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي، جنهن ڪري عام ماڻهو سمجهي ان مان گهڻو فائدو وٺي سگهندو.

## ( ٦ )

## روزانه "مهراڻ" حيدرآباد سنڌ

قيام پاڪستان کان اڳ، سنڌي ۾ ڪيترن جديد علمن ۽ جهڙوڪ يوناني طب، هوميوپيٿي ۽ ايلوپيٿيءَ جي علاجن ۽ نسخن کانسواءِ هر هنر ۽ فن جا ڪتاب شايع ٿيندا رهندا هئا. نه صرف پيشه ور ماڻهو استفادو حاصل ڪندا هئا، بلڪ عام ماڻهو به انهن مان فائدو وٺندا هئا. ليڪن گهڻي عرصي کان اهو سلسلو بند ٿي چڪو هو. پاڪستان بعد هي پهريون ئي موقعو آهي، جو قنبر جي هڪ مشهور هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر عثمان علي انصاري صاحب ايم. اي جن علم هوميوپيٿيءَ تي "رهبر هوميوپيٿيءَ" جي نالي سان هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي، جو گهڻي محنت ۽ خرچ سان ڇپايو ويو آهي. ڪتاب تقريبا سوا چار سو صفحن تي مشتمل آهي ۽ قيمت صرف چار روپيه آنس.

علم هوميوپيٿيءَ سان شغف رکندڙ اشخاص توڙي شاگرد طبقي لاءِ هيءُ ڪتاب هڪ اعليٰ حيثيت رکي ٿو.

( ٥- جون ١٩٦٧ع )

( ٧ )

## ماهنامه "هوميوپيٿي" نواب شاه سنڌ

سنڌي زبان ۾ قريباً سوا چار سو صفحن جو هيءُ ڪتاب، پنجن حصن ۾ وڏي محنت سان ترتيب ڏنو ويو آهي. جنهن ۾ هوميوپيٿڪ فلسفي، ميٽريا ميڊيڪا، فن دوا سازي، بايو ڪيمسٽري ۽ علاج الامراض - پنجن ئي حصن کي جدا جدا پوري تفصيل سان سمجهايو ويو آهي. هن ڪتاب جو تعارف حيدرآباد جي مشهور و معروف هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر جناب محمد اسماعيل صاحب نامي ميمبر هوميوپيٿڪ بورڊ لکيو آهي. اسانجو خيال آهي ته هن ڪتاب کانسواءِ سنڌي زبان ۾ هوميوپيٿيءَ متعلق هينئر وڌيڪ ڪنهن به ڪتاب جي ضرورت نه پوندي. هيءُ ڪتاب هر لحاظ کان بهتر آهي. اسان پاڪستان ۾ پاڻ جي هوميوپيٿس کي (جن جي مادري زبان سنڌي آهي يا جي سنڌي زبان سان رغبت رکن ٿا) اپيل ڪريون ٿا ته هو هن ڪتاب مان پورو پورو فائدو وٺن ۽ اهڙيءَ طرح مصنف جي به حوصله افزائي ڪندي.

ڊاڪٽر انصاري صاحب ايم. اي. سنڌي زبان ۾ هيءَ ڪتاب لکي سنڌي هوميوپيٿس تي احسان عظيم ڪيو آهي.

(سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ١٩٦٧ع)

(٨)

## ماهنامه "هوميو ڊاڪٽر" حيدرآباد سنڌ

سنڌي زبان ۾ هوميوپيٿي جي لحاظ کان هي ڪتاب پهريون پيشڪش آهي. هونئن ته سنڌي زبان ۾ طب، تاريخ، سائنس، فلسفو گويا هر شعبي ۾ بهترين لٽريچر موجود آهي، پر هوميوپيٿي ۾ تي ڪوبه ڪتاب نه هئڻ ڪري شڪر آهي ته عثمان علي انصاري صاحب، هيءَ ڪتاب "رهبر هوميوپيٿي" لکي آئينده لاءِ دروازو کولي ڇڏيو آهي. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب جو انتساب ڊاڪٽر محمد اسماعيل ناهيءَ جي نالي ڪيو آهي ۽ ڪتاب جو تعارف به نامي صاحب لکيو آهي.

هيءَ سنڌي زبان ۾ هڪ جامع ڪتاب آهي، هن ڪتاب ۾ فلسفه هوميوپيٿي، هاليمن جا حالات - زندگي هوميوپيٿڪ دوا سازي، هوميوپيٿڪ دوائن جا تعلقات ۽ طاقتن جو تعين، ميٽريا ميڊيڪا ۽ علاج شامل آهن هن ڪتاب ڪالپوءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي ضرورت نه پوندي. هر سنڌي دان درد کي هن ڪتاب جو ضرور مطالع ڪرڻ گهرجي. هيءَ واقعي رهبر آهي.

(جون ١٩٦٧ع)

# غلط نامہ

| صفحہ | سطر نمبر | غلط | صحیح |
|---|---|---|---|
| ۲۸ | ۲۱ | ٹیع | ٹین |
| ۳۳ | ۱ | گائیڈنگ | گائیڈنگ |
| ۳۸ | ۱ | کیمفرو | کیمفر |
| ۳۹ | ۱۹ | کوریں۰ | گریئن |
| ۴۱ | ۳ | اکنیشنیا | اکنیشیا |
| ۴۲ | ۱۲ | پیسیمل یا + | پیسیمل X |
| ۴۲ | ۱۲ | ۱+۹ = ۱۰ | ۱X۹=۱۰ |
| ۴۳ | ۴ | ۱+۹۹=۱۰۰ | ۱X۹۹=۱۰۰ |
| ۴۵ | ۱۴ | وھیک | وھاک |
| ۹۱ | ۱ | تول | توہل |
| ۹۵ | ۲۱ | کائبرء | کالچرء |
| ۹۹ | ۲۱ | کولن | کولع |
| ۱۰۱ | ۱۴ | ددر | درد |

| صفحو | سٽ نمبر | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ۱۰۸ | ۵ | باڪا مارا (هڪ قسم جو پولو) | پاڪا مارا (پهٽ پيرون) |
| ۱۱۱٥ | ۱ | ريناڪس | رستاڪس |
| ۱۲۱ | ۱۱ | سودا | سورا |
| ۱۲۷ | ۱۰ | باگل | ٻاگل |
| ۱۳۴ | ۱۱ | ٻير سلفر | ڀير سلفر |
| ۱۳۶ | ۱۴ | ڪائن | ڪائنڙ ، |
| ۱۵۴ | ۲۱ | ٻيڊ | ٻيڊا |
| ۱۷۸ | ۹ | لاڪو ٻولپر ڇڳي | ليڪسس ڏي |
| ۱۹۴ | ۶ | پاهون | پانهون |
| ۲۰۴ | ۸ | صفرئي | صفرائي |
| ۲۰۶ | ۱۲ | ٻنجران | ٻنجڙان |
| ۲۴۷ | ۲ | ٻهرشي | ڀهرشي |
| ۲۴۹ | ۲۰ | سورش | سوزش |
| ۲۵۴ | ۸ | ڪلاڪيرپا سلف X ۲ | ڪلاڪيرنا سلف X ۹ |
| ۲۷۷ | ۱۱ | ايمل مائيٽراڪم | ايمل نائيٽراڪم |
| ۲۷۸ | ۹ | پني | پٽي |
| ۲۸۱ | ۱۶ | فلوري ڪلڪيرائيڊ | ڪلڪيرائيڊ فلور |
| ۲۸۲ | ۱۸ | گهي | گوڻي |
| ۲۸۳ | ۱۴ | پورينم ڏئٽرڪم | پورينم نائٽرڪم |

| صفحو | سٽ نمبر | غلط | صحيح |
| --- | --- | --- | --- |
| ٢٨٤ | ١٦ | ارا | تارا |
| ٢٨٥ | ١٧ | اوڳراھ | اوڳراھن |
| ٢٨٦ | ٥ | مشين | مشين |
| ٢٩٣ | ١٢ | سبزي | سبزي |
| ٢٩٤ | ١٠ | سودا | سوڙا |
| ٢٩٩ | ٩ | ڪلڪيريا فاس X ٦<br>ميگنيشيا فاس X ٦<br>ليٿرم فاس X ٦ (فائو فاس) | فيرم فاس<br>ڪالي فاس<br>ڪلڪيريا فاس<br>ميگنيشيا فاس<br>ليٿرم فاس<br>(فائو فاس)<br>هر هڪ X ٦ ع |
| ٣٠٨ | ٩ | ند | گند |
| ٣١١ | ٢ | مدر ٽنڪچر | مدر ٽنڪچر |
| ٣٦٦ | ٤ | ذنگ | ڏنگ |
| ٣١٨ | ١١ | ڳهي | گيهي |
| ٣٢١ | ١٨ | جا | يا |
| ٣٣١ | ١١ | پيلا بولا | پيلا ٻوٽا |
| ٣٣٨ | ١٤ | آون | آتون . |
| ٣٣ | ٧ | فلور ايسڊ | فلورڪ ايسڊ . |

